(هڪ ڪتاب ۾ ٻه ناول)

# پکن جي پريت

# ۽

# پيار

## ڪلا پرڪاش




سنگم پبليڪيشنس، ڪراچي

G - 43، سچل ڳوٺ، نزد P.C.S.I.R ليباريٽري

ويجهو ڪراچي يونيورسٽي، ڪراچي.

كتاب نمبر 42

| | |
|---|---|
| ڪتاب | پکن جي پريت ۽ پيار |
| ناول نگار | ڪلا پرڪاش |
| ٽائيٽل | منور ابڙو |
| ڪمپوزنگ | اياز گل سومرو ۽ آغا رياض |
| | سچل ڪمپيوٽر سينٽر، سچل ڳوٺ، ڪراچي. فون: 8143379 |
| پبلشر | ڪرم الاهي چنا |
| | سنگم پبليڪيشنس ڪراچي. فون: 8143379 |
| ڇاپو پهريون | اپريل 1999ع |

Price: **Rs. 100** قيمت

***PAKHAN JI PRETT & PIYAR***
*(Two novels in one volume)*

Written By *Kala Parkash*
Produced & Published By Karam Illahi Channa
***Sangam Publications***
G-43, Sachal Village, Near PCSIR Laboratory,
Behind University of Karachi.
Karachi Sindh. Phone: 8143379
Title Design Munawar Abro
Composed By Ayaz Gul Soomro & Agha Riaz
***M/S Sachal Computer Center,***
Sachal Village. Karachi. Phone: 8143379
Printed by B.C.C. & T. Press, University of Karachi.

# پبلشر پاران

سنگم پبليڪيشنس پاران، نندي کنڊ جي مهان ناول نگار، ڪهاڻيڪار ۽ شاعره سائنڻ ڪلا پرڪاش جي ٻن ناولن، پڪن جي پريت ۽ پيار، تي مشتمل هي ڪتاب پڙهندڙن جي خدمت ۾ پيش ڪري رهيا آهيون.

سنگم طرفان جلد ئي، سنڌ ۽ هند جي ناميارن ليکڪن جون تخليقون سهڻي نموني ڇپائي پڌريون ڪيون وينديون.

اوهان جي ساٿ ۽ دعائن جو طلبگار

**ڪرم الاهي چنا**

# ڪلا جي ديوي - ڪلا پرڪاش

عرصي کان خواهش هئي تہ موتي ۽ ڪلا پرڪاش سان ملاقات ڪجي. دبئي اچڻ وڃڻ پيو ٿيندو هو، پر هر دفعي وقت ٿورو. ڪم گهڻو ۽ بار ساڻ. ڊڪ ڊوڙ ۾ ئي گذري ويندو هو. دل تہ ڏاڍيون سٽون کائيندي هئي، دنيا جا وهنوار بہ بہ ڇڏين. دبئي مٿان اڏامندي اهو سوچيندو هوس تہ صحرا جي هن روشن ٽڪري تي ڪٿي نہ ڪٿي، سنڌي ادب جا اهي بہ املهہ انسان بہ رهندا هوندا. جن پنهنجي قلم ۽ علم وسيلي، ورهاڱي کان پوءِ ڏاڍي چاهہ، پيار ۽ پابوهہ سان سنڌي ادب، ثقافت ۽ ٻوليءَ جي خدمت ڪئي آهي. ڪلا جي معصوم ۽ موهيندڙ لکڻين جو تہ مان شروع کان ئي شيدائي هوس. ور ور ڪري سندس نماڻا نثري نظم پڙهندو هوس. افسانا ۽ ناول لکڻ تہ ڪو هن کان سکي. سولا، سادا، سلڇڻا، پر دل کي ڇهندڙ. هوريان هوريان، پير پير ۾ پائي، روح جي اٿاهہ گهراين تائين پيهي ويندڙ. ڇپرن جي ڇانو ۾ پلجندڙ عام رواجي انسان، جن جي پيڙا پڙهندڙ جي ڳلن تان لڙڪن جي لار بنجي برسي پوي. جن جو دک، من ۾ ٻڙڇي بنجي ڇپي پوي.

هڪ دفعي ياد اٿم تہ رات جو بستري تي ليٽي، ڪلا جون ڪويتائون زال کي پڙهي پئي ٻڌايم. دل پرچي آئي. ڏٺم تہ ٻنهي جون اکيون آليون هيون. ايڏو اڻ مَيو درد مون ڪنهن ٻئي جي لکڻين ۾ ورلي ڏٺو هوندو. ايڏو خلوص، ايڏي سچائي، ايڏي پنهنجائپ، جو اڻ ڏٺي بہ اوپري نہ لڳندي هئي، ان ڪلا جي ديس، چونڪن ۽ گهٽين مان لگهندي بہ ساٿس نہ ملان، اهو ڪاٿ اندر کي کائيندو رهندو هو.

ڏيڍ سال اڳ، ڪنهن عالمي ڪانفرنس طرفان دبئي ۾ هفتي کن لاءِ شرڪت جي دعوت ملي تہ پراڻي خواهش ٻيهر ڪر موڙي جاڳي اٿي. ڪراچيءَ مان ئي موتيءَ کي فون ڪري ٻڌايم تہ مان اچان پيو. ڪلا پڻ ڳالهايو. چيائين: ڀائڙا اسان انتظار ڪنداسين.

دبئي پهچي، فون ڪري کين پنهنجي هوٽل جو نمبر ڏنم. ڇهين بجي شام جو موتي ۽ موهن گيهاڻي وٽڻ آيا. لابيءَ ۾ ويٺو

هوس جو هو سڏو منهنجي سامهون بيٺا.

پڇيم: ڪيئن سُجاتوَ؟

چيائون: رت رت کي نہ سڃاڻيندو؟

هنيانءَ ۾ هٿ پئجي ويا. ورهاڱي کهڙا وڏ ڏنا هئا. سو سوچي روح رهڙجي پيو. ائين ملياسين، ڄڻ جنمن کان سڃاڻون هڪ ٻئي کي. گاڏيءَ ۾ چاڙهي گهر وٺي هليا. سهڻو فليٽ، صاف سٿرو ۽ سينگاريل. وينس مس تہ ڪلا اَچي ڳراٽڙي پائي ملي.

چيائين: جهڙو سوچيو هوم، ان کان ڪافي مختلف آهين.

نوجوان خوبصورت پٽ "صدف" ۽ ننڍڙي پوپٽ جهڙي پوٽي اچي پير ۾ وينا. موهن جي موهڻي گهرواي "روپ" بہ پهچي وئي. هڪ اڌ دوست بيا بہ سڏايل هئا. ڪچهري بہ ڪچهرين جهڙي ٿي. جيسين ماني کائون، ڪلا مختلف ڇهريون شيون بورچيخاني مان مستقل آڻيندي رهي.

چيم: هاڻي تہ مهينو کن کائڻ پيئڻ کان ڇٽاسين.

چيائين: روز روز بہ تہ ڪونہ ٿو اچين.

مون ۽ موهن شعر ٻڌايا. موهن روهيءَ پنهنجا غزل پڙهيا. موتيءَ، ڪلا ۽ صدف سنڌ جي ٻچي ٻار جا احوال ورتا. حيرت ٿيم تہ هي هيترو دور رهي بہ سنڌ جي هر اديب، ليکڪ ۽ دانشور متعلق ايتري ڄاڻ رکن ٿا. ڏک اٿن تہ صرف اهو تہ کين پاڪستان اچڻ جو ويزا نٿو ملي. ڪئي دفعا ڪوشش ڪئي اٿن، پر هر دفعي انڪار.

رات جو دير تائين وينا رهياسين. گفتگو جي گونج اڄ بہ ذهن ۾ پئي تري. ماني ايڏي سٺي، جو ياد ڪري وات پيو پاڻي ٿئي. پر سڀ کان وڏيڪ هو سندن پيار ۽ پنهنجائپ. ان ملاقات ۾ ئي موهن ۽ سندس گهر واريءَ دل ۾ گهر ڪري ڇڏيو. ڏاڍي پياري جوڙي آهي. خدا کين خوش رکي. سندن مهمان نوازي، موهن جو پيار ۽ روپ جو راڳ وسرڻ جو ناهي.

ملاقاتون پوءِ بہ ٿينديون رهيون. هن ڪتاب کي پاڪستان مان ڇاپڻ جو فيصلو پڻ اتي ٿيو. مونکي خوشي آهي جو اڄ ٻن ناولن تي مشتمل هيءُ ڪتاب پڙهندڙن جي هٿن ۾ آهي. ڪرم الاهي چنا جي

محنت اخرڪار ڪارگر ٿي. فاصلا ويجهڙاين ۾ تبديل ٿيا. شروعات آهي، هندوستان جا بيا ليکڪ پڻ اميد ته پاڪستان مان پنهنجو رچنائون ڇپائي، اها دوري دور ڪندا. جيڪا گذريل پنجاهه سالن کان بوليءَ ۽ ڪلچر وچ ۾ وجي ٿي ويڇا وجهندي.

ڪلاجي ناليءَ ۽ فن کان سنڌ واسي ناواقف ناهن. سنڌي ادب ۾ سندس مان ۽ مرتبو اتانهون آهي. "پکن جي پريت" نئون ناول آهي، جڏهن ته "پيار" پارت ۾ اڳ بہ ڇپجي چڪو آهي. ٻنهي جي گڏ ڇپجڻ سان، نوان پڙهندڙ ليکڪا جي ڏانءَ ۽ ڏاهپ کان ضرور متاثر ٿيندا. ٻنهي ناولن جو locale مختلف آهي. هڪ ۾ سنڌ جي سرهاڻ آهي ته ٻئي ۾ هند جو واسُ. ڪردار اسان جا پنهنجا ڄاتل سڃاتل. رويا ڏار ڏار. وقت ۽ فاصلن ڪيڏو نہ ڏکي دور ڪري ڇڏيو آهي، اسان جي جسم ۽ جان کي. هاڻي اهو ڪم اديبن جو ئي آهي ته ههڙيءَ طرح ويجهائپي، سياست تـوڙي سماج طرفان لڳايل گهاوَن تي پيار جا پَها رکون. سوچ، سرحدن جي محتاج نہ هوندي آهي. لنئين پاڻي ڏار نہ ٿيندو آهي، ۽ موتيءَ چواڻي: رت رت کي سڃاڻيندو آهي.

قمر شهباز

ڪراچي

4 مارچ 1999ع

# ڪلا پرڪاش جون ساهتڪ رچنائون

1. هڪ دل هزار اَرمان (ناول) — (ٻه ڇاپا هند ۾ - هڪ ڇاپو سنڌ ۾)
   (1957ع) (1973ع)
2. ممتا جون لهرون (نثري نظم) — (هڪ ڇاپو هند ۾ 1963ع)
3. مُرڪ ۽ ممتا (ڪهاڻيون) — (هڪ ڇاپو هند ۾)
4. شيشي جي دل (ناول) — (ٻه ڇاپا هند ۾ - هڪ ڇاپو سنڌ ۾)
   (1960ع) (1970ع)
5. هڪ سپنو سڪن جو (ناول) — (هڪ ڇاپو هند ۾ - ٻه ڇاپا سنڌ ۾)
6. حياتي هوتن ري (ناول) — (ٻه ڇاپا هند ۾ - هڪ ڇاپو سنڌ ۾)
   (1972ع) (1980ع)
7. جي هينئڙي منجهه هُرن — (هڪ ڇاپو هند ۾ - هڪ ڇاپو سنڌ ۾)
   (سنڌ جو سفرنامو)
8. وقت، وٿيون، ويڇوٿيون (ناول) — (هڪ ڇاپو هند ۾ - هڪ ڇاپو سنڌ ۾)
   (1988ع) (1989ع)
9. آرسيءَ آڏو — (هڪ ڇاپو هند ۾ - هڪ ڇاپو سنڌ ۾)
   (1994ع جو ساهتيه اڪادمي انعام يافته ناول) (1992ع) (1999ع)
10. وارن ۾ گُلُ (ڪهاڻيون) — (هڪ ڇاپو هند ۾ 1993ع)
11. پيار (ناول) — (هڪ ڇاپو هند ۾ - هڪ ڇاپو سنڌ ۾)
    (1997ع) (1999ع)
12. پکن جي پريت — (هڪ ڇاپو سنڌ ۾ 1999ع)

ارپنا

|

موتيءَ کي!

جنهن ساهه جنم جنم

جو ناتو اٿم

|

کلا

پکـــــن جـــــي پريـــــتَ،
مـــاڙين ســـين نـــــ مٿيـــان.

(شـــاهہ)

# گٺونتيءَ جي ڪهاڻي

کليل ميدانن ۾ ٻنين، اوچن ٻٻرن، ٻيرن، نمن ۾ ٻڙن جي وڻن سان گهيريل. ڪچن رستن تي ليون لاٿا ۾ اَڪ جا ٻوٽا. اهوئي هو ڳوٺ، جنهن ۾ سڙ سوا سؤ گهر هئا ۾ ڪل ماڻهو هوندا. ساڍا پنج ڇهہ سؤ. پائي پگڙي مل جو هڪ پسارڪو دڪان هو، جنهنجون برٽيون دز سان ڍڪيل هيون. ڇت چارن سان پريل ۾ هر هنڌان اکڙيل، ديوارن مان ڪيترن هنڌان چاپوڙا ڪريل. ٻيو هڪ پاڄيءَ جو ننڍڙو دوڪان هو، ويڙهيمل جو. پاڄين وچ ۾ جيئن تيئن جاءِ ناهي، هو صندليءَ تي ويهندو هو. هڪ درزيءَ جو دُڪان ۾ هڪ ڪپڙي جو دُڪان، ٻئي لڳو لڳ هئا. ٻنهي جا مالڪ ساڳئي وقت دُڪان تي ڪين ويهندا هئا. مالڪ جي غير حاضريءَ ۾ ڪو سلوار چولي، اَجرڪ پهريل يا ڏوتي، پهراڻ ٽوپي پهريل گراهڪ ايندو هو تہ واپس ڪين ويندو هو. ڪڏهن درزيءَ جي طرفان ماپ، ڪپڙي جي دڪان جو مالڪ وني، تہ ڪڏهن درزي پنهنجي مشين ڇڏي گراهڪ کي ڪپڙي جي دڪان تان ڪپڙو والن ۾ ماپي ڏئي! ڏوبي بہ هڪڙو، هڪ پائيءَ ۾ ڪپڙو ڌوئي ڏيندو هو. پنهنجي گهر ۾ ٽڪاٽو ڪولي گرو گرنٿ صاحب جو پاٺ ڪنڌڙ هڪ ساڌ بہ هو. جيڪو صبح شام ڪٿاه پرساد ورهائيندو هو. هو يا گروگرنٿ صاحب پيو پڙهندو هو يا تہ واندڪائيءَ ۾ ننڍن وڏن کي گرمکي سيکاريندو هو. هڪ برهمڻ بہ هو، جيڪو جنم کان موت تائين، سڀ ڪارج ڪرائيندو هو. هڪ ڪنير بہ هو، جيڪو دلا متڪا، گهگهيون ۾ ڏيئا ناهي، وڪڻي گذران ڪندو هو. هو پنهنجا دلا، گُهگهيون وغيره وڪڻ لاءِ پر وارن ڳوٺن، خانواهڻ، محرابپور، هالاڻي ۾ ڪنڊياري تائين بہ ويندو هو. اڪثر پنهنجي گڏه تي سواري ڪندو هو. ڪڏهن گڏهہ هڪلڻ نہ پڄندو هوس، تہ لاريءَ تي سوار ٿي ويندو هو.

اها هڪ لاري هئي، جيڪا ڳوٺن کي ڳنڍيندي هئي، جي برسات پيئي تہ ڪچا رستا، گپ چڪ سان پرجي ويندا هئا. تڏهن، ڏينهن جا ڏينهن لاريءَ جو پتو نہ پوندو هو. اها لاري ڳوٺ کان اڌ ميل ڪن پري لنگهندي هئي. جڏهن لاريءَ جي اچڻ جو وقت ٿيندو هو، تڏهن

اڏ ڳوٺ اچي بس اسٽئنڊ تي مڙندو هو. مکيءَ جي هدايت مطابق ڳوٺ جا ڇوڪرا پاڻيءَ سان پريل گهگهيون ڪٺي بس ۾ وينل مسافرن، ڊرائيور ۽ ڪنڊڪٽر کي پاڻي پيئاريندا هئا!

نهايت سانتيڪو ۽ مانيٽو اهو ڳوٺ، صرف ٻڪرين جي ٻي ٻي ۽ ڳانين، مينهن جي رنين جو آواز ٻڌبو هو. مال چارڻ لاءِ ڳوٺ جا چار پنج ڇوڪرا ويندا هئا. اُهي ڇوڪرا مَکي ڇهين ڇهين مهيني بدلائيندو هو.

ڳوٺ جا گهر ڏاڍا سادا. گپ گاري ۽ چيڪي مٽيءَ جا نهيل هئا. هر هڪ گهر کي وڏو شاهي آڳڻ، ٻه چار ڪمرا، رڌڻي ۾ مٽيءَ جون نهيل چلهيون، جن ۾ اڪثر ڪانيون پيون ٻرنديون هيون.

چاليهارو ڪن گهرن کي پنهنجون ڳانيون، مينهون ۽ ٻڪريون هونديون هيون. انهن وٽ کير، مکڻ، لسي ۽ ڏڌ ايترو ٿيندو هو، جو باقي ڳوٺ واسين جي گهرج ٻه ان مان پوري ٿي ويندي هئي. هو ٻه کير مکڻ جي موٽ ۾ جوئر، باجهر، ٻير، توت جيڪي ٻه هوندو هونِ سو وندبندا وراهيندا هئا!

سج لٿو ته لالٽين ٻريا. ڪن گهرن ۾ صرف ڏيئا ٻرندا هئا. هوا تيز لڳندي هئي ته ڏيئن جو لاٽون وسامي ويندون هيون. وساٽل لاٽ بارڻ لاءِ ماچيس جي تيلي زيان نه ڪندا هئا. ٻئي ٻرندڙ لاٽ مان باريندا هئا. يا پاڙي واري گهر جي ڏيئي مان وجي پنهنجو ڏيئو ٻاري ايندا هئا. ائين لاٽ مان لاٽ ۽ ڏيئي مان ڏيئو ٻرندو رهندو هئو.

انهن سادن سودن گهرن کان الڳ، تورو پريرو، ٻه جڳهيون هيون، شاندار نموني اڏيل. هڪ ڌرمشالا ۽ ٻي زميندار جي ماڙي. ڌرمشالا ٻه زميندار جي جوڙايل هئي. اهي ٻئي جايون گهڻو ڪري خالي رهنديون هيون. چيٽ چماهيءَ ڪو مسافر، ڪو پير فقير، ڳوٺ ۾ ايندو هو، يا ڪو بجاجي ڪپڙي جون ڳنڙيون کڻي ايندو هو ته ڌرمشالا جو در ڪلندو هو. زميندار جي ماڙي ٻه ڇهين بارهين مهيني هڪ ڏيڍ ڏينهن لاءِ کلندي هئي، جڏهن زميندار پنهنجن نوڪرن، چاڪرن، چاپلوسن ۽ ٻولڙين سان، ڳوٺ کان ڏهه ڪوهه پري، پنهنجن چانورن جي کيتن جي سنڀال لهڻ ايندو هو. هو اچي پنهنجي ماڙيءَ تي رهندو هو ته گولا ٻري ويندا هئا. جن جي روشنيءَ ۾ ڳوٺ ٻهڪي پوندو هو.

انهن ٻنهي جاين جي وچ ۾ هڪ کوهه هو، جيڪو سالن کان ڳوٺ واسين جي اڃ اجهائيندو هو. مرد ٻارن سوڙا سنان ٻه کوهه تي ڪندا هئا. زالون سنان پاڻي ۽ ٻين ڪمن لاءِ ان کوهه تان پاڻي ڀري وينديون هيون.

بس، ڌرتي ۽ آسمان جي وچ ۾ وسيل هن ننڍڙي ڳوٺڙي ۾ ٻيو ڪجهه ڪين هو.

*ڳوٺ جو نالو هو محبت ديرو.*

ان ڳوٺ ۾ ڄائي، نپني ۽ وڏي ٿي ـــ منهنجي وڏي امان.

هاڻي مان پاڻ ڏاڏي ٿي ويئي آهيان. اڄ سالن بعد پنهنجي وڏي امان جي يادگيرين جو اهڙو سيلاب اندر ۾ اٿيو آهي، جو منهنجو وجود ان وهڪري ۾ لڙهندو پيو وڃي.

وڏي امان، اڌ کان مٿي حياتي ڪراچيءَ ۾ گذاري. پنهنجيءَ سانڀر ۾ مون اهوئي ڏٺو ته ڪراچيءَ واري گهر ۾ هوءَ هڪ ڪمري ۾ بند هوندي هئي. سندس ڪمري جي در ٻاهران ڪلف لڳايو ويندو هو. ان بند ڪمري ۾ هوءَ ڪنهن مهل ڏاڍي ٻي چينيءَ سان اڃ وڃ پيئي ڪندي هئي يا ساڻي ٿي ڪٽ تي اونڌي منهن سمهي پيئي هوندي هئي.

منهنجو جنم ڪراچيءَ ۾ ٿيو. مان پندرهن سالن جي هئس، جڏهن اسان ورهاڱي جي ڪري ڪراچي ڇڏي. ڪراچيءَ ۾ اسين برنس روڊ تي سالگرام جي جاءِ ۾ رهندا هئاسين. سالگرام جي جاءِ ۾ تي بلڊنگون هيون. اسان جو گهر وچينءَ بلڊنگ جي ترِ ۾ هو. چار ڪمرا، رڌڻو ۽ وڏو آڱر. آڱر ۾ ديوار لڳ سائي ڇپر لاءِ هڪ وڏو ٻارو نهيل هو. ان ٻاري جي آخر ۾ هڪ ڪيلي جو وڻ هو، جيڪو ٻابي وڏي محنت سان پوکيو هو ۽ سنڀاليو هو. ان ٻاري جي ڀرسان ويجهو سامهون جيڪو ڪمرو هو، سو وڏيءَ امان جو هو. ان ڪمري جي دري آڱر طرف هئي ۽ دريءَ ۾ شيخون لڳل هيون.

منهنجي ماءُ وڏي اما جي ڪمري وٽان لنگهندي، تڏا شوڪارا ڀريندي هئي. چوندي هئي: ڄائي نپني محبت ديري ۾..... اهڙي ڳوٺ ۾ ، جتي ٻار ماءُ جي هنج ۾ گهٽ، قدرت جي هنج ۾ وڌيڪ هوندا آهن. اتي جي پليل نپيل، اڄ اونداهي ڪمري ۾ پئي آهي، سج چنڊ ٻه

ڏسڻ نصيب ۾ ڪونهيس. سيني کي ٻڌائيندي هئي تہ هڪ دفعو مان سس جي پيڪن ويئي هئس، جڏهن نئين نئين پرڻجي آئي هئس. محبت ديري ۾ ڏاڍو آنند آيو هو!

هڪ شام جي ڳالهہ تي ياد اچي. پاڙي ۾ رهندڙ منهنجا جيڏا سرتا منهنجي گهر پاڻي پيئڻ لاءِ آيا هئا. اسين سالگرام جي جاين جي ڪمپائونڊ ۾ ئي راند روند ڪري موٽيا هئاسين. سيني کي ڏاڍي اُڃ لڳي هئي. اسان جو گهر تر ۾ هو. سو سڀ ڏاڪڻ چڙهڻ کان اڳ اسان وٽ پاڻي پيئڻ ايندا هئا. مون رڌڻي مان پاڻيءَ جي گهگهي ۽ گلاس آڻي آڳر ۾ پيل صندل تي رکيو. اُن مهل منهنجيءَ ساهيڙي مايا جي نظر وڏي اما تي وڃي ٽڪي. وڏي اما پنهنجي ڪُٻيءَ پٺيءَ کي وڏيڪ جهڪائي ڪمري ۾ اچ وڃ ڪري رهي هئي. ڪنهن مهل ڪٺولي هينان، چٽائي پيئي نهاري تہ ڪنهن مهل ڪمري جون ڪندون پاسا پيئي گهوري. مايا، دريءَ طرف وڏي ويئي ۽ شيخن تي پنهنجا هٿ رکي وڏي اما کان پڇيائين تہ :

"وڏي اما، وڏي اما، تون ڇا تي ڳولين؟"

"آئي آمڙ، پنهنجي جواني ٿي ڳوليان". وڏي اما پنهنجي ئي موءِ ۾ ڪمري ۾ اچ وڃ ڪندي وراڻيو.

مايا چيڙائڻ واري نوع ۾ چيو، " وڏي امان! مان توکي جواني ڳولي ڏيان؟"

مايا جو ائين چوڻ ۽ وڏي امان جو امالڪ شيخن مان پنهنجي ٻانهن ڪڍي مايا کي جهلڻ. ڪيس هڪ هٿ سان سوگهو جهلي ٻئي هٿ سان زور زور سان ڏڪ هڻندي چوڻ لڳي، " تڏهن توکي خبر آهي تہ منهنجي جواني ڪٿي آهي. رَن جي ڌيءَ ڳولي ڏي، نہ تہ نپوڙي ساه ڪڍنديسانءِ."

مايا رڙيون، واڪا ڪرڻ لڳي. اسان ٽن چئن ٻارن گڏجي مايا کي وڏي امان جي چنبي مان ڇڏائڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي، پر ڪيس پنيان ڇڪيندي اسين پاڻ ڏون ٿي وڃي پٽ تي ڪرياسين. وڏي امان هئي پوڙهي، 55 سال کن عمر هيس، پر مارڻ وقت هن کي سگهہ الائي ڪٿان ايندي هئي!

آخر مايا جي رڙين تي بابا پنهنجي ڪمري مان نڪري آيو. هيءَ روئداد ڏسي جنسي ڊُڪندي پنهنجي ڪمري مان وجي، وڏي امان جي ڪمري جي ڪلف جي ڪنجي کڻي آيو. ڪلف کولي اندر وجي وڏي امان کي پنيان زوردار ڌڪ هنيائين ۽ ڪيس ڪٽ تي سٽي، در بند ڪري ڪلف ڏيئي پنهنجي ڪمري ۾ هليو ويو.

اُن بعد مايا .... ميران، لڇو ۽ نٿو سڀ پاڻي پيئڻ بنا پنهنجي گهر هليا ويا. مان ڳاه جي ٻاري جي ٻني تي ويهي رهيس. وڏي امان جي ڪمري جي بتي ٻريل ته ڪا نه هئي ته به مان هن کي ڏسي ٿي سگهيس. هوءَ کٽ تي اونڌي منهن سمهي، سهڪي رهي هئي. مون چاهيو ته جيڪر وڏي امان کي پاڻيءَ جو گلاس پيئاريان. اُهو نه ڪري پئي سگهيس پر جي وڏي امان کي غصو اچي ويو ۽ مون کي به پڪڙي ورتائين، ته مايا جهڙو حال ڪندي منهنجو به. مون به وڏيءَ امان جون گهٽيون ٿي ماڙون ڪاڏيون هيون.

هڪ مار ته مون ڪان ڪڏهن نه وسرندي. منجهند جو وقت هو. گهر ۾ نڪو بابا موجود هو، نڪو منهنجو پاءُ پرتاب. امان مونکي چيو، ”ڳٽي! وڏي اما کي روٽي ته ڏيئي اچ. هان وٺ ڪلف جي ڪنجي، سنڀالي در کولجانءِ. روٽيءَ جي ٿالهي ڪسڪائي جهٽ وري ڪلف پائي موٽي اچجانءِ.“

اها هدايت اسان کي هميشه ملندي هئي. ان ڏينهن، مون ڪلف کولي، هڪ در ٿورڙو کولي روٽيءَ جي ٿالهي پٽ تي رکي مس، ته وڏي اما اچي مون کي وارن ڪان جهليو. ايڏيون چماٽون هنيائين، جو ڳل ٿي سڄي پيا. چوڻ لڳي: ”چو مون کي فقيرياڻي ٿا سمجهو، مڙس نه ٿو پڇيم. ان ڪري؟ توهان جو ڇا وڃي اسان زال مڙس جي جهيڙي ۾؟“

مون پاڻ ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر وئرٽ. نيٺ منهنجين دانهن تي امان ڀڄندي آئي. هن مشڪل سان مون کي ڇڏايو.... پوءِ در تي ڪلف پائي ڇڏيائين.

ساڳئي ڏينهن شام جو وڏي اما عجيب وهنوار ڪيو. مان سندس ڪمري وٽان لنگهي رهي هئس ته دريءَ مان مون کي تاڙي وجائي اشاري سان سڏ ڪيائين. مان دريءَ ڪان پريان بيٺي ٿي پڇيومانس، ”ڇا ڪيپئي؟“

هوا ۾ چمي ڏيئي چيائين، ”مان صدقو وڃانءِ. مون توکي ماريو. منهنجا شل هٿ ڀڄن. تون منهنجي مولي جي ڏيءَ آهين نه. مان توتان گهورجي وڃان.“

هونءَ ته وڏي اما اسان کي ڇڻ سجاڳندي ئي ڪا نه هئي. ان ڏينهن اما، بابا جا نالا به درست ورتائين. امان تي ڏوڙيو وسائيندي چيائين، ”انهيءَ اندرا تي مار پوي. ٻارن کي مون ڏي تي منجي، پاڻ روئي ڏيڻ چو نه تي اچي؟“

پوءِ اچي روئڻ ۾ ڇتڪي. اصل روئڻ بند ئي نه ڪري. مون جهٽ وڃي امان سان ڳالهه ڪئي. اما پاڻيءَ جو گلاس آڻي شيخن مان ڏنس. چيائينس، ”امي، هاڻي روءُ نه. نهيو پوٽيءَ کي به تي ڏک هنيئي ته چا ٿيو.“

اما ڪان پاڻيءَ جو گلاس وٺي پيتائين، پوءِ وري ڪيس گجي اچي ويئي. گلاس شيخن مان امان جي منهن ۾ نڪاءُ ڪري چيائين: ”شل انڌي تي مرنديڻءَ.... منهنجي مولڙي جي ٻچڙيءَ کي مون کان مارايو اٿيئي، پاپڻ...“

اسين گهر جا ماڻهو وڏيءَ اما جي هر ڪنهن ڳالهه تي هريل هئاسين. پر مايا جو مار کائي ويئي هئي، سو پنهنجيءَ ماءُ ستياما کي وڃي روئي ٻڌايائين. هن جو منهن ۽ ڳچي سور ۾ ڪڙهيا پئي. وڏي اما جو ڏک سهڻ ڪو چرچو نه هو. هن جو هٿ ڏاڍو ڳرو هو. ٻئي ڏينهن منجهند جي وقت، مايا ماءُ اسانجي گهر جو دروازو اچي کڙڪايو. مون ئي هن لاءِ در کوليو ۽ ڪيس پنهنجيءَ امان وٽ وٺي ويس. امان ان مهل ڦاڻي تني سنواري رهي هئي. بابا جي خميسن، پئنٽن کي بٽڻ ناڪڻ، يا پرتاب ۽ بابا جي خميسن جا ڪٽل ڪالر ابتا ڪري وجهڻ، منهنجن گهاگهرن جا هُڪَ ڪڙا ڪرڻ، مطلب ته اما جو اهو منجهند جو پهر سئي هلائيندي گذرندو هو. اما مون کي پاسي ۾ وهاريندي چوندي هئي، ڏيان سان ڏس ويهي. ائين ڏسي ڏسي سئي هلائڻ سکي ويندينءَ.

مون امان جي اڳيان ٽڙيل پکڙيل ڪپڙا ڪٺي هيٺ تڏي تي رکيا. ستياما جي وهڻ لاءِ ڪٽ تي جاءِ تي ته امان ڪيس چيو، ”ويهه ستياما. اڄ ڪيئن هن وقت اچڻ ٿيو آهي، تنهنجو.“

ستياما چيو، ”اندرا! هڪ ڳالهه چوانءِ، دل ۾ ته نه ڪنديـنءِ“.

اما چيو، ”ڪهڙي ڳالهه آهي ؟ چئه.“

ستياما چيو، ”توهين وڏي اما کي گدوبندر ڇو نه ٿا ڇڏي اچو؟“

”ڇو؟“ امان اَمالڪ چيو، ”گهر جو جيو آهي. اسين جيئرا وينا آهيون. ڇو ڪيس گدو بندر ڇڏي اچون؟“

ستياما امان کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪندي چيو، ”ڏس نه، هوءَ توهان لاءِ آزار آهي ته پاڙيءَ لاءِ به آزار.“

امان جو منهن ڪارا تجي ويو. هن جو آواز به ڪوڙو ٿي ويو. چيائين، ”پاڙي کي ڪهڙو آزاريو آهي منهنجيءَ سس؟ ويچاري غريبڙي پنهنجي ڪمري ۾ پوري پيئي آهي.“

ستياما چيو، ”ڪالهه منهنجيءَ مايا کي ڪاسائڻ وانگر ماريو اٿائين.“

امان چيس، ”مايا کي وڏي امان جي دري وٽ وڃڻ ئي نه کپندو هو. ڪيس خبر به آهي....“

”سو ته مون مايا کي منع ڪري ڇڏي آهي ته اڳتي توهان جي گهر ئي نه اچي.

تنهن تي امان وراڻيس، ”اها ته تنهنجي مرضي. مون لاءِ ته جهڙي تنهنجي مايا، تهڙي منهنجي گٽونتي. تون هنن جي ساهيڙپ ۾ پيت ٻٽجڻ ٿي چاهين ته وس واري آهين.“

ستياما ٿوري دير مات ڪري ويهي رهي. تنهن وچ ۾ امان مون کي چيو، ”اٿان اِجي خميس ۽ سئي ڌاڳو ڪٽي ڏينم ته هٿ به هلايان، ستياما جي ڳالهه به ٻڌان.“

مون امان کي خميس، سئي ڌاڳو ۽ خالي ماچيس ۾ پيل بٽڻ ڪٽي ڏنا. اما بٽڻ ٽاڪڻ شروع ڪيا، ته ستياما وري ڳالهه شروع ڪئي. چيائين، ”جي گدو بندر موڪلڻ مهڻو ٿو لڳيو ته پلا پيڪن موڪلي ڏيوس، به به پائر وينا اٿس. پائتيا ۽ انهن جو زالون، اهي پاڻيهي سنپاليندس.“

منهنجيءَ امان کي ان تان ڏاڍو ڏک ٿيو. ستياما کي چيائين،

”هي ڪهڙيون صلاحون تي ڏين؟ هن عمر ۾ امان کي پيڪن اُماٽيون؟ اسين مري ويا آهيون ڇا؟ سهاڳڻ ياڳڻ آهي. مڙس به وينو اٿس.“

ستياما چيو، ”ته پوءِ مڙس وٽ موڪلي ڏيوس، خانواهڻ. توهان ته هن جو قرض ڪو نه ڪنيو آهي.“

ستياما گهڻا ئي حيلا هلايا ته منهنجيءَ امان کي سمجهائي، ته جيئن هوءَ وڏيءَ اما مان پنهنجي جند آزاد ڪرائي. پر منهنجي ماءُ تمام ڌرمي ويچارن جي هئي. وڏن مائٽن جي شيوا ڪرڻ به ڌرم جو انگ سمجهندي هئي. سو ستياما کي اهڙا جواب ڏنائين جو هوءَ هارائي ويني. جڏهن هوءَ گهر وڃڻ هارڪي هئي، تڏهن امان مون کي چيو، ”ستياما لاءِ پاپڙ پائي ڪٽي اچ.“

مان جهٽ رڌڻي مان پاپڙ پائي ڪٽي آيس. پاپڙ کائيندي ستياما مون کي چيو، ”ڪٽي! تون ته مايا وٽ ايندينءَ نه؟ مايا جي توکان سواءِ ڪا نه سرندي.“

مايا، ماءُ کي چيو هو ته پڙهڻ ۾ ۽ خاص ڪري حسابن ۾ مايا کي منهنجي مدد جي ضرورت آهي. منهنجيءَ امان مون کي موڪل ڏني ته پلي مايا کي حساب سيکار. پر شرط اهو ته هوءَ اسان وٽ ايندي.

ان ڏينهن بابا جو منهن ڏاڍو لٿل هو. هو ماءُ کي مارڻ نه چاهيندو هو. پر ڪڏهن ڪيس وڏي امان کي ظابطي ۾ آڻڻ لاءِ مارڻ کان سواءِ ڪو چارو نه سجهندو هو. بابا جنهن ڏينهن ماءُ تي هٿ هلائيندو هو، تنهن ڏينهن ڪيس روٽي به پوري ڪا نه وڻندي هئي، به تي ڏينهن ڳالهائيندو ٻولائيندو به ڪو نه هو. ڪنهن ڪنهن وقت دکي تي اما کي چوندو هو، ”چوندا آهن ماءُ پيءُ ڄٽي ڏيهه ڏيکاريندا آهن منهنجي ماءُ پيءُ مون کي ڄٽي نرڪ ڏيکاريو آهي.“

منهنجي امان هميشه بابا کي سمجهائيندي هئي ته وڏي امان ۽ وڏو بابا (سندس سسُ سهرو) قسمت جا ماريل آهن. سهري لاءِ چوندي هئي ته هو وڏو گياني آهي. ڪيتري گرواٽي ڪنٺ اٿس. پيءُ کان پوءِ جو خانواهڻ ڳوٺ جي خلق ڪيس مکي چوندي يو ۽ ڌرمشالا سنڀالڻ جو بار مٿس وڌو. سو ڪا ته منجهس مٺيا ڏني هونداڻون. وڏي اما (سسُ) لاءِ ڏاڍو افسوس هوس. چوندي هئي، هن جي ڪل نه ڀتڙي ها ته هن جهڙي سياٽي، سگهڙ زال خانواهڻ ۾ نه هجي ها. جڏهن ڇاق

هئي، تڏهن خانواهڻ واسين وڏي اما کي گهٽو ئي مانُ مرتبو ڏنو. اما کي پنهنجي سسُ جا اهي زمانا وسري ڪين ويا هئا.

وڏو بابا، هولارام اجا تائين خانواهڻ ڳوٺ جو مکي هو. وڏي امان جي ڪراچيءَ ۾ اسان وٽ اچي رهڻ کان پوءِ، وڏو بابا گهٽو تڻو رهندو ئي ڌرمشالا ۾ هو. اتفاق سان ڪڏهن گهر ويندو هو. ان ڌرم شالا ۾ هڪ اوطاق به هئي، تڪاڻو به هو. وڏو بابا صبح جو سوير پنجين بجي گرنٿ کولي، سادي پنجين بجي تائين آسادي وار ڪندو هو. گهڻا ئي صدق وارا ڳوٺ واسي آسادي وار مهل حاضر هوندا هئا. واري واري سان هڪ ڇٽو ڪٿاه پرساد ۽ ڪوهر اچي ناهيندو هو. بابا سڄو ڏينهن تڪاڻي ۾، يا اوطاق ۾ گهاريندو هو. گرباڻي پڙهڻ، ڳوناٿن جا دک درد ٻڌڻ ۽ وس آهر سندن واهر ڪرڻ. بس، بابا پاڻ کي انهن ٻن ڳالهين ۾ غرق ڪري ڇڏيو هو. اسين ڪيس ڪراچيءَ اچڻ لاءِ چوندا هئاسين ته نه مڃيندو هو. ڪڏهن به وڏي اما لاءِ پڇندو ڪين هو. ها، سندس ڪارڊ ايندو هو ته ان ۾ وڏي امان لاءِ لکندو، ”جهامي خوش هوندي.“

هتي وڏي اما پنهنجي چرپڻ ۾ به ڪڏهن ڪڏهن مڙس جو نالو وٺندي هئي، سو به غصي ۾. اڪثر وڏي بابا سان جهڳڙو پيئي ڪندي هئي. جيتوڻيڪ هن جو اصلي غصو هو محبت ديري واري زميندا مٿان....

هڪ دفعي وڏي اما پرياٿ جو زميندار کي ڪچيون گاريون ڏيڻ شروع ڪيون. هونءَ ڪيس، منهنجي بابا ۽ ماءُ کا ڊپ لڳندو هو. پر ان ڏينهن ڪيس پرتاب کان به خوف نه ٿيو. پرتاب تن ڏينهن ۾ راشٽر سويم سيوڪ سنگهه جي شاخا ۾ وڃڻ لڳو هو. هن جو ڪو ساليانو اٺسو ٿيڻ وارو هو، سو سالگرام جي جاين ۾ رهندڙ ٻن چئن دوستن سان گڏ، پرتاب صبح جو سويل گهر جي آڳر ۾ لاٺي هلائڻ جي پرئڪٽس ڪري رهيو هو. وڏي امان کي الائي ڇا ٿيو، سو پرتاب کي چلائي چوڻ لڳي، ” هتي هوا ۾ پيا لٺيون ڦيرايو، تنهن مان ڇا ٿيندو؟ جي جوان آهيو ته وڃو زميندار جي ماڙيءَ تي، اُن شودي کي وڃي لٺيون هڻو. لٺيون هڻي هڻي مٿو پچي وجهوس. هن جي مٿي جي آڪڙ ڪڍو....“

مان اُن مهل ڪيلن جي وڻ جي سامهون واري ڪمري جي

دريءَ مان پرتاب ۽ سندس دوستن جون لاشيءَ جون ڪسرتون ڏسي رهي هئس. مون ڪي سمجهه ۾ نه ايندو هو ته وڏي امان زميندار ڪي ڇو ڪچا اکر چوندي هئي. چوندي به اهڙي نفرت ڀرئي لهجي ۾ هئي، جو زميندار سامهون ملي وڃيس ته هوند هن جو خون پي وڃي.

آخر هڪ ڏينهن زميندار واري ماجرا جي به خبر پيئي.

## ها اُهو ڏينهن مون کي چڱيءَ طرح ياد آهي...

مان هرديوي اسڪول ۾ ستون درجو پڙهندي هئس. منهنجي اسڪول جو وقت 8 کان 1 بجي تائين هوندو هو. اسڪول کان گهر اچڻ ۾ پندرهن منٽ کن لڳندا هئا. اُن ڏينهن مان اسڪول مان موٽي رهي هئس. جيئن ئي برنس روڊ جي منهن وٽ پهتيس، تيئن ٻن ٻيڙن شخصن کي ڏٺم. جيڪي واٽ ويندڙ هڪ شخص کان سالگرام جي جاين جو ڏس پڇي رهيا هئا. هنن ٻنهي جي هٿن ۾ ڪپڙي جون ڳوٿريون هيون... ڪپڙا ميرانجهڙا هئا ۽ منهن ٿڪل. ٻنهي کي ڌوتي خميس پيل هئي. مون کي پهرين دل ۾ آيو ته مان کين پاڻ سان وٺي وڃان. پر وري چيم ته واٽ ويندڙ شخص کين صحيح ڏس ڏيئي رهيو آهي... پاٺهي پهچي ويندا. مان تڪڙيون ٻرانگهون پريندي گهر اچي پهتيس. ٻن چئن منٽن کان پوءِ ئي در تي ڪڙڪو ٿيو. مون کي دل ۾ آيو ته شايد اُهي ئي هئا. مون کي هڪ چٽي چيو ته، ”امڙ، پائي مولچند جو گهر هي آهي؟“

چيو مانِ، ”ها... ها... اچو، اچو اندر.“

مون کين آڱر ۾ پيل صندل تي ويهاري وڃي اما کي ٻڌايو ته ٻه مهمان آيا آهن. اما ان مهل ڦلڪا پچائي رهي هئي، باقي هڪ ڦلڪو پچائڻو هوس، سو مون کي پچائڻ لاءِ چئي پاڻ آڱر ۾ ويئي. هنن ٻنهي کي ڪيلن جي وڻ سامهون جيڪو ڪمرو هو ان ۾ وڃي ٿانئيڪو ڪيائين. پوءِ رڌڻي ۾ اچي مون کي چيائين، ”گڏي! جود ڪر ٻه چار پاپڙ ۽ پاٽي ڪٽي اچ.“

مان پاپڙ پاٽي ڪٽي اتي ويس، ته خبر پيم هو ٻئي مهمان محبت ديري کان آيا آهن. منهنجي اما ڏاڍي خوش... مون کي اما جي خوشيءَ اچرج ۾ وجهي ڇڏيو. مهمانن کي چيائين، ”ادا، سنان پاٽي نه ڪيو هجيوَ، ته هلو سنان جاءِ توهان کي ڏيکاريان. توهين سنان ڪريو، تيسين مان توهان لاءِ روٽي ناهي تي وٺان.“

هنن ٻنهي جو نه سنان ۾ چاه هو، نه روٽيءَ ۾. هنن اما کي

چيو، ”پھرين پينڙي ملاءِ.“

اما چين، ”ها... ها چو نہ! وڏي اما سان ملجو، پر هاڻي هوءَ روني ڪائي سمهي آهي. اجها ٿي اٿندي.... تيسين توهين بہ مسافريءَ جو ٿڪ پچو.“

ائين مون کي خبر پيئي تہ هو وڏي اما جا ياڙ آهن. هڪڙي جو نالو ڊيلارام هو ۽ ٻئي جو گيلا رام. وڏو، ڊيلارام پخالڪو ڪم ڪندو هو. ڪوه مان پاڻي ڀري، ڳوٺ جي ماڻهن کي پهچائيندو هو. ان ريت چار ڏوڪڙ ڪمائيندو هو . ڪي ڳوٺائي ڪيس ڏوڪڙن بدلي اناج يا باقتي جو وال اڌ ڏيندا هئا. گيلارام کي پنهنجي ڏاند گاڏي هئي. هو هفتي ۾ ٻہ ٽي دفعا ڏاند گاڏي ڪاهي محراب پور، ڪنڌياري يا خانواهڻ ويندو هو. اتان ساڳئي ڏينهن واپس اچي ڪين سگهندو سو، جنهن بہ ڳوٺ ۾ رات پوندي هئس، تنهن ڳوٺ جي ڌرمشالا ۾ رهي پوندو هو. وري آسر جو ڏاند گاڏي ڪاهي نڪري پوندو هو. جيڪڏهن محرابپور اسٽيشن وڃڻ جو ويچار ڪندو هو تہ ان ڏينهن اڌ رات جو محبت ديري مان نڪرڻو پوندو هوس، چو تہ ڪراچيءَ کان ايندڙ ريل گاڏي صبح جو ڇهين بجي محرابپور اسٽيشن تي پهچندي هئي. ان گاڏيءَ مان لٿل مسافرن مان ڪو گيلا رام جي ڏاند گاڏيءَ ۾ سوار ٿيندو هو تہ ڪيس ڇگيرا ڏوڪڙ ملي پوندا هئا.

وڏي اما جا ٻئي ياڙ محنتي هئا. پيرسن ٿي ويا هئا تہ بہ پنهنجو ڪم ڇڏيو ڪين هئائون.

مون وڏي اما جي ٻنهي ياڙن کي، وڏي اما جي ڪمري جي دريءَ وٽ ويهي ڳوڙها ڳاڙيندو ڏٺو... وڏي اما ڪين سجاڳي ٿي نہ... دريءَ جون شيخون هنن جي ڳوڙهن سان پسي پيئون، پر وڏي اما سجاڳڻ تہ پري رهيو ڪين هر وقت دريءَ وٽان هڪالي پٺي ڇڏيو. چوين: ”ڪير آهيو؟ ڪنهن جي گهر جا آهيو؟ چو آيا آهيو؟ ڇا کپيو؟ مون کي ڇري ٿا سمجهو ___ ڇري هوندي ماٺهين، جوٺين___ تماشو ٿا ڏسن ڪميڻا، ڪتا ڪتان جا.“

ٻئي ڏينهن مان اسڪول مان آيس تہ وڏي اما جا ٻئي ياڙ، منهنجي اما سان رڌڻي ۾ ڳالهيون ڪري رهيا هئا. اما منجهند جي ماني رڌي ورتي هئي. ان مهل چلهہ تي رات لاءِ سائي ياڄي چاڙهي

رهي هئي. گيلا رام ۽ ڏيلا رام چلهه کان پريرو صندلين تي ويٺا هئا.... هنن اما کي پنهنجيءَ پيڻ جهاميءَ (وڏي اما) جي زندگيءَ جو اهو واقعو ٻڌايو، جيڪو 1930ع ڌاري ٿيو هو. وڏي اما تڏهن اٽڪل پندرهن سالن جي هئي.

محبت ديري ۾ زميندار جي ماڙي ڪلي هئي. هو پنيرڪي جو اچي وارد ٿيو هو. صبح جي وقت ڪوه کان ٿورو پريرو بيهي ڏنڊڻ ڪري رهيو هو. هڪ ٻانهو هڪ پاسي پاٽيءَ جو لوٽو جهلي بيٺو هو، ته ٻيو ٻانهو، ٻئي پاسي انگوڇو جهلي بيٺو هو. زميندار ڏنڊڻ ڪرڻ کان پوءِ جنهن مهل انگوڇي سان هٿ اگهي رهيو هو، تنهن مهل هن جي نظر ڪوه تي بيٺل نينگرين تي پيئي. انهن نينگرين مان هڪ هئي، جهامي. منهنجي وڏي اما، جنهن تي سندس نظر ٽڪي پيئي. بس زميندار جي اها نظر ته نه هئي پر وڄ هئي، جيڪا جلائي ڀسم ڪندي آهي.

اتان ئي وڏي اما جي سورن جي ڪهاڻي شروع ٿي ٿئي.

هن جو ڀاءُ ڏيلا رام پخالي هو، تنهنڪري جهاميءَ کي ڪوه تي وڃي پاڻي ڀرڻ جو ضرور ئي ڪونه پوندو هو، پر ان ڏينهن پاڙي جي ساهيڙيءَ سڏ ڪيس ته هل ڪوه تي هلون، سو جهاميءَ جي به دل سرڪي. ان ڏينهن سندس ماءُ پيءُ گهر ۾ ڪين هئا. هو ڪنهن ويجهي مائٽ جي قضيي تي محبت ديري کان ٻاهر ويل هئا.

جهامي، ڀائرن کان موڪل وٺي، سرتين سان ڪوه تي آئي هئي. هوءَ ۽ سندس ساهيڙيون خوب ڪلي رهيون هيون. ڪنهن مهل اڏامندڙ پکين کي ڏسن ته ڪنهن مهل، ڳئُن ۽ مينهن جي ڳچين ۾ ٻڌل ٽلين جو آواز ٻڌي اُن طرف نهارين...

ان ئي رات جو، جڏهن سڄو ڳوٺ ستو پيو هو، تڏهن، زميندار جا چالاڪ، ڏٺا مٺا ٽي ٻانها، جهاميءَ جي گهر جون ڀتيون ٽپي گهڙيا. اوپرن کي گهر اندر ٽپندو ڏسي، ٻڪرين ٻي ٻي ڪرڻ شروع ڪئي. ٻانها پاڻ سان هڪ وڏي ڳوڻ ۽ گيلا رام ۽ ڏيلارام جا ٻوٿ ٻڌڻ لاءِ ڪپڙا، نوڙيون ۽ بندوق وغيره سڀ ڪٺي آيا هئا، پر ٻڪرين جا ٻوٿ ڪيئن بند ڪجن، سو هنن کي سمجهه ۾ نه آيو. هو ماچيس جون تيليون ٻاري جيئن گهر اندر گهڙڻ لڳا، تيئن ٻڪرين وڏيڪ ٻاڪاريو.

جهامي ۽ سندس پائر ڪُڏ تي الڳ الڳ ڪٽولن تي سمهيل هئا. ٻڪرين جي ٻي ٻي تي هنن جي ننڊ ڪلي پيئي، هو ٽيئي جيئن ڪٽ تان هيٺ پيئي لٿا. ٽيئن سوڙهيءَ ڏاڪڻ تي ئي ٻانهن اچي ڪين جهليو. هنن گيلارام ۽ ڊيلارام جا ٻوٽ ٻڌي، ڪين ڪٽ تي ڏڪو ڏنو. پوءِ ڪيڪون ڪندڙ جهاميءَ جو ٻوٽ زور سان ٻڌي، ڪيس ڳوڻ ۾ وجهي رفو چڪر ٿي ويا. اهو ڪم هنن ايتريءَ هوشياريءَ سان ڪيو جو ڊيلارام ۽ گيلارام جون هڪ اوندهه جي ڪري ۽ ٻيو هنن مان هڪ ڇٽو جو هنن ڏانهن بندوق تاڻيو بيٺو هو. ان ڪري، بلڪل متيون منجهي ويئون. پوءِ ٻه ٻڌل ٻوٽن سان پيرين اگهاڙا، هو انهن ڏٺن مٺن بعدماشن جي پنيان پيگا. ماڙيءَ تائين پهچندي هنن جون انهن لٽيرن سان خوب ڇڪريون لڳيون. پر جنهن وٽ ڳوڻ ۾ بند ٿيل جهامي هئي سو ماڙيءَ تائين پهچي ويو. باقي زميندار جا، ٻه ٻانها، ڊيلارام ۽ گيلارام کي رستي روڪ ڪيو بينا رهيا. هنن وٽ بندوق سان گڏ چاقو ٻه هئا. جهاميءَ جا پائر بلڪل ٻي هتيار هئا...

اهو زميندار جو قصو ٻڌائيندي وڏي اما جا ٻئي پائر هنياءُ ڦاڙي روئڻ لڳا. اما کي چيائون، "بس توکي چا ٻڌايون، پرتاب ماءُ! اسين جهاميءَ جا قصور وار آهيون. ٻن ٻن پائرن هوندي اسان جي معصوم پينڙيءَ سان ههڙو بيداد ٿي گذريو. هوءَ ايڏي ننڍي هئي جو اجا ساماڻي ڇهه مهينا ڪين ٿيا هئس."

منهنجي اما ٻه ڏاڍي رني، پوءِ ترت پاڻ سنڀالي، سيني کي مٿ جو تڏو پاٽي پيٺاريائين ۽ ماني پائيندي گرٻاٽي اُڇارڻ لڳي.

ماني کائيندي، وڏي اما جي پائرن ٻڌايو ته: "ماءُ کي هن قصي جي خبر پيئي ته هن ڪٽ ورتي ۽ هوءَ وري سنئين لڳين نه اٿي. گهر جي سڄي ڪم جو بار اچي جهاميءَ تي پيو. صبح جو سوير جنڊ پيهڻ، ڏڌ ولوڙڻ، مکڻ ڪڍڻ، گهر کي ليپو ڏيڻ، رڌو پکو. ڪپڙا ڌوئڻ مطلب ته هرڪو ڪم جهامي ڪندي هئي. امڙ ڪنهن مهل پاڻ وٽ سڏ ڪري مٿي تي هٿ رکندي هئس ته هن جي هنج ۾ منهن لڪائي روئندي هئي. هن جي گل جهڙو مکڙو ڪومائبو ويو!"

ماني کائي اٿياسين. ان کان پوءِ ٻه ڪير رڌٽي مان چريو

ڪين. گهر جو رڌڻو چگهو وڏو هو. اسين اتي ئي تڏو وڇائي يا صندلين تي ويهي روٽي کائيندا هئاسين. روٽي کائڻ بعد، اما مون کي باسڻ ملڻ لاءِ چيو.

باسڻ ملينديءَ منهنجا ڪن وڏي اما جي پائرن ڏانهن هئا. هو اما کي جهاميءَ جي شاديءَ جي باري ۾ ٻڌائڻ لڳا...

اما چٽائي وڇائي، چانورن جو دٻو ان تي رکيو. پوءِ ٿالهه ڪٽي چانور ٻه سوئڻ لڳي ۽ ڊيلا رام ۽ گيلا رام جي ڳالهه ٻه گهٽي ڏيان سان ٻڌڻ ويني. هن چيو: "اسان جو پيءُ هاسا رام، محبت ديري جو معتبر شخص هو. هر ڪو هن کي عزت ڏيندو هو. هو وڻٽا ناهڻ جي ڪرت ڪندو هو. هن جا وڻٽا، خاص ڪري ڏاجي ۾ ڏيڻ لاءِ ماڻهو خريد ڪندا هئا. وڻٽا ناهڻ تي ڏاڍو نور نچوئيندو هو. موتين پريل، ستارن پريل ۽ڪناري زريءَ جي، عاج جو ڳن. اهي وڻٽا وڪڻڻ لاءِ گيلارام، ڊگي گاڏيءَ ۾ نکري پوندو هو. محبت ديري کي ويجهي ۾ ويجهو ڳوٺ هو، خانواهڻ. هو گهڻائي دفعا خانواهڻ جي ڌرمشالا ۾ رات ٽڪيو هو. اتي جي مکي، پيسو مل سان واقفيت هئس.

بابا هڪ ڏينهن اسان سان صلاح ڪري خانواهڻ ڳوٺ جي مکي، پيسو مل وٽ لنگهي ويو. هن سان وڃي اندر اوريائين ۽ سندس پيرن تي ڪري چيائين ته مون کي جهاميءَ لاءِ ور ڳولهي ڏي.

وڏي اما جا پائر مکي پيسو مل جا تورائتا هئا. چيائون ته، هو سچو سنت هو. اسان جو بابا ڪيس عرض ڪري واپس موٽڻ وارو هو ته بابا کي چيائين، "سائين هاسا رام! اڄوڪو ڏينهن اسان جي اوطاق ۾ رهي پئو. صبح تائين شايد ڪو رستو سُجهي پوي."

بابا اُها رات خانواهڻ ۾ رهي پيو. صبح جو پنجين بجي اڃي مکي پيسومل اوطاق جو در کڙڪايو. بابا کي بلڪل ننڊ ڪا نه آئي هئي. هن جيئن بيڪڙيل در کوليو، تيئن مکي پيسي مل بابا کي چيو، "سائين! ٽڪاڻي ۾ اڃي آسادي وار ٻڌو. سچيءَ دل سان گرونانڪ جي شرڻ پئو. آسادي وار کان پوءِ مان گروءَ مان وچن وٺندس، پوءِ اُن مطابق توهان کي پنهنجو ويچار ٻڌائيندس."

بابا هاسارام آسادي وار ۾ شريڪ ٿيو. پاڻ اسان سان ڳالهه ڪئي هئائين ته آسادي وار ٻڌندي سندس نيڻن مان نير نارا ڪري پئي

وهيو.

اُن ڪان پوءِ مکي پيسو مل گروءَ مان وچن ورتو.

وڏي اما جي پائرن مکي پيسو مل جي گڻن جي واکاڻ ڪندي چيو، "هن اسان جو بدل بيڙو تاري ڇڏيو. هن اسان جي بابا کي پرِ وهاري چيو، "پنهنجي پٽ مولي کي ڪراچيءَ منجو اتم ته ٻه چار درجا پڙهي اچي. دل ۾ خواهش آهي ته اسان پڇاڻان خانواهڻ واسي اسان جي فرزند کي مکي ڪن. هو سنڌي، هندي، انگريزي ڄاڻندو هوندو ته ڳوٺ جي وڏيڪ ڪم ايندو. هي جو گانڌي مهاتما انگريز کي تڙڻ جون ڪوششون وينو ڪري، سو نيٺ ته انگريز تڙبو، پوءِ پنهنجي سرڪار ٿيندي ته ڳوٺ جي واڌاري سدار لاءِ ڪو ته هجي جيڪو سرڪار سان لکپڙهه ڪري سگهي. مولي جي عمر سترهن سال آهي. سچي پادشاهه گرونانڪ صاحب جن جي آگيا ٿي آهي ته اوهان جي نياڻيءَ کي پنهنجي ننهن ڪيون. چوکر کي ڪراچيءَ مان گهرائي توهان کي نياپو ڪبو."

مون باسڻ ملي ٽانيڪا ڪري رکيا. پوءِ اچي اما جي پرِ وينيس. وڏي بابا جي شادي وڏيءَ اما سان ڪيئن طئه ٿي، اهو سوچي مان اڄ به اندازو لڳائيندي آهيان ته وڏي امان جو پيءُ سائين هاسارام ڪيڏو خوش ٿيو هوندو، جڏهن منهنجي پرڏاڏي مکي پيسو مل وڏي اما (جهامي) کي پنهنجي ننهن بڻائڻ جو فيصلو ٻڌايو هوندو.

وڏي اما جي پائرن منهنجي پرڏاڏي مکي پيسو مل جي نوراني شخصيت بابت وڏيڪ ذڪر ڪيو. چيائون: "مکي پيسومل جو سپنو هو ته خانواهڻ جو ڳوٺ اهڙو آدرشي ڳوٺ بڻجي جهڙو ڳوٺ مهاتما گانڌي چاهي ٿو. هن کي گانڌيءَ لاءِ گهڻي شرڌا هئي. هو پاڻ رڳو گرمکي ڄاڻندو هو، تنهن ڪري گانڌيءَ جي باري ۾ سمورو احوال گر مکيءَ ۾ حاصل ڪرڻ لاءِ هن هڪڙو رستو ڳولي ڪڍيو هو. سکر جي هڪڙي ڪيسواڻي ڪٽنب سان هن جي سڄاڻپ هئي. اُهي اصل خانواهڻ جا وينل هئا. ان ڪٽنب جو وڏوڀائي ڏيئومل ڪيسواڻي مکي پيسومل جو ننڍپڻ جو دوست هو. ان ننڍپڻ جي دوستي تي حجت رکي هٿائين ته گانڌيءَ بابت جيڪي اخبارن ۾ پڙهين، سو گرمکيءَ ۾ لکي موڪل. پائي ڏيئومل ڪيسواڻي، نيم سان ڪيس احوال لکندو هو. گانڌيءَ جو اهنسا ذريعي آزاديءَ جي هلچل، لوڻ جو ستياگره،

ڪئنٽ انڊيا هلچل، چرخي جو پرچار، سڀ ڪيس خبر هئي!"

وڏي اما جي پائرن وٽان پنهنجي ڏاڏي ڏاڏيءَ ۽ پر ڏاڏي بابت گهڻو ئي ڪجهه ٻڌم.

وڏي اما جي پائرن گهڻا ئي وس ڪيا ته وڏي اما کين سڃاڻي، پر وڏي اما کي هوش نه آيو. هو ڏاڍا نراس ٿي واپس ويا. هو صرف ٻه ڏينهن اسان وٽ رهيا هئا، انهن ٻن ڏينهن ۾ هنن کي منهنجي ماءُ سان اهڙو نينهن ٻجهي ويو، جو موڪلائڻ مهل اما کي پيرين پئي چيائون، "سڳي ڀيڻ ته حال ۾ ڪانهي جو سڃاڻي، پر، پرماتما اسان کي نئين ڀيڻ ڏني. تون اسان جي ڀيڻ جي ننهن آهين، پر اسان توکي پنهنجي ڀيڻ ٿا وسهون."

## ڪراچيءَ واري گهر جو هڪ ٻيو واقعو:

آڌيءَ رات جو وڏي اما زور زور سان بابا کي سڏ ڪرڻ لڳي، "مولا. او مولا."

ان وقت رات جا ٻه اڍائي لڳا هوندا. مان ڪيلن جي وڻن سامهون واري ڪمري ۾ سمهي پيئي هئس. مون وڏي اما جا سڏ پڌا. ٻن منٽن کان پوءِ وڏي اما جي روئڻ ۽ ڳالهائڻ جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. هوءَ چئي رهي هئي، "وڄ وڄي پٺيس ڪي وني آءُ. ڪتان ٻه وني اچينس، مون کي ساڻس اڄ جهيڙو ڪرڻو آهي، هڪ هڪائي ڪرڻي آهي. مون کي لٽا لهرائي هليو ويو. ڇو؟ ڪهڙو ڏوهه ڪيو مون؟ گار مون کي پاڻ ڏنائين مان ڇو سهان، ڇو سهان؟"

اول مون چاهيو جيڪر مان اٿي آڳر ۾ وڃان، پر اٿي ئي خيال آيو ته شايد بابا ۽ اما کي ائين نه وڻي. وڏي اما جو اوچو آواز ٻڌي ته خوف وچان ڪنبي رهي هئس، ته ايتري ۾ ڏکن جا آواز ٻڌم. سمجهي ويس ته بابا وڏي اما کي ڏک هڻي رهيو آهي، هوءَ چپ جا نه ٿي ڪري. اوڙي پاڙي جي ننڊ ٿي ڦٽي. ڪير ٻه سندس آواز ٻڌندو ته گهر لاءِ شرمساري آهي.

ٻن چئن منٽن ۾ سانت ٿي ويئي. اهو تصور ڪري ته بابا جا ڏک کائي وڏي اما، ساڻي ٿي ڪٽ تي اونڌي منهن پيئي سهڪندي هوندي، منهنجين اکين مان پاڻي اٿلي پيو هو. اهڙن ڏينهن تي نه رڳو بابا سُن ٿي ويندو هو پر سڄي گهر کي خاموشي وڪوڙي ويندي هئي. آڳر ۾ رکيل صندل جو ڪاٺ چڻ وڏيڪ کهرو ٿي ويندو هو. ان تي وهبو هو ته رهندون پونديون هيون. ڪيلن جي وڻن جا لنبا ساوا پن، هوا گهلڻ تي به لڏندا ڪين هئا. عجب اهو ته هڪ نوريئڙو جيڪو پيو وڻ تي نينگ ٽپا ڏيندو هو. سو به مانڙي ڪري ڪنهن تاريءَ کي چنبڙي، ويچارو ٻڇي ويهي رهندو هو.

اما کان ٻڌو هوم ته خانواهڻ جون نانديون نيٺيون، وڏي اما تي رشڪ ڪائينديون هيون. هنن مٿس هڪ چوٽي ٻڌي هئي:

*جهـــــامي ۽ مـــــتڙس هولــــو*
*ٿـــي پيـــو ســـندس گولـــو*
*ڏســــي جهـــامي ۽ جـــو چولـــو*
*مـــتڙس ســـان ٿيـــو آهـــي رولـــو*
*پيـــنر ! ڪـــائو ويهـــي لولـــو*

مـون تـہ جهـامي نـہ ڏٺـي، مـون ڏٺـي وڏي امـا. سـوچيان ٿـي، قـدرت جو هي ڪهڙو قهر هـو؟

فـون جي گهنٽـي وڳـي آهـي، تـڏهن سـجاڳ ٿـي آهيـا ن . ڇـڻ ننـڊ ۾ هئـس ۽ سـپني ۾ ڪراچـيءَ ويئـي هيـس. پنهنجـي گهـر ۾ سـائيءَ ڇپـر جي ڪناري لڳـل ٻنـي تـي وينـي هيـس. سـامهون واري دريءَ مـان وڏي امـا کـي ڏسـي رهـي هيـس. تيرهـن چوڏهـن سـالن جي ٻڌجي ويئـي هئـس مـان.

فـون کڻـي چـوان ٿـي ، " هيلـو."

دبئـيءَ مـان منهنجـي ڌيءَ شـينا جـون فـون آهـي. هـوءَ چـوي ٿـي، "ممي! تنهنجـو خـط مليـو آهـي. اسـين سـومر ڏينهـن ڪراچـيءَ پيـا وڃـون . هـا ممـي، تنهنجـو برنـس روڊ وارو پيڪـو گهـر ڏسـڻ ضـرور وينديـس. تـو جنهـن ونگـي ڪاسـائيءَ بـابت لکيـو آهـي، سـو شـايد ملـي وڃـي...."

فـون رکـي اٿـي ئـي سـوفا تـي ويهـي رهـي آهيـان. شـينا ڪراچـيءَ ٿـي وڃـي.... ڪراچـيءَ جـو نـالو ٻـڌي دل جـي ڌڙڪـن تيـز ٿـي ويئـي آهـي. منهنجـي نصيـب ۾ ڪراچـيءَ وڃـڻ لکيـل ڪونهـي، تنهـن ڪـري ڌيءَ کـي لکيـم

ڪنهـن تـي ڄـاتو. منهنجـي ڌيءَ شـينا. منهنجـيءَ مـاءُ انـدرا جـي ڏوهٽـي.جيڪـا جنمـي، پلـي نپنـي بمبئـيءَ ۾ .... سـا دبئـيءَ وڃـي سـنڌي مسـلمان. رزاق نـالي ڇوڪـري سـان لائـون لهنـدي. ان سـڱ سـانگي کيـس ڪراچـيءَ وڃـڻ جـو موقعـو ملنـدو!

منهنجـي پـٽ منوهـر کـي دبئـي وسـائي ڏهـہ سـال ٿـي ويـا آهـن. ڌيءَ شـينا هتـي اسـان سـان بمبئـيءَ ۾ رهنـدي هئـي. بـي اي ڪيـائين. بـامبي ٽيليفونـس ۾ نوڪـري ڪنـدي هئـي. هـن کـي بـہ ان جـل دبئـي ڇڪـي

ويو. منهنجيءَ ننهن جو پهريون ويم ٿيڻ وارو هو. ان وقت منوهر پيڻ ڪي وزٽ ويزا تي گهرايو. هوءَ ٻه مهينا موڪل وٺي دبئيءَ ويئي. اتي منوهر جي دوست رزاق سان پريت ٻڌجي ويس.

وقت جي درياهه ۾ پنتي ترندي وري ڪراچيءَ پهچي ويس.

مان اُن گاڏيءَ ۾ چڙهي هر ديوي اسڪول جي پنهنجي ڪلاس جي ڇوڪرين سان، گڏ ڪلفٽن وڃي رهي آهيان. خوب مزو اچي رهيو آهي ، اُميد ئي ڪا نه هئم ته اما پڪنڪ لاءِ موڪل ڏيندي. ٿورا ڏينهن اڳ مون ڪانئس راشتر سيوڪا سمتيءَ جي شاخا ۾ وڃڻ جي موڪل گهري هئي. اسان جي پاڙي مان ڪملا ۽ سريءَ وڃڻ شروع ڪيو هو. اها شاخا اندين گرلس اسڪول جي ميدان تي شام جو ڇهين ڪان ستين بجي تائين لڳندي هئي. منهنجي دل سرڪي ته مان به وڃان، پر اما چيو ، "ڏس ڳٽي، ساهيڙين سان ريس نه ڪر. منهنجي ڏاهي ڌيءَ آهين نه. اسان جون حالتون بيون آهن. مان چوويهه ئي ڪلاڪ ڪم ۾ ڳيتل تي رهان. آهي ناهي، تنهنجي ٿوري هٿي اتم."

اها ڳالهه ياد هئم. سو ڏڪندي، ڏڪندي اما ڪان پڪنڪ لاءِ موڪل گهريم. يڪدم مون کي ڇاتيءَ سان لائي چيائين،" يلي وڃ، آرتوار جو ڏينهن آهي. تنهنجو پيءُ گهر ۾ هوندو، بيو نه ته وڏي اما جو اونو ته ڪين هوندم."

شام جو پڪنڪ تان واپس موٽيس ته ڪلفٽن صفا وسري ويو. ڪلفٽن جي سمنڊ ۾ سنان ڪندي ڇولين جي هنج ۾، منهنجي جسم جيڪو لاڏ ڪيو هو ،ان جي مستي سرير مان موڪلائي ويئي.

وڏي اما چلائي رهي هئي. هوءَ پنهنجي مڙس تي ڏوڙيو وسائي رهي هئي. چوي پيئي،" هڪ گهمرو رڳو گڏجي اهو مڪي هولارام. ته ڇونديسانس ته منهنجي پيرن تي ڪري مون ڪان معافي وٺ. ڳوٺ ۾ ڏوهارين ڪان معافي ٿو وٺائين! وڏو ڏوهاري ته تون آهين."

اما ڪيس گهٽو ئي اشارن سان چپ ڪرائڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي پر هوءَ چپ ئي نه ڪري.

هڪ واقعو اجا مس وسرندو هو ته وري بيو ٿيندو هو. پڪنڪ

واري ڏينهن کان چار پنج ڏينهن پوءِ جي ڳالهه آهي:

منهنجيءَ اما کي، وڏي اما جي ڪمري مان منجهند جي مانيءَ وارا جوٺا باسڻ کڻڻ وسري ويا هئا. شام جو اچي ياد پيس. سوچيو هوندائين تہ ڪنجي کٺان، ڪلف لاهيان، تنهن کان دريءَ مان کٽي تي وڏي امان کان باسڻ وٺان. دريءَ جي شيخن وٽ بيهي، وڏي اما کي چيائين، ”پڳوان پلو ڪندءِ، امي اها جوٺي ٿالهي تہ کٽي ڏي، پٽ تان.“

وڏي اما جنسي بادلن وانگر گرجي هئي اُن ڏينهن .اڪيون ڦوٽاري اما مٿان برسندي چيائين، ”ڇا چيئي؟ جوٺي! تون بہ ٿي جوٺي چئينم، ڇو؟ مڙس ڇيو تہ تنهنجي بہ ٻيگهي متي، جوٺي هونديءَ تون — ماٺهين، پيٺين.“

ڳالهائيندي ٿالهي، گلاس ۽ ڪنگو جيڪو هٿ آيس سو دريءَ مان اُڇلائيندي ويئي. جڏهن وڏيڪ ڪجهہ ڦٽو ڪرڻ لاءِ نہ مليس، تڏهن ڪمري ۾ اچ وچ ڪندي وڪلڻ لڳي، ”مڪي هولارام کان رڳو نہ، توهان سيني کان معافي وٺرائيندس. مون کي جوٺي ٿا چئو. پاپ ڪو پويو. شل جڻ ٻچي ناس ٿيوَ.“

اما جون تہ ٻہ بہ ويئون، ڇهہ بہ ويئون. هوءَ وسي ٿي ويئي. هوءَ سمجهي نہ سگهي تہ بابا ڪيئن وڏي اما کي اهو لفظ جوٺي چيو هوندو. هو تہ سنت جن آهن. منهنجي اما چوندي هئي تہ موت لاءِ ڪو بهانو کپي. وڏي اما جا، ڪپڙيءَ ۾ جيترا ڪٺا هئا، هوءَ جيئري رهي. اهي ڪٺا تہ هوءَ هلندي ٿي. پر وڏي اما جو جنهن نموني موت ٿيو، مون کي لڳندو آهي تہ هن جي موت جو ڪارڻ مان آهيان. ان وقت منهنجي 14 سال عمر هئي. وڏي اما جي موت تي ايترو رنو هوم، جو اڄ 40 سال گذرڻ بعد بہ منهنجي دل تان اُهو بار هٽيو نہ آهي.

ان ڏينهن سويل صبح جو مان آڱڙ پار ڪري هود ڏانهن وڃي رهي هئس. ننڊ مان اٿي هود ۾ وڃڻ لاءِ وڏي اما جي ڪمري وٽان لنگهڻو پوندو هو. ڪيلن جو وڻ آڱڙ جي هڪ ڇيڙي وٽ هو تہ باٿ روم آڱڙ جي بلڪل ٻئي ڇيڙي وٽ. سڄي گهر جي پنيان، الڳ تلڳ.

باٿ روم طرف ويس پئي تہ وڏي اما جي مون تي نظر پئجي ويئي. منهنجي گهاگهري جي پنيان داغ ٿي پيو هو. مان ڊُڪندي باٿ

روم ۾ هلي ويس. اتي وڏي اما جون رڙيون ٻڌڻ ۾ آيون . هوءَ پٽ کي سڏ ڪري چوڻ لڳي، ”اڙي او مولا، آئي او اندرا وٺل تي ويو. هيءَ جوان تي ويئي. چا نالو اٿس گٽي، گٽي – هاٿي چا تيندو؟ ڏاڙيل ايندا، هن کي ڳوڻ ۾ وجهي کڻي ويندا.“

بابا هميشه وانگر ڪلف کولي اما کي هڪ ٻه ڏَڪ هنيا. هوءَ ان ڏينهن ڏک کائي بيهوش ٿي ويئي. جڏهن اڌ ڪلاڪ تائين به هوش نه آيس، تڏهن بابا گهبرائجي ڊاڪٽر ڏانهن ڀڳو. هو ڊاڪٽر نارائڻ داس مير چنداڻيءَ کي وٺي آيو. هن وڏي اما جو علاج شروع ڪيو پر هن جي بچڻ جي اميد نه ڏني.

بابا خانواهڻ ماڻهو ڊوڙايو. آرٽلري ميدان تي بابا جو هڪ دوست احمد حسين رهندو هو. بابا جي عرض ڪرڻ تي چاچي احمد حسين پنهنجي پائنتي کي خانواهڻ موڪليو. هو ٻن ڏينهن ۾ وڏي بابا کي خانواهڻ مان وٺي آيو.

ٻه ڏينهن وڏي اما هنڌ تي ئي پيئي هئي. هن جي ڪمري جي دروازي کي ڪلف لڳائڻ جي ضرورت نه هئي. هن اتفاق سان منٽ اڌ لاءِ اک پٽي پئي، پوءِ وري بوتي پئي ڇڏيائين.

بس، ڇڻ ٻه ڏينهن به مڙس لاءِ ترسي هئي. رڳو اها ئي رات ڪڍيائين. وڏو بابا، وڏي اما جي سيرانديءَ کان وينو رهيو. ضروري حاجت کان سواءِ اتان چريو ئي ڪو نه ٿي. هڪ ڀيرو اما اک پٽي ته وڏي بابا چيس ”پيرسن مڙس کي خانواهڻ کان پڇايو اٿيئي، ڳالهاءِ ته سهين. سڃاڻين ٿي ته تنهنجو هولو آهيان.“

وڏي اما خالي نگاهن سان مڙس ڏانهن ڏٺو. هن کي سڃاڻپ ۾ نه آيو وڏو بابا!

وڏي اما جي حالت بگڙجندي ڏسي، منهنجيءَ اما دل مضبوط ڪري سهري کي چيو،” پل چڪ بخشائي ڇڏيوس ۽ دان پنج به ڪرائي ڇڏيوس.“

وڏو بابا، وڏي اما جي پيرن تي هٿ رکي روئڻ لڳو. نڙيءَ مان گهگهو آواز نڪتس. چيائين،” جهامي! مون کي معاف ڪجانءِ!“

وڏو بابا سمجهي ويو ته وڏي اما جو وقت پرجي آيو آهي. هو

سڪمني پڙهڻ لڳو جيڪا برزبان ياد هيس.

سندس گهگهو آواز وڌيڪ گهگهو ٿيندو ويو ۽ ٻوڙهن جي ڌار وڌيڪ تيز ٿيندي ويئي.

پرپيات جو پنجين بجي ختم ٿي ويو سڀ ڪجهه ! وڏي اما وجي انت ڌام پهتي.

ٻارهن ڏينهن گهر ۾ گرو رکيل هو. گرو گرنٿ صاحب جو پاٺ وڏو بابا پاڻ ڪندو هو. رڳو شام جو ڇئين ڪان ڇهين تائين، هڪڙو ساڌ ڪيرتن ڪرڻ ايندو هو. ڪراچيءَ ۾ رهندڙ گهٽا ئي مٽ مائٽ پرچاٽيءَ لاءِ آيا. اوڙي پاڙي جي ماڻهن به پير پريو. منهنجيءَ ساهيڙي مايا جي ماءُ ستياما به ٻارهي تي آئي، هوءَ اسان وٽ اچڻ ڇڏي ڏنو هئائين!

منهنجي اما جو ڪم ڏاڍو وڌيل هو. گهر جي ڪم ۾ آئي وئي کي منهن ڏيندي هوءَ ٿڪجي فنا ٿي پيئي. مون کي سچو وقت پاڻ سان رڌڻي ۾ بيهاريندي هئي. تي ڏينهن مان اسڪول به نه ويس. چوٿين ڏينهن صبح جو اما نند مان اٿاري چيو، ”گڻي! اڄ ڪان تون اسڪول وڃ.“

اما ان ڏينهن به هميشه وانگر رسيس لاءِ ٽڪو خرچي ڏني. مان هر روز ٽڪي جي ڪڙهي ڊبلروٽي کائيندي هئس. هڪڙو پئيو اسان جي اسڪول ۾ رسيس مهل ڪڙهي ڊبلروٽي وڪڻڻ لاءِ ايندو هو. ڇا ته غضب جي ڪڙهي ناهيندو هو.

ان ڏينهن مون ڪڙهي ڊبلروٽي نه کاڌي. رسيس ۾ پنهنجيءَ بينچ تي ڪلاس ۾ اڪيلي ويني رهيس. وڏي اما کي گذرئي اڃا چار ڏينهن ٿيا آهن ۽ مان ويهي ڪڙهي ڊبلروٽي کانوان! اهڙي ويچار مونکي روڪي رکيو. جيتوڻيڪ ٻن ٽن ڏينهن کان پوءِ وري ڪڙهي ڊبلروٽي کائڻ شروع ڪئي هئم.... مون کلڻ، ڳالهائڻ به بند ڪري ڇڏيو هو. اندر مان آواز ايندو هوم: اڙي گڻونتي، تنهنجي ڏاڏي گذاري ويئي آهي سو به تنهنجيءَ چنتا ۾! توکي کلڻ ، ڳالهائڻ جو حق ڪونهي. اها ڳالهه ٿورا ڏينهن هلي، پوءِ وري دستوري جيون شروع ٿي ويو.

ڪٿي آهين وڏي اما نون؟ ڪاش مرڻ وارو پنهنجو پتو ڏيئي ويندو هجي. پتو هجيم ته توکي خبر ڏيان، وڏي اما! تنهنجي گڻيءَ سکي سنهنجي زندگي گذاري آهي.

وڏي اما جا پراڻ نڪتا تہ وڏي بابا جي ساہ جي تند ڇڇي پيئي. هو ماڻهو ئي بيو ٿي پيو،ڏک جي صورت. پارهي ڪان پوءِ جلد خانواهڻ وجڻ پيو چاهي پر اسان سيني منت ميٽ ڪري ڪيس پاڻ وٽ مهينو رهائي ڇڏيو.

هڪڙيءَ منجهند جو وڏي اما جي ڪمري ۾ ٺي وينا هئاسين. وڏو بابا، مان ۽ منهنجي امان. وڏو بابا ڪٽولي تي، مان ۽ اما پٽ تي. اما ڇڄ ۾ ڪٽڪ ڇڙي ٽين جي دٻي ۾ وجهندي پئي ويئي. مون کي وري ڇانور سوئڻ لاءِ ڏنا هئائين.

وڏي بابا چيو ، ”ڪنوار! گهڻائي انسنا ڪيا هئم. بابي خاص ڪراچيءَ منجو، ٿورو لکڻ پڙهڻ بہ سکي آيس. دل هيم تہ ڳوٺ ۾ اسڪول کلي. ان لاءِ مهاتما گانڌيءَ کي خط لکڻ تي دل هئي تہ خانواهڻ اچي، اسان کي راهہ بتائي. پر سسٽين جي بيماريءَ ڪان پوءِ چاهہ ئي مري ويو.“

”وڏي اما کي مغز جي بيماري ڇو ٿي؟“ اما ڪٽڪ ڇڙيندي، وڏي بابا جي منهن ۾ نهاري پڇيو.

”ڪنوار سسٽيڻ هتي ڇرپڻ ۾ ڇيچلائيندي رهي ۽ هتي مان اندر واري جا ڇهبوڪ ڪائي ساڻو ٿي پيس.“

اما ڇڄ ڪٽي پٽ تي رکيو. پاڻ اٿي، ڪٽ تي وڏي بابا جي پاسي ۾ ويٺي. وڏي بابا کي چيائين، ” توهان جو اندر وارو توهان کي ڇهبڪ ڇو ٿو هڻي؟ توهان تہ ڪڏهن ڪٺليءَ ئي بہ نہ ڏکويو آهي.“

”ڪنوار، ڪنوار“ بابا جون پاسريون ٽڙڪڻ لڳيون. نڙي گهگهي ٿي ويس. اما مون کي اشاري سان پاڻي آڻڻ لاءِ چيو. مان پاڻي ڪٺي آيس. وڏو بابا پاڻي پيئڻ لڳو تہ اما سندس پنيءَ تي هٿ ڦيرڻ لڳي. ڇڻ هو سندس سهرو نہ، پٽ هجي. وڏي بابا پاڻي پي ورتو تہ اما ڪانئس گلاس وٺي پٽ تي رکندي چيو، ”ڏک دل ۾ نہ سانديو. مون کي ٻڌايو تہ ڇا ٿيو هو. مان توهان جي پنهنجي آهيان.“

”ڪنوار تون پنهنجن ڪان پنهنجي آهين. تو سسُ جي جهڙي شيوا ڪئي، تهڙي ڪير ڪري؟ تو سسٽين ۽ منهنجي جيءَ جو انگ آهين.“ ٿوري دير چپ رهڻ بعد بابا پڇيو، ” ڪنوار توکي زميندار واري

ڳالهہ ٻڌل آهي؟"

اما چيو، "ها، اميءَ جا پائر آيا هئا، پيائي ڏيلارام ۽ گيلارام."

"اُهو ڪميڻو زميندار ڪراچيءَ ۾ گڏيو هو." تورو رُڪجي ويو، بابا. پوءِ چيائين، "هن کي خبر هئي تہ مان جهاميءَ سان پرڻيو آهيان. مون کي چيائين،"تو وارو گل مون هٿ ڪيو هو. پاڻ گل هڪ دفعو سنگهي ڇڏي ڏيندا آهيون. اسان کان گل سنڀالڻ نہ پڄندا آهن."

"مون کي ڇڻ نانگ ڏنگيو. مون کي ان حقيقت کان بي خبر رکيو ويو هو. جيڪر بابو وهانو کان اڳ ان قصي کان آگاهہ ڪريم ها.

بس ڪنوار، ڪروڌ اچي ويو. ڪروڌ زميندار تي اچڻ گهربو هو. پر ڪڌيم جهاميءَ متان. سَسٽين کي چيم: منهنجيءَ قسمت ۾ جوٺي زال لکيل هئي. منهنجي زبان مان نڪتل ان جوٺي لفظ تيرہ وانگر چيي سسٽين جو مغز ٻہ اڌ ڪري ڇڏيو.

ڏاڍي سوُ ايماڻ هئي، سَسٽين. چيخي چيائين : مان ڇا پنهنجيءَ مرضيءَ سان ويئي هئس زميندار وٽ؟ مون تي کهڪاءُ پوڻ کپيئي. مون کي جوٺي تو سڏين؟ معافي وٺ، نہ تہ مون سان نہ ڳالهاءِ.

"مون وقت تي ڪين ساڱاهيو. پوءِ گهٽو ٿي پڇتايم پر چڙيا چڳ گئي ڪيت."

بابا منهن گوڏڻ ۾ لڪائي چيو." ڪنوار جهامي هيري جي ڪٽي هئي جيڪا منهنجي هٿن مان ڪري پيئي."

وڏي بابا جي ڳالهہ ٻڌي، اما زار زار رنو هو.

وڏو بابا جيترا ڏينهن ڪراچيءَ ۾ رهيو، منهنجيءَ اما جي پير ۾ هوندو هو. هر ڪم ۾ واهر ڪندو هوس. اما گهٽو ٿي چوندي هئس تہ توهان جو ٻيڙو سرير آهي هلاڪي نہ ڪيو، بابا. پر وڏو بابا پاچيون وڍي، اما ڪپڙا ڌوئي، تہ اُهي ڇنڊي سُڪائڻ وجهي، هنڌ بسترا ناهي. مان اسڪول مان موٽندي هئس تہ اڪثر ان مهل اما قلڪا پيئي پچائيندي هئي ۽ وڏو بابا رڌڻي ۾ اما سان ڳالهيون ڪندي پالڪ ميٿي وغيره صاف پيو ڪندو هو.

وڏو بابا هڪ مهينو اسان وٽ ڪراچيءَ ۾ رهيو. ان عرصي ۾ هن هڪ نئون ،نرالو متر ناهيو. اهو هو هڪ منڊو فقير. اهو فقير

ڀڳت ڪنور جو شيدائي هو. ڪنور جي ڪسجڻ جو صدمو سهي نہ سگهيو هو. ڪنور جي شهادت جي ڏينهن کان، دنيا سان لڳ لاڳاپا لاهي، سنڌ جي شهرشهر، ڳوٺ ڳوٺ، ڳلي ڳليءَ ۾ پريات ويلي ڳائيندو ڦرندو هو. ڇهين، ٻارهين مهيني برنس روڊ تان بہ ڳائيندو لنگهندو هو.

وڏي بابا جي هوندي هڪ پريات جو هن جو آواز ٻڌڻ آيو.

”رام سمر پريات ميري من“

اُن منڌي فقير جي آواز وڏي بابا جي دل کي گهائي ڇڏيو. وڏو بابا هن جي پنيان پنيان ويو. هو ڳائيندو وڃي، روئندو بہ وڃي. ڪير پئسا ڏئيس تہ بہ نہ وٺي، هٿ جوڙي انڪار ڪري.

رام سمر کان پوءِ ٻيو ڪلام بہ ڳائيندو هو:

*”نالي الک جي ٻيڙو تار منهنجو“*

وڏو بابا اکين مان نيسارا وهائيندو هن جي پنيان هلندو ويو. برنس روڊ پار ڪري، ساهي پٽڻ خاطر اهو فقير گانڌيءَ جي پتلي هينان وڃي ويٺو. وڏو بابا اتان ڪيس گهر وٺي آيو. سڄو صبح هن جو ڳائڻ ٻڌائين. ڪيس ٿي ڏينهن لاڳيتو گهر آندائين. جڏهن فقير وڃڻ وارو هو، تڏهن وڏي بابا ڪيس عرض ڪيو، ”سچڻ! خانواهڻ اچو، ڌرم شالا ۾ اچي اسان سان گڏ رهو. توهان جو راڳ هردو پوترُ ٿو ڪري.“

فقير جي وڃڻ کان پوءِ اڪثر وڏو بابا پريل دل سان هڪ ئي ٽڪ پيو ورجائيندو هو.

*” نندر آءُ نماڻي — نندر آءُ نماڻي“*

سنڌ، سال ستيتاليهن ۾ ڇڏيسين. جلد ئي جنوري 48ع ۾ گانڌيءَ کي گولي هٽي ماريو ويو. گولي هٽندڙن جون هي گوليون وئرت ٿيون وڃن. ڪنور، گانڌي، سقراط ڪير مئو آهي؟ منڌي فقير جهڙا شيدائي هنن کي سدائين جيئرو رکندا.

ذري گهٽ پنجاه سال ٿي ويا. اڄ بہ منڌي فقير جو سڪل بدن ۽ هيساٽل چهرو ياد اٿم.

هڪ ٻيو شخص جنهن جو چهرو توڙي ڳالهيون ياد آهن، سو هو ونگو ڪاسائي. وڏو بابا جڏهن واپس خانواهڻ وڃڻ لاءِ سنبريو، تڏهن اهو ونگو ڪاسائي ڳوٺ جي ٺڪاڻيدار پريتمداس سان گڏ اسان وٽ ڪراچيءَ ۾ آيو هو. هو ان وقت پندرهن ڪن سالن جو هو. وڏي بابا ڳالهه ڪئي هئي ته ونگي جي ماءُ پيءُ جو پتو ڪونهي. هو ٻن ٽن سالن جو هو، جو هڪ ڏينهن محرابپور اسٽيشن ٻاهران اڪيلو ٻاڪاري رهيو هو. ڳوٺ جي ڏاند گاڏيءَ واري حُسين ڪي قياس پئجي ويو. هن ونگي کي آڻي وڏي بابا جي حوالي ڪيو. وڏي بابا مکيءَ جي حيثيت ۾ هن ٻار جي پرگهور لهڻ جو بار رکيو ڳوٺ جي ڪاسائيءَ تي.

ونگو جڏهن تيرهن چوڏهن سالن جو ٿيو، تڏهن اهو ڪاسائي گذر ڪري ويو. هن کي پنهنجو اولاد ڪين هو، سو ائين ونگو ڪاسائڪيءَ ڪرت ۾ گهڙيو. ڪرت ڪاسائڪي، پر دل جو ڪُنئرو. ٻاڻ گوشت نه کائي. ونگي جي هڪ ٻي خاص ڳالهه اها هئي جو ڪير ٻه پڇيس: اڙي ونگا، تون ڪير؟ ته اُمالڪ وراڻي: سائين مان نه هندو، نه مسلمان، مان توهان جو ٻانهو!

اُهو ونگو وڏي بابا سان ڪراچيءَ ۾ ڪيئن اچي مليو! سو ياد ڪري سمجهه ۾ نه ٿو اچي ته هڪ انسان، ٻئي انسان سان هيتري محبت ڪهڙي سگهه سبب ٿو ڪري؟ محبت ڪرڻ جو سبب سگهه هوندو آهي؟ ونگو، وڏي بابا جي پيرن تي ڪري روئڻ لڳو هو. چوي: ”مون نڌڪي جا ڏٺي، هيڏا ڏهاڙا توهان جو منهن نه ڏٺو اٿم. خانواهڻ ٻسو ٿو لڳي. اوهين هاڻي هلو... امڙ ته وڃي ٻئي جهان رسي...

ونگو، صبح جو سوير وڏي بابا کي پيرين پوڻ لاءِ ڏرم شالا ۾ ويندو هو. رات جو وڏي بابا کي اڌ ڪلاڪ ڪن پيرون ڏيندو هو. وڃڻ وقت وڏي بابا جي پيرن تي هٿ رکي پوءِ ويندو هو.

شايد هو اڃا حيات هجي ۽ خانواهڻ ۾ ئي رهندو هجي. ونگي تي سنڌ مان لڏڻ جي نوبت ئي نه آئي، چو ته هن کي خبر ئي نه هئي ته هو هندو آهي يا مسلمان!

انسان جي اندر ضرور ڪو تهخانو آهي! ڪڏهن اهو ياد نه هوندو آهي ته مون ڪلهوڪو ڏينهن ڪيئن گذاريو، پر اندر جي تهخاني ۾ پنجاهه سال اڳ جي گذاريل ڏينهن جي يادگيري سلامت آهي.

جنهن ڏينهن وڏو بابا خانواهڻ آسهيو هو، سو آرتوار جو ڏينهن هو. آرتوار ان ڪري ياد اٿم، جو منهنجو پياءُ پرتاب سوير صبح جو سنگهه جي شاخا ۾ ويو هو. مون کي اسڪول نه وڃڻو هو، سو مان ننڊ مان تورو دير سان اٿي هئس. ڪمري مان نڪران ته ڏسان آڳڙ ۾ صندل تي وڏو بابا ، منهنجي اما ۽ ڪاڏيءَ جي ساڙهين ۾ ڍڪيل ٻه زالون — ويهي ڳالهيون ڪري رهيا آهن . هڪ زال کي مون پنيءَ مان ئي سڃاتو، هوءَ دادي طوطي هئي. اڇي ساڙهي، سائي بارڊر سان، پنيءَ تي ڊگهي چوٽي پئي لٽڪيس. دادي طوطيءَ کي سچو ڳاڏي٠ڪاتو سڃاڻيندوهو، هوءَ پنهنجي ڪنهن نه ڪنهن ساٿياڻيءَ سان گڏ آرتوار ڏينهن صبح جو گهر گهر ۾ ڪاڏيءَ جو پرچار ڪرڻ لاءِ ويندي هئي.

مون ڪان منهن ڌوئڻ به وسري ويو، مان صندل وٽ اچي بيٺس. وڏي بابا هنن ڪان ٻه وال ڪاڏيءَ جا ۽ ٻه پرچا هفتيوار مخزن ”دڪايل“ جا خريد ڪيا هئا. ڪاڏي هئي انيس آني وال ۽ مخزن جي قيمت هئي پنج پئسا. وڏي بابا هڪ رپيو ۽ ڏهه پئسا دادي طوطيءَ کي ڏيئي چيو، ” ڪوي هوند راج دڪايل کي منهنجو نمسڪار چئجو. ڪين ٻڌائجو ته سندن ڪوتائون ”وڻ ۽ کهاڙو“ ۽ ”منهنجي سنڌڙيءَ جا شل ڳوٺ وسن“ — گرمڪيءَ ۾ ڪاڏيءَ جي ڪپڙي تي وڏ اڪريءَ ۾ لکي ڌرمشالا جي ڀتين تي چنبڙائي ڇڏيون اٿم، جيئن خانواهڻ واسي ايندي ويندي پڙهن . مسافري ڪرڻ جهڙو نه آهيان، نه ته پاڻ کهي لاڙڪا ٽي اچي هن ديس ڀڳت جو درشن ڪريان.“

دادي طوطي اتساه ۾ ڀرجي چيو، ”توهين نه ڻا اچي سگهو ته اسين دڪايل کي وٺي خانواهڻ ايندا سين.“

وڏي بابا کيس هٿ جوڙي چيو، ” توهان جا پير، اسان جا نيڻ. محرابپور جي پوسٽ آفيس ۾ وڃي چوندءُ مکي هولارام جا مهمان آهيون ته ڪو به توهان کي اسان وٽ خانواهڻ ۾ پهچائي ويندو.“

هنن جي وڃڻ بعد ڪيتري دير بابا صندل تي ويٺو دڪايل مخزن پڙهندو رهيو....

مهيني ڏيڍ ڪان پوءِ بابا خانواهڻ مان دڪايل مخزن جو تازو پرچو ڪنهن جي هٿان اسان ڏي موڪليو، اها مخزن لاڙڪاٽي مان ڪوي هوندراج دڪايل ڪيندو هو. اُن پرچي ۾ وڏي بابا جو خانواهڻ بابت

ليک ڇپيو هو. مون آلاٽي گهڻا پيرا اهو ليک پڙهيو هو. لکيل هو:

"خانواهڻ جو ڳوٺ، تعلقو ڪنديارو، محرابپور ريلوائي اسٽيشن کان سترهن ميلن جي مفاصلي آهي. آدم آهي ڇهه سئو. هتڙي جا ماڻهو غريب ۽ معصوم آهن پورڙا. زالون پورهيت ۽ مڙسالو به محنتي آهن. زالون عاج جون ٻانهيون پائين. نڪ ۾ نٿ، ٻيو ڪو به زيور نه. مرد ڌوتي پهراڻ پهرين. سڄو سال هڪ ئي وڳو روز ڌوئي الله جي آس ۾ سڪائي وري پائين. زالون جبلو، سٿڻ، رئو پهرين. هڪ يا ٻه وڳو رکن.

"اسان وٽ ڪٽڪ، چانور، جوئر ۽ مڪائيءَ جا کيت آهن. ٻوڪيون به پاڻ، کائون به پاڻ. هڪ شاهي کوه آهي. هڪ ننڍڙي کهي آهي. پيئڻ جي پاڻيءَ ۾ ڦٽڪي وجهي صاف ڪريون. پٽاٽو، واڱڻ، سڱي، ميٿي به ٿئي، پر سڀ پوري ساري انداز ۾. گدرا، زيتون، انب ۽ گلاب جا گل سنا ٿين.

"سڄي ڳوٺ جي روڪڙ هوندي هزار رپيه مس. جيڪا ساهتي جي هٽن ۾ پيئي ڦري گهري. ڪل ست هٽ آهن. ٻه واپاري رهن ٿا، جن عاليشان بنگلا جوڙايا آهن. اهي خانواهڻ کان ٻاهر واپار ڪن ٿا. پئسو به پاڻ وٽ رکن.

"هتي ٻن قسمن جا ڪاريگر آهن. هڪڙا طرحين طرحين جون پنڊيون ۽ ڪارا ناهين. ٻيا موجرين، چمپلن — مکڻن ۽ وسترن تي آرسيون ، موتي، مٽيا جڙي چاڙهن. زالن جو هٿ هرمچي ۽ ڪئنويس جو پرت پرڻ ۾ پڙ آهي.

"خانواهڻ جي مٽي ٿڌي آهي. ماڻهن جو سياءُ نرمل. موهن ۽ محمد يائرن وانگر هلن. آسري ۽ آمنا ساهيڙيون آهن. آسمان به اسان کي ويجهو آهي. هر ڪنهن جي زبان تي ايشور، الله جو نالو آهي.

"اسانجو اختياريءَ ۽ پهچ وارن کي نماڻو عرض آهي ته خانواهڻ ۾ هڪڙو اسڪول ۽ هڪڙي اسپتال کلي. ان ڪم ۾ دير نه ٿئي."

وڏي بابا اهو ساڳيو ليک هنديءَ ۾ به لکيو هو. اهو ڪوي دڪايل کي موڪليو هئائين ته مهرباني ڪري مهاتما گانڌيءَ کي موڪلي ڏيو.

وڏو بابا خانواهڻ لاءِ سپنا اکين ۾ سمائي هميشه لاءِ سمهي پيو.

اسان جي ڪٽنب جو هڪ اهم باب سماپت ٿيو. 1946ع ۾ وڏي اما گذري ۽ 47ع ۾ وڏو باباسائين سڪالو ٿيو. ورهاڱي ڪان ٿي مهينا اڳ!

ورهاڱي سان سنڌي قوم جي تاريخ جو سياه دور آيو. گانڌيءَ جي پڪار ڪنهن نه سڻي. ڪوي دڪايل جي گلي مان نڪتل صدائون، سنڌ ۾ ڦهليل ناسازيءَ واري فضا ڳيهي ويئي. دڪايل آڻ ڳڻيا گيت رچيا ۽ ڳايا هئا.

*هڪ هندو ٻيو مسلمان*
*پارسي سک ۽ ڪرستان*
*جهٽ پٽ ڇاجي،*
*کٽ پٽ ڇاجي،*
*رڳڙو ڇاجو، جهڳڙو ڇاجو؟*
*گهر سڀني جو هندستان*

انگريزن هندستان کي، هندستان رهڻ نه ڏنو ۽ کٽ پٽ پئدا ڪرڻ ۾ ڪامياب ويو. ورهاڱو ٿي ئي ويو . محمد ۽ موهن کي وڇڙڻو پيو.

آسريءَ ۽ آمنا جي ساهيڙپ ٽٽي پيئي.

اسين به ڪراچي ڇڏڻ جا سانباها ڪرڻ لڳاسين.

منهنجا ماءُ پيءُ سامان سڙو ٻڌي ٽين جي پيٽين ۽ ڳوٺين ۾ بند ڪرڻ لڳا. هر هڪ ننگ تي بابا سنڌي، هنديءَ ۽ انگريزي ٽنهي ٻولين ۾ پنهنجو نالو لکيو هو، مولچند آسناڻي. بند ٿيل سامان ڪيلن جي وڻ جي سامهون رکيو ويو هو. اتي اس گهٽ ايندي هئي. جيتوڻيڪ وڏي اما ڪان پوءِ ڪيلن جو وڻ اجڙ تي ويو هو. ان جا لنبا پتا ڇڻڻ لڳا هئا . اهو به منهنجي پيءُ وانگر چپ تي ويهو. وڏي اما کي ڏند هئا ڪين. هوءَ ڪيلو کائڻ پسند ڪندي هئي. منهنجو بابا ڪيس روز هڪ ڪيلو ڏيندو هو، کائڻ لاءِ.

مون گهڻا ئي دفعا بند ٿيل سامان وٽ ٻيهي آسمان ڏانهن نهاري پڇيو هو: اڙي آسمان! تون به هلندين اسان سان گڏ، سنڌ ڇڏي؟ اسين هي ڪيلن جو وڻ، هيءَ سائي ڇبر، هي وڏو اڱڙ سڀ ته هتي ڇڏي پيا وڃون.

ڪراچي ڇڏڻ ۾ ٿورڙا ئي ڏينهن هئا ته هڪ پرڀات جو منڊي

فقير جي آواز تي منهنجي اک کلي پيئي. اهو ئي سوز پريو سر:

*رام سمر پريات مري من*

مون کي اچي پور پيو تہ وچي هن مندي فقير سان ملان. هڪ تہ هو منهنجي وڏي بابا جو متر آهي، ٻيو تہ ڪراچي ڇڏي وڃبي تہ پوءِ هو ڪٿي ملندو؟ مان گهر مان نڪري ٻاهر فوٽ پاٿ تي اچي بيٺيس. هن جو ڌيان پريان کان ئي مون طرف ويو. اسان جي بلڊنگ وٽ پهچي، ڳائڻ بند ڪري، مون طرف وڌي آيو. متي تي هٿ رکي پڇيائين تہ، ”امڙ! اوهان بہ سنڌ مان لڏيو پيا؟“

مون ڪنڌ ڌوڻي ها ڪئي. ٻيو سوال پڇيائين، ”درويش سائين بہ سنڌ ڇڏين ٿا؟“

”وڏو بابا تہ دنيا ئي ڇڏي ويو.“ منهنجي دل ڀرجي آئي.

وڏي بابا جي موت جي خبر ٻڌي، اوچنگار نڪري ويس. ڪنڌ ورائي پنهنجي مندي پير کي گيسرائيندو اڳيان هلندو ويو. ڳوڙهن ڳاڙڙ آواز سان ڪوڪاريائين:

*آءِ ڪانگا ڪر ڳالهه*

*مون سان تن مارئڙن جي،*

*مارئڙان جي، سانگيئڙن جي*

هن جي قلب جي ڪوڪ برنس روڊ تي ماتم ڦهلائي ڇڏيو!

خانواهڻ مان بہ سنڌي هندو ڪٽنب لڏي رهيا هئا. ونگي ڪاسائي کي پرون پئجي ويا. هو خانواهڻ کان کهي اسان وٽ ڪراچيءَ آيو. هٿ ٻڌي ڳچيءَ ۾ بوچڻ لٽڪائي بابا کي چيائين: ”هو دلبر جاني منهنجيءَ قسمت جو مالڪ (وڏو بابا) تہ مون کي ڇنو ڇورو ڪري هليو ويو. توهين تہ نہ لڏيو سنڌ مان. خانواهڻ ۾ توهان جو پنهنجو گهر پيو آهي، هر هفتي ان گهر جي صاف صفائي ۽ ڌوءِ پوءِ ڪندو آهيان. مکي صاحب چابي منهنجي حوالي ڪئي هئي، هلي ان گهر ۾ رهو. چوويهہ ئي ڪلاڪ پهرو ڏيندس.“

بابا ونگي ڪاسائيءَ کي پنهنجي مجبوري سمجهائي. چيائينس، ”ونگا! اسين تنهنجي قرب جا ڪوڏيا آهيون، سنڌ کان ٻاهر

گهٽو ڪين رهنداسين. تون سمجهين ٿو اسان ڪي سڪ ايندو؟"

ونگو بيوس ٿي پيو.

هن پنهنجي پهراڻ جي متئين کيسي مان اسان جي خانواهڻ واري گهر جي چابي ڪڍي، جيڪا هن هڪ ماچيس ۾ وڌي هئي. ماچيس وري هڪ ڪپڙي ٽڪر ۾ سوگهو ويڙهيل هو. ان جي مٿان وري ڌاڳا ويڙهيل هئا. چابي بابا جي اڳيان رکندي چيائين، "وٺو، سنڀالي رکو چابي. جوڳيئڙن جي گهر جي صفائي ڪندو هوس سا خدمت به قرجي ويئي. مون جهڙو به ڪو ايابڳو."

ونگو ٻوڙها ڳاڙڻ لڳو.

بابا به پاڻ جهلي نه سگهيو.

ڳوڙهن جي برسات آڳڙ ۾ اروڪ وسندي رهي. آخر بابا دل جهلي چابي ونگي کي واپس ڏيندي چيو، "چابي توهان وٽ ئي هجي. تو ۽ مون چا وراهيو؟ خانواهڻ ايندا سين ته اتي اچي توهان کان چابي وٺنداسين."

ڪنور جو شيدائي مندو فقير ۽ بابا جو پڳٽ ونگو ڪاسائي، اَسان کي ڪراچيءَ جي بندرگاهه تي اماڻڻ آيا هئا. اسين شرالا جهاز ۾ بمبئيءَ آيا هئاسين. اُهو جهاز اسان کي ڪراچيءَ کان دور وٺي آيو، پوءِ به هنن ٻن مترن کان دور نه ٿي سگهيا آهيون.

مون کي ائين ٿو محسوس ٿئي ته هو ٻئي اجا تائين اُتي ئي بيٺا آهن. اکين ۾ محبت جا ڏيئا جلايو، اسان جي واپس ورڻ جي انتظار ۾.

منهنجا ماءُ پيءُ، اما اندرا ۽ بابا مولچند، سنڌ لاءِ سڪندي سنسار مان موڪلائي ويا. مان سندن ڏيءَ گهُونتي ڪراچيءَ وڃي نه ٿي سگهان، ويزا نه ٿي ملي. ڪراچيءَ جو نالو ٿي ٻڌان ته دل ڪويل جيان ڪوڪي ٿي.

اسان جي ڪٽنب جي چوٿين پيڙهي — منهنجي ڏيءَ شينا ڪراچيءَ ٿي وڃي. چوان ٿي جيڪر پنهنجي دل ۽ پنهنجيون اکيون ڏيءَ کي ڪڍي ڏيان، جيئن هوءَ ڪراچيءَ کي منهنجين اکين سان ڏسي ۽ منهنجيءَ دل سان محسوس ڪري.

شينا کي ڪراچيءَ وڃڻ لاءِ ويزا ملي آهي، ڇو ته هوءِ رزاق جي پتني آهي ۽ ميمڻ خاندان جي ننهن بڻي آهي.

## شبينا جي زباني

پاڪستان انٽر نيشنل ايئرلائينس جي هوائي جهاز ۾ سفر ڪري رهيا آهيون، مان ۽ منهنجو گهوٽ رزاق ڪراچيءَ پيا وڃون. هوائي جهاز دبئي ايئرپورٽ تان منو ڪلاڪ دير سان اڏاڻو. سادي يارهين بجاءِ، سوا ٻارهين. پوڻي ٻي بجي ڪراچي ايئرپورٽ تي پهچنداسين ۽ ٻي اڍائي بجي گهر! منهنجو ساهرو گهر، جيڪو مان اڄ پهرين ڀيرو ڏسنديس.

ايئرهوسٽيس، سيٽ سان اٽڪايل ٽري ٻاهر ڪڍي فروٽ جوس جا گلاس رکي ويئي. مان جوس مان ڍڪ ڀريندي رزاق کي چوان ٿي، ”مون کي ٿورو ڊپ ٿو لڳي.“

”ڇاجو ڊپ؟“ رزاق عجب مان پڇي ٿو.

”اسين دبئي ۾ ائين رهيا پيا آهيون ڄڻ زال مڙس نه، دوست ئي آهيون، اڃا. ڪراچي ۾ ساهري گهر ۾ مون کي سنيالي هلڻو پوندو.“

رزاق کي ڪل اچي ويئي. چيائين، ”سو ته آهي. پهرين ته مون سان اوهان ڪري ڳالهائڻو پوندءِ ، نه کي تون ڪري. رڳو مون سان ئي نه ، هر ڪنهن سان، اسين اتي هر ننڍي وڏي سان اوهان ڪري ڳالهائيندا آهيون.“

”ٻيو ڇا ڪرڻو پوندو؟“

”ٻيو اما جان کي ڪڙهي چانور ناهي ڪارائيندينءَ، ته پوءِ تنهنجا ٻيڙا ئي پار.“

”توکي مسخري ٿي سجهي، رزاق! مونکي ته ائين محسوس ٿي رهيو آهي ڄڻ منهنجو امتحان ٿيڻ وارو آهي. تون جتي ڪٿي ڪڙهي چانور جي ڳالهه ٺپايو اٿين.“

”اڙي جناب، ڪڙهي چانور منهنجي عشق جي افساني جو بنياد آهن.“

رزاق جي ڳالهه تان مون کي ڏاڍي کل آئي. اسين ٻئي ايترو کلياسين جو آس پاس ويٺل مسافرن جون نظرون اسان طرف کڄي ويئون.

رزاق ڪڙهي چانورن جي ڳالهه ڪئي، ته مون کي پنهنجي پاءُ منوهر جي ڳالهه ياد آئي . هن به هڪ ڏينهن چرچو ڪندي چيو هو: ”شينا. جيڪڏهن رزاق، سنڌي ڪڙهيءَ جو شوقين نه هجي ها ته مان شايد ڪيس ٻبليءَ جي جنم ڏيهاڙي لنچ لاءِ نه گهرايان ها. هو هميشه ڳالهه ڪندو هو ته ورهاڱي کان اڳ، سندس ماءُ جي هڪ هندو ساهيڙي جڏهن به ڪڙهي ناهيندي هئي، تڏهن وڏو ٿوپ پري ڪيس موڪليندي هئي ۽ هن کي اڄ تائين ان ڪڙهيءَ جو سواد وسريو ناهي.“

حياتيءَ جي اتفاقن لاءِ ڇا چئجي؟ ڪي اتفاق اهڙا ٿا ٿين، جو حياتيءَ جو رخ ئي بدلائي ٿا ڇڏين. مان بمبئيءَ جي چاول نپيل، رزاق ڪراچيءَ جو چاول نپيل... اسان جو ملڻ ممڪن هو ڀلا؟ منهنجا مائٽ بمبئيءَ ۾ ڪٿي منهنجي رشتي جي ڳالهه هلائڻ لاءِ وچ وارو ماڻهو ڳولي رهيا هئا. انهن ئي ڏينهن ۾ مون کي پاءُ منوهر دبئيءَ ۾ وزٽ ويزا تي گهرايو. پاپي جو پهريون ويم ٽيڻ وارو هو. مان ٽيليفون ايڪسچيج ۾ ڪم ڪندي هئس، سو به مهينا موڪل وٺي دبئيءَ آيس. پاءُ پاپيءَ کي ٻبلي ڄائي، ان خوشيءَ ۾ منوهر هڪ جمع جي ڏينهن ڪن دوستن ۽ سڄاڻپ وارن کي منجهند جي مانيءَ تي گهرايو.

مان ڪڙهي چاڙهي رهي هئس ، ته منوهر رڌڻي ۾ اچي چيو هو: ”شينا، اڄ ڪڙهي اهڙي سوادي ناهجانءِ جو مهمان خوش ٿي وڃن. خاص ڪري منهنجو هڪ سنڌي مسلمان دوست رزاق مون سان گڏ بئنڪ ۾ نوڪري ڪندو آهي. اهو ته سمجهه اچي ئي ڪڙهي چانورن لاءِ ٿو!“

ان طرح پهرين ملاقات ٿي، هئي رزاق سان.

”شينا! واچ ۾ وقت ناهي ڇڏ.“ رزاق پنهنجيءَ واچ ۾ وقت ناهيندي مون کي چيو، ”دبئيءَ ۽ ڪراچيءَ جي وقت ۾ ڪلاڪ جو فرق اتيئي. هينئر اسان جي واچ ۾ هڪ لڳو آهي، ڪراچي ۾ به لڳا هوندا.“

”او .... مطلب ڪراچيءَ جي وقت موجب سادي ٽين بجي کن هلي گهر پهچنداسين.“ مون واچ ۾ وقت ناهيندي چيو.

منهنجي واچ ڪراچيءَ جي وقت موجب هلي رهي آهي. ڪراچيءَ وارو گهر اڪين اڳيان ڦرڻ لڳو . مون گهر جا ڪجهه فوٽا ڏٺا آهن ۽ رزاق به گهٽو ئي ڪجهه گهر بابت ٻڌايو آهي. ڪافي وڏو گهر آهي، هال کان سواءِ چار ڪمرا آهن، ٻه هيٺ، ٻه مٿي. هر هڪ ڪمري کي باٿ روم الڳ الڳ آهي. گهر جي پٺئين پاسي، ٽن نوڪرن لاءِ ٽي ننڍا ڪمرا آهن. ٽن نوڪرن مان هڪ عورت آهي، سڀ هن کي ماسي ڪري سڏين. هن جو دنيا ۾ ڪو به پنهنجو، پرائو ڪونهي. سالن کان اسان جي گهر ۾ رڌو پڪو ڪندي آهي، هوءَ گهر جو ڀاتي آهي. ٻيا ٻه نوڪر مرد آهن، اهي صبح جو ستين کان رات جو نوين بجي تائين گهر ۾ هوندا آهن. واندي وقت پنهنجي ڪمرن ۾ وڃي آرام ڪن، رات رهڻ جي کين اجازت ڪانهي.

”ڪراچي ايئرپورٽ تي اسان کي ڪير ڪير وٺڻ ايندو؟“ مان رزاق کان پڇان ٿي.

”اما جان ضرور ايندي. مان سمجهان ٿو ته سلطانا ۽ پيٽويو يوسف به ضرور ايندا. انور ته هوندو ئي هوندو.“

انور.... منهنجو سڪيلڙو ڏير، جنهن جي شاديءَ ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ وڃي رهيا آهيون. هڪ ٻي به نران اتم، فهميدا. هوءَ حيدرآباد پرڻيل آهي، سعيد بلوچ سان. رزاق کي به پينر آهن، ٻئي پرڻيل. باقي انور هڪ ئي پاءُ ڪنوارو هو.

مون گهر جي سيني ڀاتين جا فوٽا ڏٺا آهن. فوٽي ۾ بابا سائين اما جن کان وڏيڪ پيرسن لڳندا آهن. جيتوڻيڪ پرسنلٽي تمام سٺي اٿن. اما جان ته گهڻا ئي دفعا فون تي ڳالهيو آهي، پر بابا سائينءَ جو آواز مون نه ٻڌو آهي، رزاق چوندو آهي ته بابا سائين ٿورو ڳالهائين. ڏٺيءَ جي بندگي ڪن ۽ صوفي ڪلام ٻڌي وقت گذارين.

ايئر ڪرافٽ ۾ منجهند جي ماني ملي آهي. مان ڪانٽي سان چڪن ليگ ڪٽي رزاق جي ٿري ۾ رکندي چوان ٿي، ”مان پاڻ هلڪو رکڻ ٿي گهران. رڳو سلاد ۽ مٺي چيز ڪائينڊيسءُ پوءِ بن، چانهه سان.“

رزاق چوي ٿو، ”تون چانهه وٺج، مان ڪافي وٺندس، پوءِ اڌ اڌ پيئنداسين. تون اڌ چانهه پي مون کي ڏج ۽ مان اڌ ڪافي پي توکي ڏيندس.“

مزيدار ڳالهہ ڪئي رزاق. مان ڪائڻ وقت هن جي ان ڳالهہ تان اندر ۾ مرڪندي رهيس.

چانهہ ڪافي اڌ اڌ پيئڻ بعد مون رزاق کان پڇيو، ”ڪراچيءَ ۾ برنس روڊ تي سالگرام وارين جاين ۾ ڪڏهن وني هلنديون؟“

”بن ٽن ڏينهن اندر هلنداسين، انور جي شاديءَ کان اڳ. انور کي بہ ساڻ وني هلنداسين. باقي خانواهڻ انور جي شاديءَ کان ڏينهن بہ پوءِ.“

”بابا سائين خانواهڻ هلڻ جي موڪل ڏيندا؟“

”ها – مون کين خط ۾ سڄو احوال لکي ڇڏيو آهي. سنڌ ۾ دنگو فساد ڏاڍو متل آهي، تنهن ڪري البت سفر ۾ جوکم آهي. پر ائين تہ ڪراچي ڪهڙي خطري کان خالي آهي. بس الله رکي.“

مون پنهنجي گهوٽ کي ناني نانيءَ، مولچند ۽ اندرا، وڏي اما، وڏي بابا بابت سڀ ڪجهہ ٻڌايو آهي. هن کي خبر آهي تہ مان خانواهڻ وڃي وڏي بابا جي ڌرمشالا ڏسڻ تي چاهيان. اتان جي مٽي مستڪ تي لڳائيندس تہ منهنجيءَ ماءُ، گٽونتيءَ کي ڏاڍو سڪون ملندو. خانواهڻ ۾ ونگي ڪاسائي کي بہ ڳوليندس. منڌو فقير تہ شايد حيات نہ هوندو. مميءَ جي اندازي موجب هو ورهاڱي وقت 45 کن سالن جو هو!

سيٽ بيلٽ ٻڌڻ جو اعلان ٿيڻ کان ڏهہ منٽ کن پوءِ، هوائي جهاز ڪراچيءَ جي زمين کي ڇهيو. پهچي وياسين ڪراچيءَ.

ڪراچي منهنجو ساهرو وطن،

ڪراچي منهنجو پيڪو وطن،

منهنجو جنم نہ ٿيو هتي،

تہ بہ دل ٻولي ٿي،

هي منهنجو وطن آهي، ڪراچي.

دُبئي ڇڏڻ بعد اسين هميشہ لاءِ هتي اچي رهنداسين.

ايئرڪرافٽ مان لهڻ سان منهنجون اکيون آسمان طرف کڄي ويئون. چيم، اڙي اپ، تون ڇا الڳ آهين بمبئيءَ جي آپ کان؟ توکي بہ

ڪٿي چير ڏيئي، ڇا هند پاڪ وانگر به ٽڪرا ڪيو ويو آهي؟ هي سورج ۽ اڇا نيرا ڪڪر، تن جو ورهاڱو ڪيئن ڪيو ويو. ڀلا؟

رزاق منهنجو هٿ پڪڙي مون کي ڇرڪائي ڇڏيو. چيائين، ”رڳو متي ڀيئي نهارين هيٺ نهاري هل، ٿابو نه کائين.“

رزاق جو هٿ پنهنجي هٿ ۾ پڪڙي چيم، ” سچ ته پير زمين تي نه ٿا ٽڪن.“

اسين Arrival Lounge مان ٻاهر نڪتاسين ته ڊرائيور مراد پهچندو آيو. اسان کان سامان جون ٽراليون ڇڏائي ڪار طرف گهلي ويو. پوءِ هئي گڏجاڻي، اُها ڏهه منٽ کن هلي. رزاق ۽ مان، اما جن کي پيرن تي هٿ رکڻ لاءِ نئڙياسين ته اما اسان کي ڪٺي گلي لاتو. اما جي هڪ ڪلهي تي پٽ جو ڪنڌ هو ته ٻئي ڪلهي تي ننهن جو! ان پوز ۾، انور اسان جو فوٽو ڪڍي ورتو. هن ڪئميرا تيار رکي هئي ۽ پوءِ انور ۽ رزاق پاڻ ۾ مليا ته يوسف صاحب سندن فوٽو ڪڍيو. مان پنهنجي نران، سلطانا سان ياڪر پائي مليس ته اهو به فوٽو نڪتو. بعد ۾ يوسف صاحب ۽ سلطانا سان گڏ اسان سيني فوٽا ڪڍايا....

يوسف کي ڪو ضروري ڪم هو. هو سلطانا کي ساڻ ڪري اسان کان موڪلائي هليو ويو.

اسان واري ڪار سڄي گلن سان جهنجهيل هئي. انور ٻڌايو ته اما جان جو چوڻ هو، شينا منهنجي پهرين ننهن، پهريون پيرو گهر تي اچي، سو هن کي نئين ڪنوار وانگر گهر وٺي اچبو.

ڪار هلڻ شروع ڪيو ته ڪار جي ڪيسٽ پليئر به هلڻ شروع ڪيو. زرينه بلوچ لاڏو ڳائي رهي آهي:

”لاڏو لاڏي آڻينــدو.“

مان زمين کان متي اڏامي رهي آهيان.....

ڪار نئين روڊ تي، اسان جي بنگلي نزديڪ پهتي ته اما جان جي نظر بابا سائينءَ تي پيئي، هو گهر ٻاهران اچ وڃ ڪري رهيا هئا. سچ ڪافي تکو هو، ان جي پرواه نه ڪري به بابا اُس ۾ اسان جو انتظار ڪري رهيا هئا. اما اشاري سان چيو، ”ڏيءُ! اهو سهرنهن اتيئي. متو ڍڪي پيرين پئجانءِ.“

مون ڏُٺي سان مٿو ڍڪيو. ڪار مان لهندي ئي بابا جن کي پيرين پيس بابا مٿي تي هٿ رکيو. الائي ڇو لڳو ڪانڌارجي ويا. دل ۾ ڇوان پيئي، شل بابا سائين دل ۾ جاءِ ڏئي. منهنجيءَ مميءَ خط ۾ لکيو هو. ساهرن جي دلين ۾ جاءِ جوڙينديـنءَ، تڏهن مڃينديس توکي.

رزاق بابا کي پيرين پيو. ان بعد بابا گهر اندر گهڙيا. اسين سيئي سندن پنيان گهر ۾ گهڙياسين. گهر جي ڦاٽڪ ۾ گهڙڻ سان پهرين هڪ ننڍو پڌر آهي .ان جي ديوارن لڳ ٽڪندڙ سُنهڙن پنن جا چار فوٽ کن لنبا بوٽا اهن. منجهن هلڪي پيلي رنگ جا گل آهن. پڌر پورو ٿيو تہ ڇهہ ڏاڪا آهن . جيڪي چڙهڻ بعد ورانڊو ۽ پوءِ هڪ وڏو هال.

هال ۾ پهچي، اما جن مون کي سوفا تي پنهنجي پر ۾ وهاريو. انور ۽ رزاق سامهون تي وينا. بابا مٿي پنهنجي ڪمري ۾ هليا ويا. اما، ماسيءَ کي سڏ ڪري چيو، ”رزاق جي ڪنوار ڏسڻ لاءِ مانديون ٿي ميون هيون. هاڻي ڇو لڪي وينيون آهيو؟“

ماسيءَ رڌڻي مان ئي ورندي ڏني،” انور ماءُ ، اوهان جي سڏ لاءِ واجهايم پئي. اجها آيس، حاڪمياڻي.“

هوءَ ٿري ۾ شربت جا گلاس، ڪجهہ ڇهريون شيون، پاپڙ، ڪاڇا وغيره کڻي آئي.

اما جان منهنجي واقفيت ماسيءَ سان ڪرائي. مون هٿ جوڙي کيس نمسڪار ڪيو، تہ امالڪ منهنجا هٿ چمي پنهنجي مٿي تي هٿ رکي چيائين،”رب توکي سڀ جنت جا سک ڏئي.“

ماسيءَ جي اندر وڃڻ کان پوءِ مون انور کان پنهنجي ٿيڻ واري ڏيراڻي نسرين لاءِ پڇيو، ”انور ادا، نسرين جو ديدار ڪيڏي مهل ٿيندو؟“

انور چيو، ”توهين جنهن مهل حڪم ڪريو، مان هن کي وٺي ايندس.“

امان جان چيو، ”اڄ نسرين سان فون تي خوش خيريافت ڪريو. سڀاڻي صبح جو توهان کي هن سان شاپنگ لاءِ وڃڻو آهي. سڀاڻي شام واريءَ مجلس ۾ منهنجون ڀئي نهر ساڳيا زيور ۽ ساڳيا

وڳا پائين. مون من ۾ ائين رٿيو آهي.“

شربت پاڻي پيئارڻ کان پوءِ اما جان مون کي سڄو گهر ڏيکاريو. گهر جي چپي چپي کان واقف ڪري چيائين، ”هاڻي وڃي آرام ڪريو. سفر جو ٿڪ پيو. اڄوڪو ڏينهن ڊ. ڪري ننڊ ڪريو. سياڻي کان ڪم ٿي ڪم آهن. انور جي وهاڻ جي تياري توهان جي ذمي آهي.“

سچ پچ ٿڪ هوم. پنجين بجي سمهيس، سا ستين بجي جاڳيس. ڏنم ته رزاق ڪمري ۾ ڪونهي. اٿي باٿ روم ۾ وڃي هٿ منهن ڌوتم. ان بعد ماسيءَ کي سڏڻ لاءِ بٽڻ دٻايم، هوءَ ٻن منٽن ۾ اچي پهتي. ايندي سان چيائين، ”ننڍي سائڻ، حڪم؟“

”ماسي چانهه جو ڪڙڪ ڪوپ پيئاريو.“

”اڇها آيس.“

چانهه پيئندي سوچيان ٿي، بابا سائينءَ هڪ لفظ به اڃا مون سان نه ٻوليو آهي، سو تڙتڪڙ ۾ چانهن پي، اما جن وٽ ويس. چيم، ”بابا جن گهٽ ڳالهائيندا آهن، پر ڪجهه ته ڳالهائين، مان سندن آواز ته ٻڌان.“

اما ڳراٽڙي پائي چيو، ”هاڻي نماز جي مهل ٿي آهي. توهين سندن ڪمري ۾ وڃو. جيئن هو گوڏا کوڙي ويهي نماز پڙهندا، تيئن توهان به گوڏا کوڙي سندن پير ۾ وڃي ويهو. نماز مان اٿندا ته پوءِ ضرور ڳالهائيندا توهان سان.“

مان جيئن بابا جي جي ڪمري ۾ وڃڻ لاءِ اٿيس، ته تيئن اما هٿ جهلي چيو، ”هڪ ڳالهه جو ڌيان رکج وڏن اڳيان هميشه ٻار ٿي هلجي . پنهنجي علم ۽ عقل جو مظاهرو هنن اڳيان نه ڪجي. اهو احساس ڌارجي ته اسين جيڪي آهيون، سو ماءُ پيءَ جي بدولت. وڏا ٻيو ڇا گهرندا آهن، ننڍن کان؟“

امان جان جي نصيحت منهنجيءَ دل تي اُڪرجي ويئي، منهنجي ممي به ان قسم جون نصيحتون مون کي ڏيندي رهندي آهي.

مان بابا جي جي ڪمري تائين پهتيس. ڏٺم ته رزاق اتي موجود آهي ۽ بابا کي دٻيءَ مان آنڊل دِرافت ڏيئي رهيو آهي. مان در

وٽ ئي بيهي رهيس .

”اتي بيهي ڇو رهيون، اندر اچو.“ بابا مونکي چيو. مان تڪڙي تڪڙي هلي وڃي بابا جي سامهون بيٺيس.

”ويهو“. بابا پلنگ تي ويهڻ جو اشارو ڪيو. مون ويٺي ئي چيو، ”بابا توهان جي نماز جو وقت ٿيو آهي.“

”ها وڃايو فراسي.“ بابا ائين چيو، ڄڻ روز مان فراسي وڇائيندي آهيان.

بابا ۽ رزاق فراسيءَ تي ويهي نماز پڙهڻ لڳا. مان بہ سندن پنيان گوڏا کوڙي ويٺيس ۽ پرارٿنا ڪرڻ لڳيس.

اما جن وٽ هال ۾ آيس تہ منهنجي منهن ۾ نهاري چيو ، ”ڪيپ ڪٿي آئيون؟ سهري ننهن جي وچ ۾ ڪهڙي ڳالهہ بولهہ ٿي؟“

” ڳالهہ بولهہ تہ خاص نہ ٿي ، پر بابا سائينءَ مون کي آسيس ڪئي ۽ ڏاڍي گهرائيءَ سان چيائون ، ”حق موجود.“

اما جن چيو، ”وهو وهو توهان کي هڪ ڳالهہ ٿي ٻڌايان. جڏهن رزاق شاديءَ لاءِ اجازت گهري، تڏهن سهرئن ڏاڍو منجهي پيو هو. مون کي اهو حق موجود جو رستو ئي سجهيو، مون کين چيو سچل سرمست جا مريد تي ڪري منجهو ٿا! هر سال درازن تا وڃو سجدو ڪرڻ. اوهانجو مرشد تہ وڏي واڪي چوي ٿو، نہ مان ڪافر، نہ مان مومن، مان جو ئي آهيان سوئي آهيان.“

مون کي سسُ جون ڳالهيون ٻڌي پنهنجيءَ ماءُ جي ڏاڍي يادگيري آئي. منهنجيءُ ماءُ بہ منهنجي پيءُ کي اسان جي شاديءَ لاءِ ڪجهہ ان طرح ئي راضي ڪيو هو. دادا ڪاوڙيل بہ هو، منجهيل بہ. منهنجيءَ مميءَ دادا کي چيو. ”گرونانڪ ۾ هيڏو ويساه اٿو، پوءِ ڇو ٿا منجهو؟ هن جا بہ شش هئا بالو ۽ مردانو ، هڪ هندو ، ٻيو مسلمان. هاڻي گروءَ مان وچن وٺي رزاق کي ها چئي ڇڏيو.“

مون اما جان جي منهن ۾ نهاري چيو، ”منهنجي ممي ۽ توهان شايد اڳي جنم ۾ ڀينر هئئہ.“

”اڳئين جنم ۾ ڇو؟ هن جنم ۾ ڀينر آهيون . هوءَ بہ سنڌ جائي ۽ مان بہ. ٻئي سنڌي ڳالهايون. تنهن جي ماءَ گٿونتي منهنجي

سيڻ نہ. منهنجي پيڻ آهي."

ٻئي ڏينهن صبح جو مان سويل ئي ننڊ مان اٿيس . ڏند وغيره صاف ڪري سڌو رڌڻي ۾ آيس . ماسي ڪير چانهہ ڪاڙهڻ سان گڏ ڀاڄيون بہ وڍي رهي هئي. مون پنهنجي لاءِ چانهہ جو ڪوپ ڪٽندي ماسيءَ کان پڇيو، "اما ۽ بابا جن چانهہ پيتي آهي؟"

"اهي پنڌ تي ويا آهن ۽ اتان موٽي اچي چانهن پيئندا."

"هنن کي چانهہ ناهي ڏيڻ جو ڪم مون تي."

"آئي صدقو ، ڀلي اهو ڪم توهين ڪريو. مون کي ٻيو گهڻو ئي ڪم پيو آهي. اٺ تان وڄڻي بہ لٿي تہ بہ چڱو."

مون کي ماسيءَ جو جواب ٻڌي ڪل اچي ويئي. هوءَ برابر سڄو ڏينهن ڪم ۾ رڌل رهي ٿي. پر پنهنجي اهميت جتائيندي ٿي رهي. ماسيءَ جي پيٽ ۾ ٻيا بہ نوڪر جن کي سيڪو چاچا تو.سڏي، سي سانتيڪا آهن. هنن ۾ آواز ئي ڪونهي. پر پات کان ڪم کي لڳا پيا آهن. ٻاهريون پنيون پڌر ،اڱ وارو لان، هال، سڀ ڪمرا، گهر جو چپو چپو صاف ڪري ڇڏيو اٿن. رڳو اسان وارو بيڊ روم رهيل آهي ، جو تہ رزاق اجان سمهيو پيو آهي.

مان هال ۾ ويهي چانهہ تي پيئان. سوچيان ٿي هال جي سڄي سجاوٽ ڦيرائڻي پوندي . رات جو هتي راڳ جي محفل آهي ۽ عابده پروين کي گهرايو ويو آهي. هيءَ محفل بابا سائينءَ جي پسند جي آهي. ڇيو اٿائون تہ هال مان فرنيچر ڪڍي پنجاهہ ڪرسيون ديوارن لڳ رکو ۽ پنجاه ڄڻن جي لاءِ پٽ تي غاليچا وڇائي وهڻ جي جاءِ ناهيو. راڳ جي پروگرام بعد سوءُ سوا مهمانن جي ڊنر بہ آهي.

بس صبح واري اها چانهہ سا سانهہ ستيءَ سان پيتم، پوءِ تہ سڄو ڏينهن الائي ڪيئن گذري ويو! صبح مان شام ڪيئن ٿي، پتو ئي نہ پيو. نسرين سان شاپنگ لاءِ ويس تہ اتي پنج ڇهہ ڪلاڪ لڳي ويا. پوءِ گهر ۾ ٻيا ڪم ڪاريون. وڏي ڳالهہ آيو ويو ۽ فون جي گهنٽي بہ سڄو وقت وڳي آهي. رزاق ۽ مان پاڻ ۾ سڄو ڏينهن خاص ڪجهہ ڳالهائي نہ سگهيا آهيون. هرڪو پنهنجي ليکي مشغول رهيو آهي.

شام جا اٺ لڳا آهن. گهر مهمانن سان ڀرجي ويو آهي.

عابده پروين بہ پهچي ويئي آهي. اما جان، اسان ٻنهي ٽهرن جي عابده سان واقفيت ڪرائيندي چيو. "هي آهن نسرين ۽ شينا. منهنجي اکين جون ماٺڪيون."

عابده اسان ڏانهن نهاري چيو، "واه واه". پوءِ اما کي چيائين، "اوهان وانگر خاندان جو نالو جرڪائيندين."

مون ۽ نسرين عابده کي سندس مقرر جاءِ تي وجي ٿانئيڪو ڪيو. ٽي وي، هال مان ڪيڏي ان ڪنڊ ۾ گاديلا ۽ ٽول وهاٽا رکي، عابده ۽ سندس سازيندڙن جي وهڻ لاءِ جاءِ ٺاهي ويئي هئي. عابده جي شوهر شيخ غلام حسين کي بابا سائينءَ ونئي پنهنجي پير ۾ وهاريو.

عابده پروين پهريون ڪلام پيش ڪرڻ کان اڳ چيو تہ مان پهرين شاهہ لطيف جو ڪلام پيش ڪنديس. لطيف جي شاعري اسان سڀني سنڌين جي سڃاڻپ آهي. هن جا اهي لفظ ٻڌي بابا سائينءَ جي چپن تي مرڪ ڦهلجي ٿي وجي. مان بابا کي مرڪندو پهريون دفعو ٿي ڏسان. اڄا ڪلهہ ئي تہ آئي آهيان. هتي ڏيڊ ڏينهن ۾ مان ڪين جيترو سمجهي سگهي آهيان، سڃاڻي سگهي آهيان، ان کان نياري سڃاڻپ هن سنگيت محفل ۾ ٿي مليم. مون کي هنن ٻنهي جو اندريون روپ ڏسڻ جو وجهہ ٿو ملي. شاهہ ۽ سچل جا ڪلام ٻڌندي، بابا سائينءَ جهڙو جبل جهڙو شخص ڏري ٿو پوي. اما جان جي شخصيت ڪافي رعبدار آهي. هوءَ بہ ڪلامن جي ٻولن ۽ سرن جي تؤ تي ميڻ وانگر رجي پيئي آهي.

منهنجو گهوٽ رزاق ۽ ڏير انور ۽ تيڻ واري ڏيراڻي نسرين بہ راڳ ٻڌڻ ۾ مڪمل طرح محو آهن. حقيقت ۾ اسين سو سوا سو ڄڻا، جيڪي هتي موجود آهيون تن کان دين دنيا وسري ويو آهي. اڄ سڄو ڏينهن مون ڪيڏي هڻ پٽ ڪئي هئي، دنيا داريءَ جي ڪمن ڪارين ۾ مشغول رهي هئس. هن وقت محسوس ٿو ٿئيم. اها ڪا بي شينا هئي. هينئر جيڪا شينا راڳ ۾ لين ٿي ويئي آهي سا هونءَ ڪٿي گم هوندي آهي؟

عابده پروين هاڻي ڪنور جو ڳاتل ڪلام پيش ڪرڻ ٿي چاهي. چوي ٿي تہ ڪنور جا ڪلام اُن ئي انداز ۾ ڳائڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم. جيئن اِهو خزانو محفوظ رهي. اسان جي پوين کي خبر پوي

تہ اسان جا وڏڙا چا چئي ويا، ڇا ڳائي ويا.

مهمانن مان هڪ ڄڻي چيو، ”اسان جي دل وٺان ڳالهہ ڪئي اٿو.“

عابده جي شوهر غلام حسين ان شخص کي مخاطب ٿي چيو، ”بروهي صاحب! اوهان کي ڄاڻ هوندي، عابده کي ڪنور ايوارڊ عطا ڪيو ويو آهي.“

”مان پاڻ حاضر هوس ان فنڪشن ۾.“ بروهي صاحب وراڻيو.

عابده پروين منهنجي سهري جي منهن ۾ نهاري چيو، ”ميمڻ صاحب بہ ان فنڪشن ۾ موجود هئا.“

بابا سائينءَ ڪنڌ ڌوڻي ها ڪئي.

ان بعد عابده ڪن ٻڌندڙن جي فرمائش تي ٿورا اردو غزل ڳايا. آخر ۾ ”مور ٿو تلي“ ڳائي شاديءَ جي ماحول کي رڱي ڇڏيو.

ڏينهن جا يارهن لڳا آهن. مان، رزاق ۽ انور ڪان اڳ ئي تيار ٿي هال ۾ اچي ويٺي آهيان. هو تيار ٿين تہ برنس روڊ وڃون. جيئن تہ گهر ۾ اڄ ڪو خاص ڪم بہ ڪونهي ان ڪري برنس روڊ تي وڃڻ جو پروگرام ٺهيو آهي.

اما جن هال ۾ اچي منهنجي پير ۾ ويٺيون آهن. پنيان ئي ماسي اسان لاءِ لسي ڪٺي اچي ٿي پهچي. لسيءَ جا گلاس ننڍيءَ ميز تي رکي، اتي ئي ويهي ٿي رهي. مون کي عجب ٿو لڳي، ڇو تہ اڄ ٽيون ڏينهن ٿيو آهي مون کي آئي هتي. مان ڏسان ويٺي تہ ماسي ائين ويهي ئي ڪا نہ، مڃاڻ ڪير ائين سمجهي تہ هوءَ واندي آهي.

اما جان چيس، ”ڪجهہ چوڻو اٿو؟“

”چوڻو تہ آهي پر جڏهن ڪير ٻڌي نہ....“

اما ڪلندي چيو، ”ٻڌون ٿا — چئو. آرام سان ويهي ڳالهايو.“

”وهڻ جي تہ فرصت ڪانهيم.“ هوءَ بيٺي ئي چوي ٿي، ”هن گهر ۾ فرج امپورٽيڊ، رڌڻي ۾ مڪسر امپورٽيڊ، باقي انور جي وهاڻءَ ۾ ماسيءَ جو وڳو امپورٽيڊ نہ هجي، اهو ڪو انصاف آهي؟“

مان ڪل ۾ اونڌي تي پيس. ماسيءَ جي ڳالهائڻ جو نمونو ئي اهڙو آهي.

”بس ڳالهه به ايتري!“

اما جن مون کي سندن ڪمري مان ماسيءَ لاءِ ڊريس مٽيريل اٽڻ لاءِ چيو. مان جهٽ وجي ڪڍي آيس. اما جان ماسيءَ کي ڪپڙو ڏيئي چيو، ”پڇو، پڇو هاڻي درزيءَ وٽ. سنو سونهري رنگ جو پرت ڪرائي سبائي ونو.“

ماسي ڪپڙو ڪڍي ناز سان بدن کي لوڏيندي رڌڻي طرف ويندي چوندي ويئي، ”سو ته هاڻي ئي تي وجان، وهانءَ ۾ آهن باقي تي ڏينهڙا.“

اسين گهر مان نڪتاسين پئي ته اما جن چيو، ”هڪ ڳالهه جو ڌيان رکجو. سالگرام وارين جاين جو نالو ساڳيو نه هوندو. جيئن رام باغ جو نالو ڦيرائي آرام باغ، گانڌي گارڊن جو نالو جناح گارڊن رکيو ويو آهي، تيئن سالگرام نالو به ڦيرايو هوندائون.“

اما جن جي ڳالهه سچي نڪتي. برنس روڊ تي پهچي پڇا ڪئيسين، ته معلوم ٿيو ته سالگرام وارين جاين جو نالو هاڻي قريشي منزل آهي. ٻاهران لنگهه ننڊو آهي پر اندر وجڻ سان برابر چار بلڊنگون آهن، جيئن مميءَ ٻڌايو آهي. ساڄي پاسي ڪنڊ واري بلڊنگ طرف چقمق طرح ڇڪجندي ويس. ان جي ٽئين وار گهر تي 7 نمبر لکيل ڏسي آترويلا وڃان ڊور بيل وڄايم. مميءَ جي ڏينهن ۾ ڊور بيل نه هو. ممي پنهنجي هن گهر ۾ گهڙڻ لاءِ در کڙڪائيندي هوندي.

ڊور بيل وري وڄائڻو پيو.

هڪ ڪراڙي زال اچي در تي کولي. هن جي پني ڪبي آهي. منهنجي دل لڏي ويئي. بڏل آهي ته وڏي اما. منهنجي مميءَ جي ڏاڏيءَ جي چيلهه به آخرين سالن ۾ ڪُبي هئي. هوءَ به شايد هن ڪراڙيءَ وانگر لڳندي هوندي. مان هن ڪُراڙيءَ جي منهن ۾ گهوري، وڏي اما کي ڳولڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳيس. هن اُردوءَ ۾ ڳالهايو. چيائين، ”منهنجي ته نظر ئي ڪا نه ٿي پوي جو ڏسان ته توهين ڪير آهيو. ٻڌايو ڪير آهيو ۽ ڇا جي لاءِ آيا آهيو.“

انور تورو اڳيان وڌي آيو. ڪراڙيءَ کي آداب پيش ڪري چيائين، ”امي حضور، هيءَ ڇوڪري بمبئيءَ جي آهي. توهان جي پوٽي، اڄا ته پرپوٽي سونهي. هن توهان واري گهر ۾ هن جا وڏا رهندا هئا. هيءَ پنهنجو اباڻو گهر ڏسڻ ٿي چاهي. توهين ڪيس اندر اچڻ جي اجازت ڏيو.“

ڪراڙيءَ چيو. ”منهنجي ننهن گهر ۾ ڪانهي، ياڇي يڪو ونڻ ويئي آهي. مون کي ڇئي ويئي آهي ته ڪنهن لاءِ در نه کولجانءِ. شهر ۾ چوري چڪاري لڳي پيئي آهي. هن مهل ڪو مرد به گهر ۾ نه هوندو آهي.“

رزاق ڪراڙيءَ کي منت ڪندي چيو، ”امي! توهين ڪو ڊپ ڊاءِ نه ڪيو. اسين نه ٿا اچون. توهين رڳو هن عورت کي اندر اچڻ ڏيو.“

”اڙي ابا، آگري ۾ ته بنا ڊپ ڊاءَ جي ڪڙو ڪولبو هو. پنهنجي پرائي جي مرحبا ڪبي هئي. الائي رب اسان کي هيڏي ڇو ڏکيو. پرائي شهر ۾ ڊپ ئي ڊپ“

ڪراڙيءَ پنهنجي دل جي ڳالهه ڪئي.

انور چيو، ”امي حضور! هي توهان جو پنهنجو ملڪ آهي، پاڪستان.“

”اسان لاءِ ڪهڙو پاڪستان، ڪهڙو هندستان.“ ائين چوندي ڪراڙي در وٽان توري هٽي بيٺي. در ڏي منهن ڪري چيائين، ”اچ بيٽي اچ. نالو ڇا اٿيئي؟“

”شينا نالو اٿم.“ مون گهر اندر گهڙندي چيو، ”اما، مهرباني. مار بن منٽن ۾ هتان هلي ويندس.“

مون پڌر جي وچ ۾ بيهي هيڏي هوڏي نهاريو.

منهنجي ماءُ ڳٺونتيءَ جو گهر!

منهنجي ممي پندرهن سالن جي هئي، جڏهن هي گهر ڇڏيو هئائين 45 سالن کان پوءِ به هن گهر جو بيان ان طرح ڪندي آهي جو هي پڌر، هوءَ سمهين ديوار، سڀ ڪمرا، رڌڻو، سنان جاءِ سڀ ڇڻ اسان

جا ڏنل هجن. اٿيءَ وسهندا آهيون. اڄ ماءُ ان گهر کي ڏسي رهي آهيان. پنهنجين اکين سان...

ممي پنهنجي ننڍپڻ جا هتي گذاريل ڏينهن ياد ڪري اداس ٿي ويندي آهي. وس پڇيس ته جيڪر هتي وري اچي رهي. وڏي اما جي ڳالهه ڪري ته هميشه روئندي آهي.

ممي چوندي آهي ته پيءُ جي بلڪل وچ تي بيهجي ۽ گهر جي دروزاي ڏانهن منهن ڪجي ته وڏي اما جو ڪمرو نظر ايندو. جنهن ۾ وڏي اما بند رهندي هئي. ماءُ پيءُ جي وچ تي دروازي ڏانهن منهن ڪري بيٺي آهيان ته برابر هڪ ننڍڙو ڪمرو آهي جيڪو اڄ به بند پيو آهي. مون ڪراڙيءَ اما کان پڇيو، "اما هي دروازي لڳ ڪمرو ڇو بند پيو آهي؟ دري به ڪليل ڪانهي."

ڪراڙي وراڻيو، "اسين جڏهن هتي اچي رهياسين، تڏهن ٻڌوسين ته اسان کان اڳ ان ڪمري ۾ هڪ چري زال رهندي هئي. اها مري به ان ڪمري ۾ ويئي. منهنجي ننهن کي ڊپ ويهي ويو..."

مون ڇڻ ڪاٻو کاڌو. مَن تي رهند پئجي ويئي چيم، "اها زال چري نه هئي، اما!"

منهنجو آواز ڳورو ٿي ويو هو، اها ڳالهه ڪراڙي اما کان ڳجهي نه رهي. هن پيار مان پڇيو. "هوءَ تنهنجي ڪير لڳندي هئي؟"

"هوءَ منهنجي ڏاڏي هئي." چوندي مان روئي پيس.

"روءُ نه . بيٺي، " ڪراڙي اما چوڻ لڳي، "هوءَ وري به نصيب واري هئي جو پنهنجيءَ مٽيءَ ۾ ته مئي. مون کي ڏس. هن ڌاريءَ ڌرتيءَ ۾ دفنائبيس. جيڪر آگري جي مٽيءَ ۾ دفن ٿيان ها...."

مون ڪراڙي اما جي ڪلهن تي هٿ رکيا ته هوءَ جهوني، ڪاڳر وانگر ڦاٽي پيئي. هن جو ڪبو سرير منهنجي ڇيلهه تائين پئي آيو.

اسان ڪجهه نه ڳالهايو. صرف گڏجي ڳوڙها ڳاڙيا. ٿوريءَ دير بعد مون آهستگيءَ سان پنهنجا هٿ هن جي ڪلهن تان هٽايا....

مون کي سچو گهر ڏسڻو هو.... ٻن منٽن ۾ سچو گهر ڦري آيس. ڪنهن به ڪمري اندر ڪا نه ويس صرف دروازن ديوارن کي هٿ لڳايم. پيءُ ۾ ڪيلن جو وڻ ڪو نه هو. پر اها ڪنڊ مون ڳولي ورتي.

ان جي سامهون واري ڪمري کي به باهران ڇهيم. ان ڪمري ۾ منهنجي ممي سمهندي هئي. پوءِ وڏي اما جي بند ڪمري اڳيان نمسڪار ڪري مان گهر مان نڪري آيس!

رزاق ۽ انور ڪار ۾ وجي وينا هئا. مان سالگرام جي جاين مان نڪتيس ته انور تپ ڏيئي ڪار مان لٿو. مون لاءِ پنيون در کوليندي چيائين. "بيحد مايوس لڳي رهيون آهيو، ڇو؟"

مان پنيءَ سيٽ تي وينس ته رزاق پنيان ڪنڌ ڦيري نه چاڻ ڇا بئي چوڻ چاهيو. پر منهنجو منهن ڏسي شايد حيران ٿي ويو. چيائين. "ڇو، ڇا ٿيو؟"

مان ڇا چوان. ڪراڙي اما ۽ منهنجي وچ ۾ جيڪو رشتو جڙيو. سو احساس طاري هو. احساس کي لفظن ۾ سمائڻ ممڪن ڪونهي.

مون کي ماٺ ڏسي انور هڪ نظم گنگنائڻ شروع ڪيو:

بات نڪليگي تو....

لوگ بي وجه اداسي ڪا سبب پوچهينگي

يي بهي پوچهينگي تم اتني پريشان ڪيون هو.

انهن ٻن سٽن کي دهرائڻ لڳو. اڳيان وڏي ٿي نه. منهنجو موڊ ڦيرائڻ لاءِ موزون نظم گنگنائڻ جو انور جو انداز پيارو لڳم. چيومانس. "ادا انور! توهان جو گلو ڪافي سريلو آهي."

گنگنائڻ بند ڪري چيائين، "اهو داد تڏهن قبول ڪندس جڏهن توهين پريشانيءَ جو سبب ٻڌائينديون."

وري به مون کي چپ ڏسي رزاق پنيان نهاري چيو، "توهان جي وڏڙن کي مجبوريءَ پنهنجو وطن، پنهنجا ناٺا، نڪاٺا نهي نڪي زندگي ڇڏي هتان لڏڻو پيو. اهو احساس هي اباڻو گهر ڏسي شديد ٿي ويو هوندو."

"هن ڪراڙي اما وارن سان به ساڳي ويڌن آهي." مان سيٽ تي سري وچ ۾ وهندي چوان ٿي، "جيئن منهنجي ماءُ ڪراچي ڪراچي ڪري پيئي تڙپي تيئن ڪراڙي اما آگرو آگرو ڪري پيئي ڦتڪي. ڪيترن ماڻهن

جا روح آڌ صديءَ بعد بہ بي چين آهن. ورهاڱي مان مليو ڇا؟“

انور جواب ڏنو، ”جن جا روح بيچين آهن سي سياستدان نہ آهن، پاپي صاحب! ورهاڱو هڪ سياسي کيل هو. سياست جو روح سان ڪهڙو تعلق؟“

”اها ڳالهہ توهان سو سيڪڙو سچي چئي.“

شام جي وقت مان اما جان کي پنهنجي ماءُ جي اباڻي گهر ۾ ڪراڙي اما بابت ٻڌائي رهي هئس تہ يوسف ۽ سلطانا اچي پهتا. هنن جي اچڻ سان ڳالهائڻ جو موضوع وڏي اما ۽ ڪراڙي اما مان ڦري انور جو وهانءُ تي پيو. وهانءُ جي تيارين بابت ڳالهيون ٿيڻ لڳيون.

مون پنهنجي نران سلطانا ۽ سندس مڙس جي خاطرداري ڪئي. ان بعد پنهنجو پرس کڻي آيس. پرس ۾ اهي سڀ ڪاغذ سنڀالي رکيا اتم، جن ۾ اما جان هر هڪ جي لسٽ لکائي آهي. ڪي ڪم يوسف کي سپرد ٿيل آهن. اما جان ضرور ڄاڻڻ چاهيندي تہ يوسف تي رکيل ڪم هن سر انجام ڪيا آهن يا نہ. تنهن ڪري يوسف وارو پنو ڪڍي مون امان جن کي هٿ ۾ ڏنو.

وهانءُ ۾ باقي ٽي ڏينهن پيا آهن. سياڻي گهڻا ئي مهمان اچي پهچندا. ٻئي نرانون بارن سوڌيون ٽڪڻ اينديون. سلطانا تہ ڪراچيءَ ۾ ئي آهي. وڏي فهميده حيدرآباد کان اچڻي آهي. بہ بزرگ مهمان بابا سائينءَ جو ڀاءُ عبدالله ميمڻ ۽ ڀيڻ فاطمہ بيگم بدين کان اچڻا آهن. بدين وارن مهمانن کي اسٽيشن تان وٺڻ يوسف ويندو ۽ فهميده کي وٺڻ رزاق ويندو. اهو سڀ طئہ ٿيڻ کان پوءِ اما جن مون کي چيو، ”ڪنهن بہ ڳالهہ ۾ صلاح مشورو ڪرڻو هجيو تہ حاضر آهيان. باقي ذميواري اوهان جي آهي. گهر اوهان جو آهي ۽ مهمان بہ اوهان جا ئي آهن.“

سس جي انهن لفظن مون ۾ ذميواريءَ جو احساس حد کان وڌيڪ پئدا ڪري ڇڏيو. ان قسم جو منهنجو پهريون آزمودو هو. ڀاءُ جي شاديءَ مهل ماءُ جي مدد گار ٿي هئس، پر هتي منهنجو رول نرالو آهي.

رات جو ٿڪ سبب ننڊ جلد اچي ويئي، پر ٻارهين بجي ڌاري ڇرڪ ڀري اٿيس. رزاق پڇيو، ”ڇا ٿيو، سويٽ هارٽ.“

”مان هڪ منٽ ۾ رڌڻي مان ٿي اچان ٿي. ڏسان ماسيءَ ڪلهہ

وانگر فريزر ۾ برف رکڻ وساري ته ڪانهي.... انور کي شربت جا شيشا ۽ چادرون آڻڻ لاءِ چيو هوم، هن الائي آندا الائي نه...“ ائين چوندي مان بيڊ روم مان نڪري آيس.

رڌڻي ۾ وڃي فرج ۽ فريزر چيڪ ڪيم. شيلف تي نگاهه وڌم. شربت جا شيشا رکيا هئا. بسڪوٽن چاڪليٽن جا ڊبا نظر مان ڪڍيم. مٺائي جا باڪس ڳڻيم. ڇهن قسمن جي نمڪين چيزن سان برنيون به پريل آهن. اها ترتيب ڪري، رڌڻي مان نڪري بيڊ روم طرف پئي ويس، ته هال مان لنگهندي منهنجي نظر انور تي پيئي هو گهر جي مهڙ واري لان ۾ بيٺو هو. لان ۾ وڃي ڏير کي چيڙايم. چيو مانس، ”انور ادا! توهان جا تارا تڪڻ جا ڏينهن ته اڃا پورا ٿيا آهن .... ننڊ نه ٿي اچيو ڇا؟“

انور ٽهڪ ڏنو. چيائين، ”اوهين ڇو پيئون جاڳو؟“

”مون کي ٿورو ڪم هو.“

”توهان کي ته ڪم ئي ڪم آهي. اڄ سڄو ڏينهن توهان کي جاچيو اٿم. پيرن جي ڪڙيءَ تي بيٺيون آهيو.“

”منهنجي پياري ڏير جي شادي آهي، ڪو چرچو نه ڪونهي.“

مان انور جي پر ۾ پيل ڪرسيءَ تي ويهي رهيس.... وهندي ئي خيال آيو رزاق وائڙو ٿي ويندو ته مان رڌڻي ۾ هيتري دير ڇا ڪري رهي آهيان. ڪيس ٻڌائي اچان. اهو سوچي اٿيس ته ڏسان رزاق لان طرف پيو اچي. اسان وٽ پهچي مون کي چيائين، ”شينا توکي مڃي ويس، بهانو ته رڌڻي ۾ ڪجهه چيڪ ڪرڻو آهي. ڏس ته هتي ڏير سان سس پس پيئي ٿئي.“

ٽنهي گڏجي کليو. پنهنجي ئي کل ٻڌي خيال آيوسين ته بابا سائين ۽ امان جن جي ننڊ نه ڦٽي، سو ايتري ڌيمي آواز ۾ ويهي ڳالهيون ڪيونسين جيتري ڌيمي رفتار سان لان ۾ اپريل پن ۽ گل ڦل پٽڪي رهيا هئا....

صبح جو منهنجي ٻئي نرانون پهچي ويئون آهن. هنن جي اچڻ سان اسان جو گهر صحيح معني ۾ شاديءَ وارو گهر لڳي ٿو. ٻنهي پيننرن پاءُ کي چيڙائي ڪٽ ڪيو آهي. سلطانا موج ۾ اچي انور سان مخاطب ٿي سهرو ٿي ڳائي:

*راڻـــو هليـــو آ هليـــو آ ڪـــار ۾*
*تـــو لاءِ ســـهرو بينـــو آ انتظـــار ۾.*
*ســس ســدوريءَ آهـــي ســيج وڇـــائي.*
*ســـالي ســـنهڙي ڏاوڻ لائـــي؛*
*راڻـــو پيـــار ڪـــري او پيـــار ڪـــري.*

سلطانا پاڻ ڳائي پورو ڪيو پوءِ سهرن ۽ لاڏن جون ڪيسيٽون هلائڻ شروع ڪيائين. هن بہ ڪيسٽون آنديون هيون. زرينہ بلوچ جي ۽ پڳونتي ناواڻيءَ جي. گهر ۾ سهرا ۽ لاڏا گونجڻ لڳا. وچ وچ ۾ اسان بہ پئي ڪيسيٽ سان سُر ملايو...

*راڻـــا تـــو مـــان لک ڻينـــدا*
*راڻـــا تـــو مـــان راڄ ڻينـــدا*

*لاڏل جـا جڙيـل جـا مهمـان لٿـا تـم ريـل مـان*
*لٿـا تـم ريـل مـان، لٿـا تـم پـلين مـان.*

ماسي رڏٺي مان نچندي ڳائيندي آئي:

*آئـــي لٿـــا تـــم، ســـوزوڪيءَ مـــان*

مون کي ٻنهي نرانن سان گڏ يارهين بجي ڏاري، ڪنوار جي گهر مينديءَ جي رسم ادائگيءَ لاءِ پهچڻو هو، يارهن تہ هتي ئي لڳي ويا آهن. اما جان نسرين جو سامان ڪار جي ڊڪيءَ ۾ رکائي رهي آهي. منائي، تازو ۽ سڪو ميوو، چانديءَ جو ٿري جنهن ۾ گلاب جو پاڻي، زيتون جو تيل ۽ بادام روغن وغيره ملايا ويا هئا ۽ ٻئي پيالي ۾ مينڌي هئي!

مان ڪار ۾ اڳيان رزاق سان ئي ويٺيس. فهميده ۽ سلطانا پنينءَ سيٽ تي ويٺيون. رزاق ڪار اسٽارٽ ڪرڻ تي هو تہ ڏنائين ماسي ڊُڪندي پيئي اچي. هن ڪار وٽ اچي چيو، ”فهميده بيبيءَ جو حيدرآباد مان فون آيو آهي.“

فهميده ڪار مان لهي ويئي.... هن جي شوهر جو فون هو.

هن چيو تہ مان شاديءَ ۾ شريڪ نہ ٿو ٿي سگهان. فهميده جي مڙس بلوچ صاحب جي فون گهر جو ماحول ئي بدلي ڇڏيو... ڇڻ ڪو ڪاروان ڏاڍي ڇوچ مان اڳتي وڌي رهيو هو، تنهن جو ڇوچ نڪري ويو.

فهميده "ڪنوار" جي گهر ڪا نہ هلي. مان ۽ سلطانا توڙي رزاق خوشيءَ جو نقاب چاڙهي مينديءَ جي رسم ادا ڪري گهري موٽياسين.

گهر پهتاسين تہ لنگهياڙيون اڃي ويئون هيون. هنن پنهنجي ٻَائڻ ۽ ڇرڇن گهبن سان سڄو پاڙو ڪٺي مٿي تي ڪنيو هو. هڪ هون دهل تي ڏڪ، ٻيو هون مستيءَ ڀريو آواز.... هن شغل ۾ شامل ٿيڻ لاءِ مٿن مائٽن، دوستن ۽ پاڙي جي ڪن گهرن کي بہ دعوت ڏني ويئي هئي. گهر وارا منهن مکي موقعي سان نباهي رهيا هئاسين. اسان جي اندر ۾ آرام ڪونہ هو....

ڇئين بجي ڏاري سيڪو منجهند جي روٽي ڪائي روانو ٿيو. لنگهياڙيون ۽ مينديءَ واري بہ پنهنجي رقم وٺي هليون ويئون.

ان بعد بابا سائين ۽ اما جن، اسان سيني کي پنهنجي ڪمري ۾ گهرايو. سيني جا منهن لٿل. ٿوري دير لاءِ ڪمري ۾ سانت ڇانئي رهي. آخر بابا فهميده کان پڇو، "امڙ! توهين ٻڌايو تہ اسان کي ڇا ڪرڻ گهرجي. بلوچ صاحب کي اچڻ لاءِ ڪيئن مڃايون؟"

فهميده روئي ڏنو... "ڪجهہ چئي نہ سگهي."

اما جن چيو، "الائي بلوچ صاحب اسان سان ڇو ٿو ناراض رهي."

سلطانا، جيڪا پيٽيوئي جي رَوَش تي دل ۾ سڙي ويني هئي تنهن چيو، "اما! ناراض توهان جي پئسي سان آهي... توهان جا ٻئي پٽ سنو پيا ڪمائين. ادا رزاق تہ سڄو گهر امپورٽيڊ شين سان ڀري ڇڏيو آهي. هوڏانهن انور لاءِ الڳ بنگلو پيا نهرايو. اهو سڀ بلوچ صاحب کان سنو نہ ٿو ٿئي."

فهميده، نڌيءَ ڀيڻ جي زبان مان مڙس لاءِ هي ڪوڙا لفظ سهي نہ سگهي. هن سلطانا ڏانهن نهاري چيو، "ڪجهہ زبان کي لغام بہ ڏيو. توهان ننڍيون آهيو، وڏي پيٽيوئي لاءِ ائين ڳالهائيندي ڪي لڄ بہ نہ ٿي ٿئيوَ"....

بابا خفي ٿي چيو، ”هاڻي توهين پاڻ ۾ ته نه وڙهو. مون کي صلاح ڏيو ته بلوچ صاحب کي ڪيئن گهرائجي.“

سلطانا ۽ فهميده ٻئي ڪمري مان نڪري ويئون.

هنن کي شايد هتي موجود هجڻ غير ضروري لڳو.

هنن جي وڃڻ کان پوءِ انور، بابا جي منهن ۾ نهاري چيو، ”اوهان کي بلوچ صاحب جو وهنوار واجب لڳي ٿو؟“

”نه — نه ٿو لڳي واجب.“ بابا سائين انور جي اکين ۾ اکيون وجهي چيو. ”پر توهان پيڻ ته هن کي ڏني آهي. فهميده جي صدقي اسان کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ هوءَ به ته هن گهر جو اولاد آهي.“

ٿوري دير صلاح مصلحت هلي. نيٺ فيصلو ٿيو ته رزاق ڪار ڪڍي هيئنر ئي حيدرآباد روانو ٿئي. منٽ ميڙ ڪري بلوچ صاحب کي وٺي اچي. رات اتي رهڻي پوندس. رات جو ڪار ۾ سفر جوکائتو آهي.

”مون کي هڪ ڳالهه ٻي چوڻي آهي،“ انور چيو.

اسان چارئي انور جي منهن کي ڪتڪي وچان نهارڻ لڳاسين.

انور، امان جن ڏانهن منهن ڪري چيو، ”اما! توهين سلطانا کي پنهنجي منهن ٿورو سمجهايو. هوءَ پاپي صاحب سان چڱو نه ٿي پيش اچي.“

اما ۽ بابا ٻنهي کي ڳالهه سمجهه ۾ نه آئي. مان اکيون هيٺ ڪري ويهي رهيس. اما مون کان پڇيو، ”ڪنوار! مون کي ٻڌايو، سلطانا توهان سان ڪهڙي نامناسب ڳالهه ڪئي آهي.“

انور چيو، ”مان ٿو ٻڌايانو.“

بابا چيو، ”پٽ! ڪنوار پاڻ ٻڌائي ته چڱو.“

اکيون هيٺ هوندي ئي چيم، ”مون کي ٻه ٽي دفعا چيو اٿائين ته اما جن کان ذميواري ڇڏائن جو ته رڳو ڍونگ آهي. اصل ۾ مان گهر جون واڳون پنهنجي هٿ ۾ رکڻ ٿي چاهيان.“

اما امالڪ چيو، ”مان ته نهرن کي واڳون ڏيڻ ۾ راضي آهيان. منهنجي جيئري راڄ ڪيو ته ڏسان. هاڻي سلطانا يا ٻيو ڪير ڳالهه ابتي سمجهي ته اها ٿي هنن جي بي عقلي.“

بابا پنهنجي پر ۾ رکيل پاٽيءَ جي بوتل مان گلاس پريندي پڇيو، ”جيجل، اوهين اسان کي ڏسندءَ ڪين....“

مون بابا کي سٺ پوري ڪرڻ ڪا نه ڏني، چيومان، ”بلڪل بابا سائين! مان اما جن ۽ توهان کي ڏسنديس. بس رڳو توهان جي دل ۾ مون لاءِ ڪا غلط فهمي نه ٿئي.“ منهنجي اکين مان ڳوڙها ڳڙي پيا.

اما پنهنجي پوتيءَ سان منهنجا ڳوڙها اگهي چيو، ”مون کي نهر پهرين. اوهين به اسان جو اولاد آهيو.“

رزاق! تون حيدرآباد ڇا ويو آهين، ڄڻ مون کي به پاڻ سان پڄائي ويو آهين. خبر اٿيئي، ته تو جڏهن ڪار اسٽارٽ ڪئي، مون ائين محسوس ڪيو ته مان تنهنجي پنيان ڊڪندي پيئي اچان. پوءِ ڏنم ته نه، پير گهر طرف پيا هلن. گهر ۾ ٺي آهيان. شام ته وري به گذري ويئي، هاڻي رات ڪا ٺٽي آهي، اڪيلي. هونءَ تون بستري تي وهڻ سان ئي منهنجا هٿ، پنهنجن ڳلن تي رکندو آهين ۽ پوءِ، پنهنجا هٿ منهنجي ڳلن تي رکي چوندو آهين هاڻي ڳالهايون نه ٿا. صرف هڪ ٻئي کي ڏسون ٿا، ٻه منٽ.

بيڊروم جي در تي ڪڙڪو ٿو ٿئي. اما جن آهن. مان بستري تان ٽپ ڏيئي اٿي در تائين ويس. پوءِ اما ۽ مان پلنگ تي اچي ويٺيونسين. مون امان کي ٽيڪ لاءِ وهاڻو ڏيندي چيو، ”ٽنگون مٿي ڪري آرام سان وهو.“

مان ايڏي خوش جو سمجهه ۾ نه اچي ته اما سان ڇا ڳالهايان ۽ ڇا ڪريان اما لاءِ. ڪين چيم، ”ڪافي پيئون؟“

چيائين، ”ڪافي پوءِ، امڙ! مان اوهان سان هڪ خاص ڳالهه ڪرڻ ٿي گهران. موقعو پٺي ڳولهيم.“

مون اتاولين اکين سان اما ڏانهن نهاريو. اما چيو، ”سياڻي نجما گهوٽ سوڙي اچڻي آهي. هوءَ منهنجي پهاج جي ڌيءُ آهي. هن جي خاطرداري به ائين ڪج، جيئن سلطانا ۽ فهميدا جي ڪري رهيون آهيو.“

اما جن جو چوڻ منهنجين اکين تي. پر اما پنهنجي پهاج جي ڳالهه رواجي نموني ڪيئن چئي ويئي؟ منهنجون اکيون هيٺ ٿي ويئون.

اما ڏانهن نهاري نہ تي سگهيس. ڇڻ زندگيءَ هن سان ڪا گستاخي ڪئي هجي، جيڪا مون کان برداشت نہ ٿي ٿِئي.

مون ڏيري ڏيري اما جي ٿنگن کي زور ڏيڻ شروع ڪيا. زور ڏيندي اما کان هڪ سوال پڇيم، ”بابا سائينءَ ٻي شادي ڪئي تہ توهان کي افسوس ٿيو هوندو؟“

”افسوس... دل جلي رک ٿي ويئي، پر رک ۾ بہ سهرهن لاءِ محبت ۾ چڻنگ وانگر ٻرندي رهي. مون آهستي آهستي پاڻ کي سمجهائي ڇڏيو.“

اما جن جي وڃڻ بعد پنهنجي ڪمري جي دريءَ جو پردو سرڪائي اچي بيٺي آهيان. هوا جي ٿورڙي سرير آهي. آڪاش اونداهو آهي. انسان جي زندگيءَ ۾ بہ ڪي سياه ڏينهن اچن ٿا. جيئن آسمان هر حال ۾ استر بينو آهي، تيئن ڪي انسان بہ استر بيهن ٿا، جيئن رزاق جي امڙ....

صبح جو ڏهين بجي ڏاري رزاق ۽ بلوچ صاحب اچي پهتا... شروعاتي دُعا سلام پورو ٿيو تہ انور جيڪو مون کي ڇيڙائڻ لاءِ سيڙيو وينو هوءَ تنهن چيو، ”پاپي صاحبا، هاڻي تہ ڪلندءُ؟ وٺو اچي ويو رزاق. ڪلهہ شام کان اوهان جي رِڪل لاءِ پيا تا سڪئون.“

”ڇڏيو ڇڏيو... رِڪل تہ توهان جي ڪلهہ کان بند آهي. پلا نسرين جو فون جو ڪو نہ ٿو اچي.“ مون وراٽيومانس.

”ويچاريون مهمانن اڳيان فون ڪيئن ڪنديون.“ اما ڪل مذاق ۾ شريڪ ٿيندي چيو، ”مان ڪٽي ٿي نسرين کي فون ڪيان، هوءَ لائين تي اچي تہ فون ڪٽي انور حوالي ڪيان.“

”ها .... ها... اما،“ مون سس کي چيو، ”انور لک ٿورا مڃيندو.“

فهميده واچ ۾ وقت ڏسي چيو، ”هاڻي سوا ڏهہ ٿيا آهن، انور ادا! نڪاح ۾ آهن باقي ڏهہ ڪلاڪ، صبر ڪريو. صبر جو ڦل مٺو ٿيندو آهي.“

مون کلندي چيو، ”فهميده جو آواز اسان اڄ ٻڌو آهي، نہ تہ رڳو چپ ڪيو بلوچ صاحب کي پئي ياد ڪيائين.“

بلوچ صاحب کان بي ساختو ٺهڪ نڪري ويو. هن پنهنجيءَ ساليءَ سلطانا کي چيو، ”اسين حيدرآباد وارا پهچي وياسين، چو پلا ڪراچيءَ وارا اجا نہ پهتا آهن؟“ هن جو اشارو پنهنجي سنڌوءَ، يوسف ڏانهن هو.

”بس اچڻ ۾ هوندا.“ سلطانا وراڻيو.

يارهين بجي ڌاري يوسف بہ اچي ويو. ان بعد بابا بہ پنهنجي ڪمري مان نڪري هال ۾ اسان سان اچي وينو. ٻئي ڏيئر. نائي، ٻہ ڏوهٽا، هڪ ڏوهٽي... ٻئي پٽ ۽ هڪڙي ننهن گهر ۾ موجود. ٻي ننهن اڄ رات جو گهر ۾ پهڻ واري... بابا پنهنجي اولاد جي ڇهہ ڇهہ ڪنڌڙ ڇهرن کي ڏسي زال کي چيو، ”الله پاڪ سيڪي ڏنو آهي. رزاق، انور جي ماءُ!“

اما بہ ساڳيءَ لهر ۾ اچي چيو، ”جيڏو الله جو نانءُ، مان ٻاجهہ بہ اوڏيائي مڱان.“

رنگون والا هال ۾ شادي آهي. ستين بجي گهوٽ جي ڪار، پينرن ۽ سندن مڙسن سان گڏ رواني ٿي. باقي گهر وارن ۽ مهانن لاءِ ٻہ سوزوڪيون ڀاڙي تي ڪيون هيونسين. سڀ مهمان ... ماسي ۽ ڪم وارا چاچا سڀ سوزوڪين ۾ وجي وينا. باقي اما ۽ مون کي وڃڻو هو. اسان گهر جي چانئٺ وٽ هڪ ننڍڙي ميز رکي ان تي سانن سوٽن لاءِ گهربل چيزون رکيون. ونی چانئٺ ۾ پير ڏريندي تہ ناريل ڀڃبو، گلاب جو پاڻي ڇٽڪائبو. مٺ پرائي (چانور مٺڻ)ٿيندي. گهڻيون ريتون رسمون ساڳيون آهن. مون کي پنهنجي پاءُ جي شاديءَ جو وقت تو ياد اچي.

هال ۾ پهچي پهرين تہ منجهي پيس. تمام گهڻا ماڻهو هئا. ست، اٺ سئو کن. انهن مان مون کي ٿيهہ چاليهہ ماڻهو مس ڀيا سڃاڻن. اتي بہ اما جن منهنجو خيال ڪيو. مون کي، ڪنهن ڪنواريتيءَ کي سڏي نسرين جي ڪمري ۾ موڪليائون. نسرين مون سان حب سان ملي. پوءِ مان ماڻهن جي نظرن جو مرڪز ٿي پيس. ڪنوار جي ڏيراڻي جو ٿيس!

رسم مطابق قاضي صاحب هڪ وڪيل سان گڏ ٿي شاهد ڪنوار جي ڪمري ۾ موڪليا. هنن ڪنوار کان نڪاح لاءِ قبوليت گهري. جڏهن ڪنوار هامي ڀري تڏهن ڪيس ڪمري مان وٺي اچي هال

۾ گهوٽ جي پير ۾ وهاريو ويو. ان بعد قاضي صاحب گهوٽ کان قبوليت وني نڪاح پڙهڻ شروع ڪيو. نڪاح پڙهڻ بعد، نڪاح نامي جون ٽني ڪاپيون گهوٽ ڪنوار ٻنهي کان صحي ڪرايائين. اهو نڪاح نامو رجسٽرار جي آفيس ۾ پهچائڻ جي جوابداري قاضي صاحب جي هئي. خير سان نڪاح ٿي گذريو.

هڪ رسم مون ڪي نئين به لڳي ۽ مزيدار به. اها هئي حق مهر جي رسم. قاضي صاحب پنجاه هزار "حق مهر" جي رقم مقرر ڪئي هئي. رات جو گهر ۾ سڀئي رسمون پوريون ڪري، ... وڏڙن.... کان آسيس وني، جڏهن گهوٽ ڪنوار پنهنجي ڪمري ۾ گهڙڻ وارا هئا، تڏهن گهوٽ ڪي "حق مهر" واري رقم زال ڪي ڏيڻي هئي، يا ته زال کان بخشائڻي هئي. ڏاڍو مزو آيو. جڏهن انور ڪنوار کي رقم بخشڻ لاءِ منت ڪئي. ڪنوار نسرين، پنهنجي شوهر کي اها رقم بخشي ڇڏي!

رات جو سمهڻ کان اڳ رزاق ۽ مان خوب ڪلياسين. اسان ڪورٽ مئريج ڪئي هئي، نه قاضي هو نه پنڊت، نه ڪنواريتا هئا، نه گهوٽيتا! "حق مهر" جي رقم به مقرر نه ٿي. رزاق ۽ مان پيار جي ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿي وڃي پار پهتاسين!.

ٻن ڏينهن بعد....

اسين صبح سويرو خانواهڻ وڃڻ لاءِ تيار ٿيا آهيون. ڪار ۾ ڊرائيور جي سيٽ تي گهر جو جهونو ڊرائيور مراد چاچو ويٺو آهي. پٺئين سيٽ تي مان ۽ رزاق. ماسي ڪار جي ڊڪيءَ ۾ کاڌي جون چيزون، پاڻيءَ جون بوتلون ۽ چانهه جا ٿرماس رکي رهي آهي.

بابا سائين ۽ اما ڪار جي پر ۾ بيٺا آهن. ڪار اسٽارٽ ٿيڻ تي آهي. مان ماسيءَ کي چوان ٿي، ”اما بابا جو خيال رکجو، انور نسرين گهر ۾ ڪونهن.“

ماسيءَ وٽان ترت جواب آيو، ”اما بابا جي خدمت نه ڪيان ته جهنم ۾ وڃان.“ هوءَ چوندي هلي ويئي.

بابا سائين مراد کي هدايت ٿا ڪن، ”ابا، واٽ تي گهڻو نه بيهجو. منجهند جو هڪ ڏيڍ بجي خانواهڻ پهچڻو اٿو. ڊاڪٽر منظور قادر وارا توهان جو لنچ تي انتظار ڪندا.“

”بابا سائين! رڳو ڪينجهر تي بيهندس.“ مُراد بيحد ادب سان وراڻي ٿو، ”امڙ ڪينجهر ڏسڻ ٿيون چاهين. نه ته سپر هاءِ وي کان وڃون ته چئن، پنجن ڪلاڪن ۾ خانواهڻ“.

ها، مون کي ڏسڻي آهي ڪينجهر ڍنڍ، مون مراد کي چيو هو ته ڪينجهر وارو رستو هل، پل اهو لنبو هجي. ڪينجهر سان منهنجو جذباتي لڳاءُ آهي. مون ڪاليج جي زماني ۾ نوري ڄام تماچي ناٽڪ ۾ نوريءَ جو رول ڪيو هو. ان لاءِ اتساهيو هوم، مئڊم پوپٽي هيرا نندڻيءَ. هوءَ بي اي ۾ اسان کي سنڌي وشيه پڙهائيندي هئي. شاهه، سچل ۽ سامي ڏاڍي دل سان پاڙهيائين. ڪنهن مهل موج ۾ اچي بيت ڳائي ٻڌائيندي هئي. جيتوڻيڪ ڪاليج ڇڏڻ کان پوءِ مون شاهه، سچل ۽ سامي نه پڙهيا آهن، پر مئڊم پوپٽيءَ جيڪو پڙهايو سو دل ۾ ڪتل آهي. ان ڪري ئي ڪينجهر ڏسڻ لاءِ ماندي آهيان. اصل نوري ته ناهيان مان، پر ناٽڪ ۾ ته بڻي هئس!

اڳوڻي هاءِ وي تي ٽرئفڪ جو مسئلو گهڻو ڪونهي. تنهن

ڪري ڪار تيز رفتار سان هلي رهي آهي. مراد چاچا جي ڊرائيو ڪرڻ جي فلڪ ئي پنهنجي آهي، اسٽيئرنگ تي هٿ ڏرڻ سان ڇڻ بادشاهه بڻجي ويو آهي. جيئن ڪار جي ڦيٿن ڦرڻ شروع ڪيو، تيئن مراد جي چپن چرڻ شروع ڪيو. اها هن جي عادت آهي. ماٺ ڪري ڊرائيو ڪرڻ هن کي سزا لڳندي آهي. ٻه چار هتان هتان جون ڳالهيون ڪري، پوءِ هو رزاق کي چوي ٿو، "ابا! آءُ ته بابا ميمڻ صاحب جي احسانن تي پيو جيئان."

رزاق وراڻيس، "چاچا! بابا سائين چوندا آهن رب جو راضپو هجي، باقي انسان ڪي ڪهڙي طاقت آهي."

"سچا صوفي آهن." مراد، بابا جن جي ساراه جون سرڪيون پريندي ڏڪجي ئي نه ٿو. وري بابا تان ڦري آيو رزاق ۽ انور تي. چيائين، "اوهان ٻئي لائق فرزند آهيو، حاڪم ! اوهين ڏٺيءَ ويا آن ڪان پوءِ گهر متي چڙهيو آهي. اڳي گلشن اقبال ۾ هڪ ڪمري وارو گهر هو.... خدا اوهان کي ۽ انور کي وڏا ڏينهن ڏئي."

اسان جي ڪٽنب جي پراڻي گهر ۾ هاڻي چاچو مراد رهندو آهي. ٻه سال اڳ اسان پنهنجي نئين بنگلي ۾ شفت ڪيو ته مراد جو ياڳ کلي پيو. بابا سائينءَ گلشن اقبال وارو گهر ڪيس رهائش لاءِ ڏنو. هن ڳوٺان پنهنجي گهر واري ۽ ٻار گهرائي ورتا. ڪراچيءَ ۾ ٺهي نڪي وينو آهي. تانئيڪي تيڻ لاءِ ڏينهن رات بابا سائين کي دعائون ڏيندو رهندو آهي.

"چوڪنديون" وٽان لنگهياسين ته مراد اسان جو ڌيان ڇڪايو. رستي جي پاسي قبرون ئي قبرون آهن. پٿر جي اڏاوت آهي. مٿن نالا ۽ سن اڪريل آهن.

ٻن منٽن ۾ اسان جي ڪار "چوڪنديون" پنيآن ڇڏي اڳيان نڪري ويئي... زندگي ائين موت کي پنيان ڇڏي اڳيان نڪري ويندي آهي. اڪٿ سلسلو آهي، زندگيءَ جو!

مراد سنڌي موسيقيءَ جي ڪيسيٽ هلائي آهي. هن پاڻ سان گهڻن ئي ڳائڻن جون ڪيسيٽون آنديون آهن. مائي ڀاڳيءَ جي ڪيسيٽ هلائي پوري ڪيائين پوءِ علڻ فقير جي هلايائين، پوءِ وري ماستر چندر جي. ڪنهن مهل پاڻ به مستيءَ ۾ اچي ڪسيٽ سان گڏ جهونگارڻ ٿو لڳي. اسين راڳ به پيا ٻڌون ته جهوٽا به پيا کائون.

سنگيت ٻڌندي ٻڌندي نوين بجي ڏاري اچي ”ٻنڀور“ پهتا آهيون. هتي ڪار بيهاري نيرن ڪاڌيسين. چانهه پي، ٿوري دير لاءِ ڪار مان هيٺ لٿاسين.

سسئيءَ جو ڀنڀور!

اسان چوطرف نهاريو. هر هنڌ کوٽائيءَ جو ڪم هلي رهيو آهي. کوٽائي ڪندڙ مزور ۽ سپروائيز ڪندڙ سرڪاري عملو. بس صرف هنن جو ئي ڀنڀور ۾ نڪاٽو آهي.

رزاق ٻڌائي ٿو ته قديمي آثار ۽ ثبوت هٿ ڪرڻ لاءِ کوٽائي ٿي رهي آهي. ڪن جو چوڻ آهي ته ڀنڀور ڪنهن زماني ۾ بندر هو. ٻين جي راءِ موجب وڏو واپاري مرڪز هو.

مون چيو، ”ڀنڀور جي اهميت کهڙي به ڪارڻ ثابت ٿئي، پر شاهه عبداللطيف ڀنڀور کي سسئي جي ڪري امر ڪري ڇڏيو آهي.“

”برابر – ان لاءِ ڪا کوٽائي ڪرڻ جي ضرورت نه آهي. صرف شاهه پڙهڻو آهي.“

مون ڪِي امنگ اچي ويو. پٽ تي اوڪڙ ويهي مٽيءَ تي آڱر سان لکيم سسئي. پوءِ ڇڻ ڪا ڪيپ ڪٽي هجيم، ان طرح رزاق کان پڇيم، ”توکي نه ٿو لڳي ڀنڀور جي مٽي مرڪي پيئي، پنهنجيءَ ڇاتيءَ سسئيءَ جو نالو سيني تي لکيل ڏسي.“

رزاق منهنجو هٿ ڪٽي پڪڙيو. هٿ هٿ ۾ ڏيئي اسين آهستي آهستي پنڌ ڪندا ڪار وٽ آياسين. مراد اڳي ئي ڊرائيور جي سيٽ تي ويٺو هو.

اسان جو سفر وري شروع ٿيو...

مون کي ٿوري دير لاءِ جهوٽو اچي ويو. ننڊ ۾ پنهنجو ناناڻو گهر ڏٺم. اها ئي سالگرام واري جاءِ. ڪراڙي اما، مميءَ جو ڏسيل ڪيلن جو وڻ، جيڪو اما جي ڪمري جي سامهون آڱر جي بلڪل آخرين ڪنڊ ۾ هو. ان مان هڪ ڪيلو پٽي ڪڙاڙي اما کي ڪارايان پئي... سپنو پورو ٿي ويو. اک کلي، ته سوچيم حقيقت ۾ اهو وڻ اتي نظر ئي نه آيو هو.

اسين مڪليءَ ۾ ننڍي وٽان لنگهي رهيا آهيون. هتي بہ ”چوکنڊيون“ وانگر مقبرا آهن. ڪي ڳاڙهيسرين سرن جا تہ ڪي اڇي پٿر جا. اڇي پٿر وارن مقبرن تي ڪاشيءَ جو ڪم تيل آهي. مڪلي پار ڪئيسين تہ پوءِ هڪڙو الڳ مقبرو نظر آيو. مون رزاق کان پڇيو، ”هي مقبرو ڇو هڪڙو ئي الڳ آهي؟“

رزاق چوي ٿو، ”هي مقبرو هڪ خاص بزرگ، محمد هاشم ٺٽويءَ جو آهي. هو ناميارو قاعدي دان هو. دهليءَ کان توڙي ٻين هنڌان ڪيترا قاعدي دان ساڻس ملڻ ايندا هئا.“

باقي ڇاڻ مراد ٿو ڏئي. چوي ٿو، ”محمد هاشم ٺٽوي، مغل سلطنت جي وقت ۾ جوان هوندي ئي Chief Justice بڻيو هو.“

مون مراد ڇاڇي جي منهن مان انگريزي لفظ پهريون دفعو ٻڌو آهي. وري Chief Justice اهڙي فخر واري لهجي ۾ چيائين، جو ڄاڻ تہ محمد هاشم ٺٽوي ڪو سندس مٽ هجي. هڪ ڪري مٽ تہ صرف مراد جو ئي نہ، اسان سڀني جو ٿيو، ڇو تہ هو سنڌ ڄائو هو.

”ڪينجهر“ جي نزديڪ پهچي ويا آهيون. مون ڪي هيءَ حقيقت افسانو ٿي لڳي تہ مان ٿوريءَ دير ۾ ڪينجهر ڍنڍ ڏسنديس. مان بمبئيءَ ۾ ڇايس، پليس، نيپس. ڪينجهر پارٽ جو حصو تہ نہ آهي، جو ڪينجهر ڏسڻ ممڪن ٿئي ها. هندستان پاڪستان ٿيو تہ سنڌ مان جن سنڌين لڏيو، سي پاڻ سان ”ڪينجهر“ ڍنڍ تہ ڪٿي وجهي نہ سگهيا، پر نوري هو پاڻ سان ڪٿي ويا. شاهہ جو رسالو نيئي ويا هتان....

ڍنڍ جي ڪناري منڙي هير پيئي لڳي. چوطرف وڻڪار، وچ ۾ پاڻي. هتي سج بہ پنهنجي شوخي ڇڏي ڏني آهي ۽ ڍنڍ جي پاڻيءَ سان رلي ملي ٿڌو ٿي ويو آهي. ڍنڍ جي پير ۾ هڪ پڪ سرو چبوترو آهي، ان ڏانهن ڏيان ڇڪائيندي رزاق ٻڌائي ٿو، ”چون ٿا اها ڄام تماچيءَ جي ماڙي هئي. جيڪا پڇي پُري ويئي آهي. باقي اهو چبوترو نشانيءَ طور بچيو آهي.“

مان چبوتري طرف نهاريان ٿي. جهڙو ننڍڙو ڪنهڙو. اهو بہ زبون حالت ۾ آهي. پوءِ بہ مون لاءِ هي چبوترو تاج محل آهي. ڪينجهر ڍنڍ مون لاءِ جمنا ندي آهي. ڪهڙو آهي ممتاز بيگم ۽ نوريءَ ۾ فرق؟ نوري ڪنهن شاهي گهراڻي ۾ پيدا نہ ٿي، پر مهاڻي ذات جي هن زال،

پنهنجي پيار ۽ پاڪيزگيءَ سان حاڪم هٿ ڪري وڌو!

رزاق ۽ مان وٺڪار وچ مان پنڌ ڪري رهيا آهيون. گل، ٻوٽا، گاهه ۽ ڊنڊ جو پاڻي ڪوملتا پکيڙي رهيا آهن. رزاق منهنجي چيلهه ۾ ٻانهن وجهي مون سان بلڪل لڳي لڳي هلي رهيو آهي. اسين پنهنجي مذ ۾ آهيون. ان مهل پنيان ڪان هڪ مسرت ڀريو آواز ٿو ڪنن تي پوي. ڪنهن پوري ساري انگريزيءَ ۾ چيو:

هي پيار ۾ تا لڳن — *They shem (seem) in Love*

هوءَ نوري — *She Noor*

هي جام تماچي (ڄام تماچي) — *He Jam Tamachi*

اسان پٺ ورائي نهاريو. ٻه وديسي ڪلندي ڳالهائيندا ٿهڪ ڏيندا، اسان جي پويان اچي رهيا هئا. نزديڪ پهچي هڪ ڇٽي مون کان پڇيو، ”تون سنڌڻ آهين؟“ مون ڪنڌ ڌوڻي ها چئي.

”اسين هينئر نوريءَ جي قبر تان پيا موٽون.“

هن هٿ ملائڻ لاءِ مون ڏانهن وڌائي چيو، ”اسان کي خبر نه هئي ته اسان کي هتي زنده نوري گڏجندي.“ هو منهنجي ساراهه ڪرڻ ۾ مگن هو.

هن جو ساٿي وري رزاق کان ٿو پڇي، ”تون به سنڌي آهين؟“

”ها.“ رزاق وراڻيو.

هن رزاق سان هٿ ملائي چيو، ”دوست ! تون جام تماچي آهين. نوري جام تماچي*جهڙا پريمي اسان کي جيئرا جاڳندا مليا آهن.“

هو ٻئي جپاني شاگرد آهن. اتي جي ڪنهن يونيورسٽيءَ ۾ وديسي ٻوليءَ تي ريسرچ ڪري ٿيسز پيش ڪرڻي اٿن. هنن پنهنجي ٿيسز لاءِ ”سنڌي ٻولي“ وشيه چونڊي آهي. اِهو مقصد کين سنڌ وٺي آيو آهي.

ٻئي سيلا ني بيحد دلچسپ ماڻهو آهن. ڳالهيون ڪندا اسان کي پنهنجي ٽوئرسٽ بنگلي ۾ وٺي آيا آهن. اڄ کين سر ڪماچ مان ٻه ٽي واپون رڪارڊ ڪرڻيون آهن. ان لاءِ کين ڪنهن پروفيشنل ڳائڻي جو آواز نه، پر هڪ نج معصوم ڳوٺاڻو آواز کپي، جنهن ڪري هنن پر واري جهرڪن جي ڳوٺ مان، تهذيب نالي هڪ سنڌي زال گهرائي آهي. هن سان گڏ سندس مڙس ظفر به آيو آهي. تهذيب کان وايون ڳارائڻ لاءِ

سيلانين کيس 500 روپيہ ڏيڻا ڪيا آهن.

مون کي تهذيب ڏاڍي پياري لڳي. غريب ڪٽنب جي، پر ٺاهوڪي، سگهڙ زال. سلوار قميص سادي سودي پهريل. مٿو اجرڪ سان ڍڪيل اٿس. هوءَ چاليهن کان تُوري مٿي هوندي. مڙس ڪانئس 15 —17 سال وڏو ٿو لڳي. شايد هيءَ ظفر جي ٻي زال هجي.

اما جن جي ڀاڄ بہ تهذيب جي عمر جي هوندي. مون هن جا ڏيءَ ناني انور جي شاديءَ ۾ ڏٺا. باقي پاڻ هن وقت ڪٿي آهي، اهو ڄاڻي نہ سگهي آهيان.

”توهان کي هڪ وائي ڳائي ٿي ٻڌايان.“ تهذيب چوي ٿي.

مون کي الله مليو. مان خود سوچي رهي هئس تہ هن کي ڳائڻ لاءِ چوان.

تهذيب بلند ۽ ڪليل آواز ۾ ڳائي ٿي:

*هيري هٿ وڏائين ويهي سائين وچ ۾*
*نوازش نوريءَ جي آهي تماچيءَ تائين*
*موتي مڇيءَ مٿ تي، ڪوڏن جڻن ڪديائين*
*ماڻڪ مياڻن ۾، چلرن جڻن چنيائين*
*پاڻيٺ آٿي پاڻ سين لعلون سڀ لُٽيائين*
*فيروزا فقير تان گهوري سڀ گهوريائين، اتي*
*عبداللطيف چئي، اجلي امل ڏنائين.*

پوئين سٽ عبداللطيف واري، تهذيب جي مڙس ظفر بہ ساڻس ڳائي. عبدل لطيف نالو ڏاڍي آدب پابوه مان گلي مان ڪديائين. بي ساختہ واه واه نڪري ويئي!

اسان هنن سيني کان موڪلائي پنهنجو سفر وري شروع ڪيو...

مالا مال ڪري ڇڏيو من کي، ڪينجهر جي زيارت. ڇپاني سيلاني ساتي، توڙي تهذيب ۽ ظفر، ڪڏهن ڪين وسرندا؟ توڙي جو هو وري ڪڏهن زندگيءَ ۾ نہ ملندا. جيئن ڪراڙي اما*، وري ڪڏهن نہ ملندي. وڏي اما وارو بند ڪمرو بہ شايد سپني ۾ پيئي ڏسنديس. ان ڪمري ۾ ڪڏهن وڏي اما بہ وينل ڏسڻ ايندي. نہ مون وڏي اما ڏني،

۽ نہ ڪو سندس فوٽو اسان وٽ آهي. پر ڪن ڏنل اڻ ڏٺل ماڻهن جون تصويرون دل جي فريم ۾ سوگهيون هونديون آهن.

ڪينجهر ڪان پوءِ آيو جهرڪن جو ڳوٺ! رزاق هن ڳوٺ بابت ڪجهہ ٻڌائڻ تي هو پر هن کان اڳ ئي مراد چاچي چيو. "امڙ. هن ڳوٺ جي آبهوا ٽڏيري آهي. ٽي بي جي مريضن لاءِ ڏاڍي موافق. هتي هڪ سئنيٽوريم بہ آهي."

رزاق مرڪندي مون کي اشاري ۾ چيو تہ معلومات ڏيڻ جو ذمو چاچي مراد جو ٿي آهي... سچ پچ ڪار جي سفر ۾ چاچو ئي ڳالهائيندو رهيو آهي. هڪ ٻي ڳالهہ بہ آهي، چاچي جڏهن کان مون کي ڏٺو آهي مون سان ڳالهائڻ ۽ منهنجي ساراهہ ڪرڻ کان رهي ئي نہ ٿو. تنهن ڏينهن منهنجا رذيل ڪڙهي چانور کاڌائين تہ ٻئي ڏينهن تائين ڪڙهي جي سواد جي ثنا پيو ڳايائين!

مراد ڪار اڏائيندو ٿو هلي. رستي جي ٻنهي پاسن کان ويران ميدان، نہ جهڙي ساوڪ. ڪي مٽيءَ جا تہ ڪي پڪ سرا پونگا. انهن جي ڇتين تي وينل ڪانو — اک ڇنڀ ۾ اکين کان اوجهل ٿيندا ٿا وڃن.

صبح جو ڇهين بجي ڪراچيءَ مان نڪتا آهيون. منجهند جو هڪ اچي لڳو آهي. ٿورو ٿڪ پيو محسوس ٿئي. اوٻاسين مٿان اوٻاسيون اچي رهيون آهن. رزاق پنهنجو پير منهنجي پير مٿان رکي اشاري سان چيو، "منهنجن گوڏن تي سر رکي پير مٿي ڪري ليٽي پئہ."

مون ڪيس هٿ جي اشاري سان "نہ" ڪئي. چاچو مراد اڳيان وينو آهي. مون کي حجاب ٿو ٿئي.

رزاق ڪي پيپسي پيئڻ جي سُجهي. مون ٿي دٻا پيپسين جا ڪوليا. هڪ چاچي کي ڏنم، ٻيو رزاق کي. ٽيون کولي ان مان ڍڪ پريندي چيم، "ماسيءَ ايترين ڪاڌي پيتي جون شيون دٻڪيءَ ۾ رکيون آهن، جو زيان ٿينديون."

"زيان ڇو ٿينديون؟"، مراد هلڪو کلي چيو، "امڙ! رڳو خانواهڻ پهچون. اوهان کي ڊاڪٽر منظور قادر وارن منجهند جي رونيءَ جي دعوت ڏني آهي. توهان کي انهن جي گهر پهچائي، دٻڪيءَ ۾ رکيل کاڌو کائي، مان تہ ڪار ۾ ڪندس ننڊ."

رزاق پڇيو، ”چاچا! خانواهڻ پهچڻ ۾ ڪيترو وقت لڳندو؟“

”دلبر، باقي ڪلاڪ ڏيڊ. هاڻي سعيدآباد مان پيا ٽا لنگهون. پوءِ سڪرنڊ، مورو، ۽ ڪنڊيارو. ڪنڊياري پهتاسين تہ خانواهڻ پهتاسين.“

اوچتو چاچي ڪار بيهاري. چيائين، ”هيڏانهن ڪابي پاسي ڏسو هوءَ ڳاڙهين سرن جي اڏاوت ڏسو ٿا، اها اٿو عبيدالله لئبرري. تمام جهوني لئبرري آهي“.

ڪار اسٽارٽ ڪندي چاچو ٻڌائي ٿو، ”انهيءَ عبيدالله نانءُ چون ٿا تہ، جن آزاديءَ جي لڙائي اصل اصل شروع ڪئي، هي صاحب تن ۾ هڪ هو. گانڌي مهاتما لاءِ گهڻو صدق هوس“.

مون چيو، ”چاچا... توهان کي سنڌ جي ڳوٺن ۽ ماڻهن جي تمام گهڻي ڄاڻ آهي.“

”امڙ، سترهن ورهين جي ڄمار کان ڪئي اٿم ڊرائيوري. سنڌ جو چپو چپو ڏٺو اٿم! تمام گهڻن ماڻهن سان ملڻ ٿيو آهي.“

ڪار هلندي رهي ۽ اسان جون ڳالهيون بہ هلنديون رهيون. اسين اڍائي بجي خانواهڻ پهچي وياسين!

مان سچ پچ خانواهڻ پهچي ويئي آهيان!!! خانواهڻ، جنهن بابت نندپڻ کان مميءَ وٽان الاهي ڳالهيون ٻڌيون اٿم. هي ڳوٺ، جتي ڪنهن زماني ۾ وڏو بابا ۽ وڏي اما رهيا هئا... ناني نانيءَ ۽ منهنجيءَ مميءَ بہ هن زمين تي پنڌ ڪيو هو. هي ڀيرِيءَ جو سچ شاهد آهي تہ هي منهنجي اباڻن جو وطن آهي. زمين، آڪاس سڀ ساڳيو آهي، سچ بہ ساڳيو آهي، جي تبديل آهي تہ وقت. 1947ع تائين اها حقيقت هئي پر اڄ تاريخي حقيقت آهي!

مراد هڪ ٻن واٽهڙن کان ڊاڪٽر منظور قادر جي گهر جو ڏس پڇڻ بعد، اهو ڳولي لڌو. ڊاڪٽر منظور پنهنجي بنگلي ٻاهران بيهي اسان جو انتظار ڪري رهيو هو. هن انور کان ڪار جو رنگ ۽ نمبر وغيره پڇي ڇڏيا هئا. اسان جي ڪار کي ايندو ڏسي پريان ئي هٿ لوڏيائين.

مُراد ڪار پارڪ ڪئي. اسين ڪار مان لٿاسين تہ منظور اسان جو استقبال ڪندي چيو، ”اچو اچو، ڀلي آيا. پنهنجن وٽ آيا آهيو. مان انور معرفت توهان کي اڳي ئي سڃاڻان.“

هن رزاق کي وڏو ڀاڪر پاتو. پوءِ مون کي سلام پيش ڪري چيائين، "اچو، ادي! هي توهان جو خانواهڻ ۽ هي توهان جي ڀاءُ جو غريب خانو."

اسين گهر اندر گهڙياسين. منظور جا امڙ ۽ ابو به اسان سان ائين مليا، ڄڻ اڳ ئي سڃاڻن. ابا رزاق کي ڀاڪر ۾ پريو ۽ امڙ مون کي ڇاتيءَ سان لاتو.

پهرين ڪاڌيسين روٽي. ان بعد وات ۾ سونف سوپاري وجهي، مهمان ۽ ميزبان حالي احوالي ٿيڻ لاءِ نهي نڪي ويناسين. اسين سوفا تي، امڙ ابو سيٽيءَ تي پير مٿي ڪري، آرام سان ويٺا.

ابا مون ڏانهن نهاري چيو، "ڪاڪي! هاٽي ٻڌايو اوهان جا وڏا ڪير هئا؟"

مان جواب ڏيان، تنهن کان اڳ وري ابا چيو، "اسان هت خانواهڻ ۾ 1952ع کان رهون ٿا. ان کان اڳ گهڻي ڀاڱي هتان هندو لڏي ويا هئا."

مون ڪين چيو، "اسان جي وڏي بابا خانواهڻ مان لڏيو ئي ڪين. هتي ئي سندن ديهانت ٿيو."

ابا ڪجهه ياد ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي چيو، "1952 ۾ هت آياسين ته ٻڌو هوسين ورهاڱي کان سڀت پوءِ هن ڳوٺ جو مکي ... فوت ٿي ويو. نالو ياد نه ٿو اچيم".

"مُکي هولارام." منهنجي آواز آلو ٿي ويو. چيم. "ورهاڱي کان اڳ 16 جون 1947ع تي هو جهان ڇڏي ويا... ٻيو ڇا ٻڌو هو توهان مکيءَ بابت؟"

"هو ڌرم شالا ۾ رهندو هو. هاٽي اها ڌرم شالا ڪانهي. اتي ٻه ماڙ ماڙي آهي. ان ۾ غير سنڌي رهن ٿا".

"" مکي جو گهر؟"

"اهو ڪٿي هو؟"

"ڪُهيءَ کان پوءِ ڪابي پاسي... ممي ٻڌائيندي آهي ته اهو اسان جو گهر مٿيءَ جو هو. ان جي سامِهون هڪ پڪ سري عمارت هئي

جنهن جي مڪيہ دروازي متان بہ شينهن اڪريل هئا."

"او ... هو ..." منظور ڪي آها عمارت هُري آئي. ابا ڪي چيائين، "ياد اٿو 1988ع ۾ اها ڍهرائي ويئي هئي؟"

"ها." ابا ڪنڌ ڌوڻي چيو، "اتي نئين اڏاوت ٿي. هاڻي هڪ پرائمري اسڪول هلندو آهي."

"ان جي سامهون وارو اسان جو مٺيءَ جو گهر؟"

"پٽ، ان جي سامهون بہ پڪ سرا مڪان آهن. هتي هاڻي مٺيءَ جا گهر آهن ئي ڪين. جي آهن بہ تہ تمام ٿورڙا، نہ جهڙا!"

"مٺيءَ جا گهر آهن ئي ڪين!" مان ٽپيءَ ۾ پئجي ويس. اڪين ۾ پاڻي پرجي آيم. ممي ان گهر بابت چوندي آهي تہ اڳيان هڪ ننڍو تلهو هو مٺيءَ جو، ان تي چڙهي بيڪڙيل در ڪولبو هو. ڪلف تہ ڏيندا ئي ڪو نہ هئا... مون ابا کان بيو سوال پڇيو. "ڌرم شالا ٻاهران کوه هو، سو آهي؟"

"نہ جيجان! کوه لٽي چڏيائون. هاڻي کوهن جو ضرور ئي ڪونهي، گهر ۾ پاڻيءَ جا نلڪا آهن."

"يلا ڌرم شالا جي پرتان باغ آهي؟" مون پڇيو.

"ها باغ آهي، جنهن کي ڪجهہ قدر ماڊرن بڻايو ويو آهي. ڦوهارو... اڃي پٿر جون بينچون.... باغ نئون ٿي پيو آهي."

"ان جو باغائي سنڌي آهي هاشم، يا ان جو پٽ، پوٽو؟"

"نڪو امڙ، اهو پنجابي آهي."

بابا واري ڌرم شالا ناهي، گهر ناهي، باغائي هاشم بہ ناهي.

منهنجي دل سُسي ويئي. منهنجي اندر ۾ خانواهڻ جو هڪ نقشو هو، جيڪو سرپر ڪرڻ لڳو.

مون ٿڌو ساه ڀري پڇيو، "هتي ڪو 45 سال پُراڻو پپر جو وڻ آهي؟... ڪنهن ونگي ڪاسائيءَ ڪي اوهان سڃاڻو؟"

خبر پيئي تہ هڪ هڪ تمام پوڙهو پپر جو وڻ آهي. شايد سئو سال پراڻو هجي. گهڻي قدر پن موڪلائي ويا اٿس، پر ٿڙ سلامت آهي. ان کي ڪيرائڻ جون رٿون رٿجي رهيون آهن،

" ها، هڪ تمام جهونو ڪاسائڪو دڪان آهي، ورهاڱي کان به اڳ جو. هاڻي دڪان جوان پٽ پيو هلائي، پر پوڙهو پيءُ به حيات آهي."

منظور ٻهرين ونءِ آيو پپر جي وڻ وٽ. پپر جو وڻ جنهن جاءِ تي آهي، اهو هاڻي خانواهڻ شهر جو مرڪزي حصو آهي. خانواهڻ، واهڻ نه رهيو آهي. آس پاس ڪافي رونق، وڏيون عمارتون، دڪان، ريسٽارنٽ، بسين، ٽانگن ۽ موٽرن وغيره جي اچ وڃ سبب، ڪافي هلُ هلاچو آهي.

مون کي ڪجهه به نه ٿو سجهي. مان پپر جي وڻ کي هٿن سان پڪڙي ان جي چوطرف ڦيرا تي ڏيان. ڇا اهو وڻ منهنجيءَ ماءُ گڏونتيءَ کي سڃاڻي!؟ منهنجا نانو ناني... مولچند ۽ اندرا ڪين ياد آهن؟ ۽ مکي هولارام اسان جو وڏو بابا ۽ وڏي اما؟

وڻ جي بجاءِ جواب ڏنو منظور، هن غمناڪ آواز ۾ پنهنجي شعر جا ٻه بند چيا:

*دل تي تنهنجي ياد جميل آه*
*ساري وارن پارن وانگي.*
*پن ڇڻ مند ۾منظور نهوڙيو*
*ننگي وڻ جي ڏارن وانگي.*

مون پپر جي وڻ کان موڪلايو ڪين. ان کي پنهنجي اکين ۾ سمائي ڇڏيم. ننگي پپر جون ڏارون وڃي ماءُ کي ڏيکاريندس. جيڪا خانواهڻ جون ڳالهيون ڪندي ڏارون ڏارون ٿي پوندي آهي.

پوءِ وياسين ڪاسائيءَ جي گهر. هن جو گهر مٽيءَ جو پراڻو گهر آهي. منظور در کڙڪايو. گنجي ۽ گوڏ اوڍيل هڪ نوجوان اچي در کوليو.

منظور کيس چيو، "هي مهمان ڪراچيءَ کان آيا آهن. هنن کي ونگي ڪاسائيءَ سان ملڻو آهي. توهين...."

نوجوان، پيءُ جو نالو ٻڌي يڪدم اندر اچڻ لاءِ چيو. پڌر ۾ واڻ جي کٽ اُپي رکيل هئي سا سڌي ڪري رکيائين. اسان کي ان تي وهاري چيائين، "اوهان وِهو مان ڪين وني ٿو اچان."

مون رزاق جو هٿ زور سان پڪڙيو. ونگي ڪاسائيءَ سان منهان منهن ٿيڻ، مون لاءِ حياتيءَ جو اهم واقعو هو. پنهنجي ماءُ جي

ماضيءَ ۾ ائين ڳري رهي آهيان، جيئن لوڻ پاڻيءَ ۾ ڳرندو آهي.

ٿوريءَ دير ۾ اهو نوجوان پنهنجي ٻڍڙي پيءُ کي هٿ کان پڪڙي وٺي آيو. ظاهر هو ته پير مرد جي نظر گهٽي گهٽ هئي. هن منجهيءَ وٽ پهچي سلام پيش ڪيا. چيائين، ”ڀلي آيئه جيءُ آيئه – حڪم، مان ونگو ڪاسائي.“

مون هن جي بلڪل ويجهو وڃي پڇيو، ”توهين اُهي ئي آهيو، جنهن کان ڪير پڇندو هو ونگا تون ڪير... ته جواب ڏيندا هئا : مان نه هندو، نه مسلمان مان اوهان جو خادم!“

ونگي ڪاسائيءَ جي اکين مان پاڻيءَ جو سيلاب وهي نڪتو. منهنجي مٿي تي هٿ رکي چيائين، ”اوهين ڪير، جنهن سُتي کي اچي جاڳايو؟“

”بابا، توهين ٻڌايو مان ڪير هونديس.“ مان به روئڻ لڳيس.

”ضرور منهنجي سڄڻ جي گهر جون آهيون.“ ائين چئي هو منهنجا پير ڇهڻ تي هو، جو مون ڪيس هٿن کان جهلي مٿي ڪيو. چيم، ”بابا! پيرن تي هٿ مان رکان توهان جي، يا توهين ٿا جهڪو مون اڳيان... مان گٽونتيءَ جي ڌيءُ آهيان، شينا“

” امڙ، مان صدقو، مان قربان – مکي هولا رام جي پوٽيءَ جي ٻچڙي.“

پوءِ پٽ کي سڏي چيائين، ”ابا بيدل، جهٽ ڪر مهمانن لاءِ شربت پاڻي آڻ. ڪنوار کي چئه، منهنجا مالڪ آيا آهن.“

مون کان منظور ۽ رزاق جو تعارف گهريائين. مون چيو، ”هي رزاق ميمڻ بابا! منهنجو گهر وارو ۽ هي ڊاڪٽر منظور قادر آهي. هتي جو آهي، خانواهڻ جو.“

ونگو، منظور ۽ رزاق ڏانهن منهن ڪري چوي ٿو، ”ابا توهان جو لتون منهنجون اکيون. منهنجي سار لڌي اٿو. توهانجا لک لائق. مکي صاحب ته مون کي چنو چورو ڪري ويا.“

مان ڪانئس پڇان ٿي، ”ڌرم شالا ڪهڙي هنڌ هئي؟

”هلو، مان توهان کي اها زمين ڏيکاريان.“

اسان جي خاطر ڪرڻ ڪان پوءِ هو لٺ ڪٽي اسان کي ڏرم شالا واري زمين تي وٺي هليو. اتي اڏيل عمارت ڪان پريرو بيهي چيائين، ”ڏسو هيءَ اٿو ڏرم شالا واري زمين. امڙ، آءُ روز صبح جو ايندو آهيان، جيئن مکي هوندي آسادي وار تي ايندو هوس. اڄ به مٿو ٽيڪي پوءِ ڏينهن شروع ڪريان. مکي صاحب جنهن وقت ساهه ڇڏيو، تنهن وقت مان وٽن ئي هوس. منهنجي سامهون ئي مون کي ڇڏي ويا. ان ندوري گهڙي سيني ۾ سل ڪري ڇڏيا...“

ونگو پٽ ۾ ويهي روئڻ لڳو.

منظور ڪيس بڪ وجهي پٽ مان اٿاريو. سندس ئي اجرڪ سان ڳوڙها اگهي عرض ڪيائين، ”ونگا سائين! دل جهليو ڏسو شينا ۽ رزاق به پيا ڏرن.“

ڏرم شالا وٽان واپس ورندي، ونگي کي ماٺ ڪا نه هئي. هو چوندو هليو، ”مکي هولارام کير سڏائي! سڀڻن ۾ اهڙي ڪا ڏيا هئي جو خانواهڻ جو ڪو ماڻهو ڪو نه هو، جيڪو وٽن صلاح لاءِ نه آيو هجي. ڪو ڏوهاري نه هوندو، جنهن سندن پيرن تي ڪري معافي نه ورتي هوندي. ڪو غريب غربو ڪو نه هو، جنهن تي سندن هٿ نه هو. ڳوٺ جي ڪا نياٽي نه هئي، جنهن جي وهانءَ ۾ پاڻ مدد نه ڪيائون. ڪير هندو، ڪير مسلمان، سڀڻن جي نظر ۾ سڀ هڪ!“

ونگي ڪاسائيءَ جو گهر اچي ويو. موڪلائيندي هن جا ڳوڙها جهل نه ڏين. منهنجي مٿي تي هٿ رکي چيائين، ”امڙ! مان اهڙي مان جي لائق نه .... شل آباد رهندءُ، ڪوسو واءُ نه لڳندوَ، اک ۾ ڪک نه پوندوَ، ڪڏهن.“

هو دعائون ڏيندو پنهنجي گهر اندر گهڙي ويو. اڌ بيڪڙيل در مان هن جون هلڪيون اوچنگارون ٻڌي، منهنجا پير پهڻ تي ويا.

ونگي جي گهر جي دروازي کي ڏسندي رهيس ۽ پوءِ آهستگيءَ سان ان در کي چپي چيم: ”تون مون لاءِ ونگو ڪاسائي نه، ونگو بابا آهين. وڏي بابا جا روحاني وارث! مان توکي پرڻام تي ڪريان.“

اسان پريل دلين سان موٽ ڪاڏي!

لڙڪ اکڙين مان ڳڙي ڳل ڪرن، اُن ڪان اڳي،
مسڪراهٽ ڪي لبن تي جي نچائين تہ مڃانءِ.

(شيام)

# ڀريون ڏينهن

پرشانت اُمالڪ ڊرائيورکي ٽيڪسي روڪڻ لاءِ چيو. هلندڙ ٽيڪسيءَ مان هن جي نظر سريتا تي پئجي ويئي. هوءَ سامهون واري بلڊنگ ۾ ڪار پارڪ ڪري رهي هئي. ڊرائيور کي ڀاڙو ڏيئي، هو پنجندو وملا محل جي ڪمپائونڊ ۾ آيو. سريتا پنهنجي ڪار جي ڊڪيءَ مان سامان ڪڍي رهي هئي تہ پرشانت سندس پنيان بيهي رهيو.

جيئن ئي سريتا ڊڪي بند ڪري منهن ڦيريو، تيئن ئي پرشانت ڏانهنس هٿ وڌائي چيو، ”ڪيئن آهيو، توهين؟“

سريتا هٿ نہ ملائي نمستي ڪئي. هوءَ منجهي پئي.

پرشانت پڇيو، ”مون کي نہ ٿا سڃاڻو؟ ڇا مان ايڏو بدلجي ويو آهيان؟“

سريتا سهج نموني چيو،“ نہ تي سڃاڻان، توهين ئي پنهنجي سڃاڻپ ڏيو.“

”نہ ڏيندس سڃاڻپ،“ پرشانت چوي ٿو، ”ڪاليج جا ڏينهن ياد ڪيو. جڏهن هند ڪاليج جي لئبريري... ايلفنٽا غفائن واري پڪنڪ .... ۽ توهان جي ساهيڙي شالو. هوءَ پنهنجي مترن جي ٽوليءَ سان، ڪي رُستم جي آئسڪريم کائڻ ويندي هئي. مان، توهين، اسين پنهنجيءَ ٽوليءَ جي مترن سان مرين ڊرائيور جي ٿلهي تي ويهي بوهيچڙا ڪائيندا هئاسين...“

سريتا مرڪي چيو، ”پرشانت؟ سيڪنڊ ييئر ۾ پڙهڻ اڌ ۾ ڇڏي دبئيءَ هليو وئين، نوڪري ڪرڻ!“

”ٿئنڪ گاڊ! توهان سڃاتو. خبر اٿو مان ٽئڪسيءَ ۾ چرني روڊ وڃي رهيو هوس. هيڏانهن هوڏانهن نهاريم پئي، تہ توهان تي نظر پئجي ويئي.“

” Strange مان پاڻ سوچيان پيئي تہ توهان منهنجي ائڊريس

ڪٿان آندي؟

” مون وٽ ڪٿي آهي توهان جي ائڊريس، رڳو اها خبر هئم تہ توهين ورليءَ ۾ رهندا آهيو.“

”اُتي منهنجو پيڪو گهر آهي“.

پرشانت جي من اڇل حد پار ڪري ويئي. اهو سمجهي تہ سريتا جي ڪنهن آسودي گهر ۾ شادي ٿي آهي ۽ هوءَ خوش آهي ، پرشانت جي اندر ۾ سنگيت وڄڻ لڳو. هڪ ٻي خاص ڳالهہ بہ سندس ڌيان ڇڪايو... سريتا ڏينهن سان آهي. هن ڪان رهيو نہ ٿيو. هن پڇيو، ”ڇا مان جلد مامو بڻجڻ وارو آهيان؟“

سريتا جي چهري تي هلڪو گلابي رنگ ڦهلجي ويو.

پرشانت چيو،” هاڻي ان ڳالهہ تي تہ هٿ ملايو.“

سريتا ڏانهنس هٿ وڌايو.

هنن ٻيني ٻيني گهڻيون ئي ڳالهيون ڪيون .ڪي اڄ جون ڪي ڪلهہ جون. ڪاليج جي زماني وارا ڏينهن ڪيڏا نہ مڌرهئا....هو هڪ ٻئي کي ياد ٿا ڏيارين، تہ ڪئين هو پنهنجن ٽن چئن ڪلاسي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين سان گڏ فري پيرڊ ۾ مرين ڊرائيو جي ٿلهي تي وڃي ويهندا هئا.ڪاليج جي ڪينٽين ۾سموسا ، ڪٽليٽ کائڻ جيترا وٽن پئسا نہ هوندا هئا سو مرين ڊرائيو جي ٿلهي تي ٻوهيچڻا کائيندي سمنڊ جي لهرن جو آواز جهٽيندا هئا، گانا ڳائيندا هئا ۽ کلندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن هڪ ٻئي سان فڪر ونڊيندا هئا تہ نہ ڄاڻ ڊگري ملڻ بعد کهڙي نوڪري ملندي .... اهي ڏيهن تہ گذري ويا آهن، پر انهن جو چٽر هنن جي دلين ۾ سلامت آهي ان چٽر وانگر جيڪو ڪيڏو بہ پراڻو ٿي ويندو آهي تہ بہ اجلائڻ نہ چاهبو آهي ۽ ان کي چنڊي ڦوڪي وري محفوظ جڳهہ تي رکي ڇڏبوآهي.

ڳالهيون هلندي پرشانت پڇيو، ”توهان جي ساهيڙي شالو ڪئين آهي؟ هن جي شادي ٿي ويئي آهي؟“

”ها“، سريتا جو آواز ئي بدلجي ويو. هن اداس آواز ۾ چيو،” هُن جي شادي ٿي هئي...طلاق ٿي ويئي.“

”نہ....نہ“ پرشامت ههڙي ڳالهہ ٻڌڻ لاءِ تيار نہ هو. ٻي صبرو

ٿي چيائين، ”مان هن سان ملڻ چاهيان ٿو. ڪٿي رهندي آهي هوءَ؟ مرين ڊرائيو تي؟“

”مرين ڊرائيو تي منهجي وڏي ڏير جو گهر آهي.هن وقت هوءَ اسان سان رهندي آهي.“

”توهان سان؟“

هوءَ منهنجي نران آهي.“

پرشانت جي عجب جي حد نہ رهي. هو سوچي ٿو. اڄ جو ڏينهن خاص ٿو ڏسجي. اوچتو اتفاق سان سريتا سان ملاقات ٿي ويئي. وري ٻڌان ٿو تہ سندس ساهيڙي شالو سندس نران آهي! هو ٻئي ساهيڙيون ڪئين ٻٽيون...ان پنيان جيڪا ڪهاڻي آهي سا تہ ڪاليج ۾ مشهور هئي. پر اهي نران پاڃائي ڪئين ٻٽيون...ان پنيان بہ هوندي ڪا ڪهاڻي. انن نون سالن ۾ گهڻو ڪجهہ بدليو هوندو، هر هڪ هم ڪلاسيءَ جي حياتيءَ ۾.

هن سريتا کان پڇيو، ”مان شالوءَ سان ملي سگهان ٿو؟“

سريتا ٻڌ تر ۾ پئجي ويئي.سوچڻ لڳي، پرشانت کي گهر وٺي وڃان يا نہ...هن ڳالهہ ناهي چيو،”اسان وٽ ڪي مهمان رهيل آهن. ان ڪري هن وقت تو کي گهر وٺي هلان، سو مون کي نيڪ نٿو لڳي. مهمان سڀاڻي هليا ويندا. تون پرينهن اڇجانءِ.“ چوندي هن پنهنجي پرس مان ڪارڊ ڪڍي پرشانت کي ڏنو.

پرشانت ڪارڊ ڪٽي اکيون ڪپايون. سريتا جي گهوٽ جو نالو لکيل آهي: سندر محبوباڻي. هن جي آفيس مرين ڊرائيو تي آهي ۽ فئڪٽري لوورپريل ۾ ۽ گهر هتي پيڊر روڊ تي. سڀيئي فون نمبر لکيل آهن.

پرشانت اهوڪارڊ سنيالي رکيو ۽ پنهنجو ڪارڊ سريتا کي ڏيئي موڪلائي هليو ويو.

سريتا لفٽ ۾ سوچي ٿي: پرشانت جهڙي متر سان ڪوڙ ڳالهايم، ڇا ڪريان؟ اسان وٽ ڪي بہ مهمان نہ رهيل آهن. پر پرشانت کي گهر وٺي اچان، ان کان اڳ شالوءَ کان پڇڻ ضروري آهي تہ هوءَ ساڻس ملڻ چاهي ٿي يا نہ ۽ سندر کي بہ ٻڌائڻ ضروري آهي تہ اسان

جي ڪاليج جو متر. شالوءَ سان ملڻ لاءِ گهر اچڻ تو چاهي.

تيون ماڙو اچي ويو. سريتا پرس مان چابي ڪڍي در کولي گهر اندر گهڙي. گهر ۾ چپ چپات لڳي پيئي آهي. اڪثر هن مهل شام جو پنجين ڇهين بجي گهر ۾ ماٺ هوندي آهي. شالو ٻاهر هلي ويندي آهي، مرين ڊرائيو واري گهر ۾- ڪنهن ساهيڙيءَ وٽ يا ڪلب. ۾.رگهو رسويو منجهند جي ننڊ ڪان پوءِ گهٽو ڪري ڪلاڪ اڌ بلڊنگ جي ٻين رسوين سان ٻٽ شٽ هڻڻ هليو ويندو آهي. هن جو وسُ پڄي ته هوند سڄو ڏينهن ڳالهائيندو رهي. گهر جي ماڻهن سان سڌو نه، ڪم ڪندي پنهنجي منهن اهڙي نموني ڳالهائيندو، جئين سڀ ٻڌن. اها سندس عادت هئي. در کلڻ جو آواز ٻڌي سريتا پاڻ سان آندل سامان جون ٿيلهيون رگهوءَ کي ڏيئي چوي ٿي، "رگهو! مان پنڌ ڪرڻ ٿي وڃان. ڪو فون اچي ته نياپو وٺي رکجانءِ."

اڄ پنڌ ڪندي سريتا کي پرشانت جون ۽ ڪاليج جون انيڪ ڳالهيون ٿيون ياد اچن. هونءَ ڪاليج وارا ڏينهن ماضيءَ جو حصو آهن پر اڄ پرشانت من جي ويڊيو کي Rewind ڪري ويو آهي. ست اٺ سال اڳ جون ڳالهيون سريتا کي ائين ٿيون ياد اچن، ڄڻ ڪالهه ڪالهوڻيون آهن اِهي ڳالهيون...

هوءَ ۽ شالو ڊگري ڪاليج جي پهرين سال ۾هيون. فيبروري جي مهيني ۾شالو اوچتو بيمار ٿي پيئي هئي. هن کي اپينڊڪس جو آپريشن ڪرائڻو پيو. سريتا هڪ هم ڪلاسڻ جي ناتي ڪيس بچاز نرسنگ هوم ۾ ڏسڻ ويئي هئي. هوءَ پاڻ سان هڪ گلاب جو گل ڪٽي وئي هئي.هن شالوءَ کي اهو گل ڏيندي چيو هو، "هن گلاب وانگرڳاڙهي ڳٽڪي ٿي. ٺڙندي ڪاليج ۾ اچ، جلدي."

شالوءَ کي ان قسم جي ڳالهه اسپتال ۾ ڪنهن به ڪانه چئي هئي. سريتا جي نراليت ڪيس موهيو. هن گل وهاڻي وٽ رکي سريتا کان پڇيو هو، "تو کي ڪيئن خبر پيئي مان اسپتال ۾آهيان؟"

سريتا چيو هو،"تنهنجن مترن کان ٻڌم ته تون آپريشن ڪرايو آهي. ڪانئن تنهنجي گهر جو فون نمبر ورتم. پوءِ تنهنجي پاپيءَ کي فون ڪري نرسنگ هوم جي ايڊريس ورتم."

هو ٻئي پاڻ ۾ ڳالهائي رهيون هيون ته شالوءَ جي پاپيءَ آئي.

شالوءَ پاڇائيءَ کي چيو، ”اڄ رات تون هتي رهجانءِ. مون کي رات جو ڊپ ٿو لڳي.“

هن جي پاڇائيءَ ارميلا رهڻ کان انڪار ڪندي چيو، ”هتي نرسون آهن، ننڍيون بتيون به ٻرنديون رهن ٿيون ۽ تو کي رات جو گوريون وغيره ڏيندا ته ننڊ اچي ويندءِ. مون کي ته بابا هتي اسپتال ۾ ننڊ ڪانه ايندي.“

شالوءَ جو منهن صفا لهي ويو. هن ارميلا کان ان جواب جي اميد ڪانه ڪئي هئي. شالوءَ کي نا اميد ڏسي سريتا کيس چيو، ”شالو، مان رات رهان تو سان؟“

”تو کي گهر مان موڪل ملندي ؟“

”ها...مان ياءُ پاڇائيءَ کي سمجهائيندس ته منهنجي ساهيڙي نرسنگ هوم ۾ آهي...“

”ساهيڙي“ لفظ شالوءَ جي دل ۾ گهر ڪري ويو. هو ٻئي هم ڪلاسي هيون، پر ساهيڙيون نه هيون. شالوءَ کي گهڻو عجب لڳو هو جڏهن سريتا رات جو اٽڪل نوين بجي ڌاري وٽس رهڻ لاءِ نرسنگ هوم ۾ وچي پهتي هئي!

سريتا پنڌ ڪندي ڪيمپس ڪارنر تائين آئي آهي. سوچي ٿي ان ڪنڊ وٽان ڦري پولا پائي ديسائي روڊ پار ڪري گهر وڃان. واٽ تي بريچ ڪئينڊي نرسنگ هوم به ايندو. کيس بريچ ڪينڊي جي عمارت سان پنهنجا ئي محسوس ٿيڻ لڳي آهي. هوءَ نرسنگ هوم کان ٿورو دور آهي. ان وقت سندس ڪک اندر ٻار سُرڻ پُرڻ لڳو. هن کي بدن ۾ ڪتڪتائي ٿي محسوس ٿئي. پاڻ اندر سمايل ٻار سان اندر ۾ ڳالهائي ٿي:

منهنجا ٻار! ٿورن ئي ڏينهن ۾ هن نرسنگ هوم ۾ تنهنجو جنم ٿيندو...تون مون کي ڏسندين ۽ مان تو کي... تون پنهنجي پپا کي به ڏسندين.

تو کي خبرآهي منهنجا ٻارڙا!...(تون نه ڄاڻ شهزادو آهين يا شهزادي...) مون پهريون پيرو تنهنجي پپا کي ڪٿي ڏٺو؟ ٻڇاز نرسنگ هوم ۾ مرين لائينس تي. اتي تنهنجي پڦيءَ شالوءَ آپريشن

ڪرايو هو. مان وٽس ٻه راتيون رهي هئس. تنهنجو پپا صبح جو پيڻ لاءِ نيرن ڪٺي ايندو هو. شالوءَ کي نيرن ڪارائي پوءِ پنهنجي ڪار ۾ مون کي ورلي ۾ منهنجي گهر ڇڏي ايندو هو. بس ائين شروع ٿي اسان جي پريم ڪهاڻي!

سريتا پنهنجي بار سان ڳالهيون ڪندي بلڪل ٻيءَ دنيا ۾ کوهجي ويئي. هن کي پڪ هئي ته هو سندس ڳالهيون غور سان ٻڌي رهيو آهي. هوءَ پنهنجي اندر جي دنيا مان ٻاهر تڏهن نڪتي، جڏهن گهر پهتي. گهر ۾ گهڙي ڏنائين ته شالو فون جو رسيور جهلي ڪنهن سان ڳالهائي رهي آهي. شالوءَ کيس سڏي چيو، "تنهنجو فون آهي."

"ڪير آهي؟" سريتا پڇيو.

شالوءَ فون جو رسيور هيٺ رکي چيو، "آهي ڪو الوءَ جو پٺو."

"پر الوءَ جي پٺي جو ڪو نالو ته هوندو."

"پرشانت آهي..."

سريتا خوشيءَ مان رسيور ڪڻي چيو، "هيلو پرشانت، ڪٿان پيو فون ڪرين؟"

" وي _ ٽي اسٽيشن تان."

"چرني روڊ وارو تنهنجو ڪم پورو ٿيو؟"

"ها. اُهو ته پورو ٿي ويو پر..."

"ڇئه ڇئه.. رڪجي ڇو وئين؟"

"ڪجهه وٽي نه ٿو."

"ڪهڙي، سبب؟"

"بس چاهيان پيو هينئر ئي شالوءَ سان ملان."

"تون سڀاڻي فون ڪجانءِ، پوءِ پروگرام ناهينداسين."

"سڀاڻي ته پري ٿي لڳي. مون سڀاڻي لاءِ شالوءَ سان پروگرام ناهيو آهي."

"نيڪ آهي..."

سريتا فون رکي سوفا تي ويهي رهي. شالو ٻه اتي ئي ويني

آهي. هوءَ ڏيکاري ائين ٿي ڏئي ڄڻ پرشانت جو فون ڪرڻ ڪيس نہ وڻيو. اُن ڳالهہ جو ڏيکاءُ ڪرڻ لاءِ سريتا کان پڇي ٿي، "هن الوءَ جي پني اسان جو فون نمبر ڪٿان آندو؟" "اڄ شام جو مان ٻاهران موٽيس پئي، تہ مون کي اوچتو هيٺ گڏجي ويو..."

"اوچتو ڪيئن گڏجي ويندو... ضرور ڪٿان ايڊريس هٿ ڪئي هوندائين. ڇسو ڪٿان جو!"

شالوءَ کي ڪاليج جي ايليفنٽا غفائن واري پڪنڪ ياد ڪري اڄ بہ چڙ اچي رهي آهي. پرشانت اتي ساٽس حرڪت ڪئي هئي. ڪيس ڳالهين ۾ رنياڻي ڏيري ڏيري هلڻ لڳو. جڏهن ٻيا شاگرد ڪافي اڳيان نڪري ويا، تڏهن هڪ وڻ جي ٿڙ هينيان هن شالوءَ جو هٿ وٺي چميو هو. چيو هئائين، "گستاخي معاف ڪج شالو. تنهنجن هٿن معرفت تنهنجي دل کي ٿو ڇهڻ چاهيان."

"اديٽ!" شالوءَ ڏند ڪرٽي چيوهو.

شالوءَ اها ڳالهہ صرف سريتا کي ٻڌائي هئي.

سريتا بہ ڪاليج جي ڏينهن واريون ڳالهيون سوچي رهي آهي. هن کي ياد آهي تہ پرشانت ڪاليج ۾ شالوءَ جي ڏاڍو پنيان پيو هو. پر شالوءَ جي منجهس اک بہ ڪانہ ٻڌي هئي.

رات جا يارنهن بجا وقت ٿيوآهي. گهر جون ٻتيون وساميل آهن. رگهو رڌڻي جي پنيان واري خالي حصي ۾ پيل سيٽيءَ تي اگهور ننڊ ۾ ستل آهي. شالو پنهنجي ڪمري ۾ بستري تي پاسا ورائي رهي آهي. سريتا سندر پنهنجي بستري تي ليٽيل آهن. سريتا گهوٽ کي چوي ٿي، "سندر! اڄ مان تو کي دلچسپ ڳالهہ ٿي ٻڌايان."

"جلدي ٻڌاءِ. منهنجي ننڊ جو ڪو پروسو ڪونهي."

"اڄ ڪٽي پنهنجي ننڊ کي ٿورو روڪ."

ڇڱو، تون ڳالهہ شروع تہ ڪر."

"شالو ۽ مان جڏهن ڪاليج پڙهنديون هيون سين، تڏهن اسان جي ڪلاس ۾ هڪ ڇوڪرو پڙهندو هو، پرشانت."

"هو تنهنجي ڏاڍو پنيان پوندو هو، ائين نہ؟"

”نہ ڙي... منهنجي پنيان تہ تون ئي پئين ۽ اهڙو پئين جو هتي پهچي ويس تون وٽ. هميشہ جي لاءِ تنهنجي ٿي ويس...“

”هاڻي تہ وڏيڪ منهنجي ٿي ويندينءَ. منهنجي بار جي ماءُ!“

سريتا پاسو ورائي گهوٽ جي ڪلهي تي هٿ رکي چيو، ”تو کي ياد آهي تون پهريون دفعو جڏهن ورليءَ ۾ منهنجي پيڪي گهر اڳيان اچي ڪار بيهاري هئي، تڏهن منهنجا پاءُ پاجائي ۽ پاڙي وارا ڪيڏا وائڙا ٿي ويا هئا؟“

”ها ياد اٿم. ايڪانامڪس جو ڪتاب ڪڻي آيو هوس. ان ڪتاب تي شالوءَ جو نالو لکيل هو. مون ان ڪتاب ۾ پريم پتر وڌو هو. بهانو ڪري تنهنجي پاءُ پاجائيءَ، ايشور ۽ آرتيءَ کي چيو هوم تہ منهنجي پيڻ کي سريتا جي ايڪانامڪس جي ڪاپي کپي جيڪا شام جو وٺڻ ايندس.“

سريتا کل ۾ اونڌي ٿيڻ لڳي. چيائين، ”ڪاپي وٺڻ جي بهاني وري بيو دفعو آئين...ان اميد سان تہ مان ڪاپيءَ ۾ تنهنجي پريم پتر جو جواب لکي رکنديس.“

”ها...ها.. اهو تنهنجو خط بيڪار هو...پريم پتر جي بجاءِ پربوڌ پتر هو تہ مان وڏگهراڻو آهيان، ڪروڙ پتي خاندان ۾ جنميو آهيان ۽ تون وچولي طبقي جي گهر جي آهين. تو کي ماءُ پيءُ نہ آهن...وغيره وغيره...اسان ٻنهي جو ملڻ نہ سپاويڪ آهي، نہ ممڪن...“

”ها ڪجهہ اهڙو ئي لکيو هوم.“

سريتا گهوٽ جي ڳلي ۾ ٻانهن ورائي چوي ٿي، ”اسان جي پريم ڪهاڻيءَ تي جيڪڏهن ڪا فلم نڪري تہ لاجواب فلم ٺهي وڃي...“

سندر بہ پاسو ورائي زال کي پاڪر ۾ پري چيو، ”هاڻي فلم جي ڳالهہ ڇڏ. تنهنجي پرشانت جي ڳالهہ ٻڌاءِ.“

سريتا ٻڌايو، ”ٻارهين درجي ۾ هئاسين تہ ڪاليج جي ساليانی جلسي ۾ اسان هڪ ننڍڙو ناٽڪ ڪيو هو. ان ناٽڪ جو ٽائيٽل هو ڏيتي ليتي.. پرشانت ۽ مان پاءُ پيڻ جو رول ادا ڪيو هو. اسان جو ڪٽنب مسڪين ڏيکاريل هو. پرشانت پاءُ جتي ڪردار ۾ منهنجي شاديءَ لاءِ ڏاڄو ڇنتت هو چو تہ ڏيتي ليتيءَ بنا هو مون لاءِ ور نہ

پيئي ڳولهي سگهيو."

"پوءِ؟"

"ڏيتي ليتيءَ جي رسم جي ننندا ڪيل هئي ان ناٽڪ ۾، آخر ۾ هڪ آدرشي نوجوان جو ڪردار ڏيکاريل هو، جيڪو شادي ڪرڻ لاءِ راضي آهي، هن جي رڳو طلب اها آهي ته نو ڪري ڪندڙ ڇوڪري هجي..."

" ناٽڪ ته سنو ٿو لڳي... تو کي اهو ناٽڪ وارو پاءُ پرشانت اڄ ڪيئن ياد آيو آهي؟"

"اهو ئي ته مان تو کي ٻڌايان پيئي ته اهو پرشانت اڄ اوچتو ملي ويو. مون ڪار پارڪ پيئي ڪئي ته اچي پرگهٽيو. پهرين ته مان هن کي نه پيئي سڃاڻان پر پوءِ سڃاتومانس. سندر! مون کي Settled ڏسي اهڙو خو ش ٿيو، اهڙو خوش ٿيو ڄڻ هو منهنجو سڳو پاءُ آهي."

"گهر گهرائينس نه ... مان به ته ڏسان تنهنجو پاءُ."

سريتا چيو، "هو خود به اچڻ ٿو چاهي، اسان سان ملڻ کان وڌيڪ شالوءَ سان ملڻ لاءِ آتو آهي."

"ڪنوارو آهي ڇا؟"

"ها. مون کي ٻڌايائين ته هن جي ماءُ گهٽيون ئي ڇوڪريون ڏيکاريون آهن پر هن کي اجان ڪا ڇوڪري پسند نه آئي آهي."

"ڪندو ڇا آهي ؟ رهندو ڪٿي آهي؟"

"هن وقت دبئيءَ ۾ نوڪري ڪندو آهي. پنج هزار درهم پگهار اٿس. ۽ هتي الهاس نگر ۾ گهر اٿس."

"الهاس نگر ۾ ..... پوءِ ته شالو نه مڃيندي."

"سندر! شالوءَ کي جيڪو امير مڙس جو ڪوڙو آزمودو مليو آهي، سو ٿي سگهي ٿو ته سندس من ۾ ڦيرو اچي ۽ پرشانت جو پرپوزل Consider ڪري."

سندر اڌ منٽ چپ ٿي ويو. پوءِ چيائين ، "مون کي ته ڳالهه ڏکي ٿي لڳي. وري به تون پرشانت کي گهر گهراءِ ته سهين."

## ٻيو ڏينهن

صبح جو سندر، سريتا ۽ شالو گهر جا ٽيئي ڀاتي نيرن ڪائڻ لاءِ ميز جي چوڌطرف پيل ڪرسين تي ويٺا آهن. رکيو ميز تي ٽوسٽ، آمليٽ، ڪافي کير ۽ ميوو وغيره سڀ رکي رڌڻي ۾ هليو ٿو وڃي.

نيرن ڪائيندي شالوءَ پاءُ کان پڇيو، ”منهنجي ڪار ڪڏهن ملندي؟“

”هفتو کن ته لڳندو.“ سندر اخبار ۾ منهن هوندي ئي جواب ڏنو.

”هاڻي هيءَ ڪار ڪنارو ٿي پيئي آهي. مون کي نئين ڪار ڇو نٿا وٺي ڏيو؟“

سندر اخبار مان منهن ڪڍي چيو، ”نئين ڪار لاءَ ته رام دادا کان پڇڻو پوندو.“

”ڇو پڇڻو پوندو رام دادا کان؟ مون کي ڇا رام دادا تو ڪارائي؟“

”هيءَ ڪهڙي بيوقوفي تي ڳالهائين؟ رام دادا اسان جو وڏو پاءَ آهي، پيءُ سمان.“

” اهو تو لاءِ هوندو. مون لاءِ پيءُ سمان ته ڇا، پر هو منهنجو پاءُ به ڪونهي. ههڙو ڪو پاءُ ٿيندو آهي، جيڪو زال جي چوڻ تي پيڻ کي گهر رهائڻ کان انڪار ڪري؟“

سندر ڪاوڙجي چيو، ”تو کي هن گهر ۾ ڪهڙي تڪليف آهي؟ مان ڇا تنهنجو پاءُ نه آهيان؟“

”هتي مون کي ڪا به تڪليف ڪانهي،“ شالو هڪ هڪ لفظ تي زور ڏيئي تي ڳالهائي، ”پر مرين درائيو وارو گهر جيترو ارميلا ياپيءَ ۽ رام دادا جو آهي، ايترو منهنجو جو به آهي. اهو گهر اصل بابا جو آهي. بابا منهنجو به پيءُ هو!“

سندر ڪڪ تي چيو، ”مون کي تنهنجون ڳالهيون صفا نه ٿيون وڻن. هاڻي ڳالهائڻ بند ڪر نه ته مان نيرن نه ڪائيندس. بڪيو هليو

ويندس آفيس."

شالو چپ ٿي ويئي، پر هن جي چهري جون نسون سيٽجي ويئون.

هي ٻئي ياءُ پيڻ، جڏهن بہ گهرو ڳالهين بابت بحث ڪندا آهن، تڏهن سريتا مائٽ رهندي آهي. پر اڄ هن کي ڳالهائڻ ضروري لڳو. هن گهوٽ جي ڪوپ ۾ ڪافي وجهندي چيو، "سندر، تون شالوءَ سان سختيءَ سان نہ ڳالهاءِ. تون هن جو دک سمجهڻ جي ڪوشش ڇو نہ ٿو ڪرين. هيءُ گهر بہ شالوءَ جو آهي سو برابر آهي، پر شالو مرين ڊرائيو واري گهر ۾ پلي نپني وڏي ٿي آهي. اهو گهر ڪائنس زوريءَ ڇڏايو ويو، تہ هن کي ڏک ڪيئن نہ ٿيندو؟"

سندر ڪرسيءَ تان اٿندي چيو، "ارميلا ياپي ۽ رام دادا کي پنهنجون ڪيتريون پريشانيون آهن، اهي بہ تہ اسان کي سمجهڻ کپن."

"هنن جون پريشانيون پنهنجي جاءِ آهن، پر شالوءَ جو ڏک پنهنجي جاءِ آهي."

سندر جي آفيس هلي وڃڻ کان پوءِ سريتا پنهنجي ڪار جي چابي کڻي شالوءَ جي ڪمري ۾ آئي. شالو اونڌي منهن بستري تي ليٽي پئي هئي. سريتا هن جي پرسان ويهندي چيو " شالو، توکي ڪيڏانهن ٻاهر وڃڻو هجي تہ منهنجي ڪار کڻي وڃ."

شالوءَ وهاڻي مان منهن ڪڍي چيو، "توکي ڪار جي ضرورت پوي تہ؟"

"مون کي اڄ تہ ڪيڏاهن وڃڻو ناهي."

شالو اٿي ويني. هن سريتا کي ٻڌايو، "مون کي هن آلوءَ جي پنني سان لنچ لاءِ وڃڻو آهي، باندرا جي سي. راڪ هوٽل ۾ مون کي لنچ ٿو ڪارائي."

"ڪير پرشانت؟"

"ها. پاڻ تہ چيائين ٻارهين بجي هيٺ ايندو. مون کي ٽئڪسيءَ ۾ وني هلندو. پر ڪار ۾ وڃڻ ۾ پنهنجو رعب آهي نہ؟"

"ها بلڪل." سريتا کيس ڪار جي چابي ڏيندي چيو، "تون رعب سان وڃ."

”مون تہ ايئن ئي وقت گذارڻ لاءِ هن جي لنچ جي دعوت قبول ڪئي آهي. جيڪڏهن هو سمجهي ٿو مان طلاق شده آهيان، تنهنڪري هن الهاس نگريءَ سان شادي ڪندس، تہ ڪندو ٿو ڪائي.“

”چڱو ،چڱو،“ سريتا کلندي چيو، ”لنچ ڪائي اچ، پوءِ اچي ٻڌائجاءِ تہ توهان جي وچ ۾ ڪهڙيون ڳالهيون ٿيون.“

پرشانت سي ـ راڪ هوٽل جي Palm-Tree ريسٽارنٽ ۾ لنچ لاءِ ميز اڳواٽ بڪ ڪرائي ڇڏي هئي. ساڍي ٻارهن بجي ڌاري هو شالوءَ سان اچي اتي پهتو. ٻئي هڪ ٻئي جي سامهون ٿي ويٺا.

پرشانت ويهندي سان چيو، "This is a dream come true"

شالوءَ نهڪ ڏيئي چيو، ”مطلب تہ تون سپنا لهندو هئين تہ ڪنهن ڏيهن مون سان ”سي_راڪ“ ۾ لنچ ڪائيندين؟“

”سي ـ راڪ ۾ يا ڪٿي بہ، پر تنهنجي سامهون ويهي تو سان ڳالهيون ڪندس.“

بيئرر اچي بيئر ۽ ڪوڪو ڪولا وغيره رکي ويو.

شالوءَ چيو، ”ڳالهين جي شروعات دبئيءَ کان ٿا ڪريون. ٻڌاءِ دبئيءَ ۾ ڪهڙيون مکيون پيو مارين؟“

پرشانت وراڻيو، ”هڪ آمريڪي ڪمپنيءَ ۾ ”مرچنڊائيزر“ آهيان. ڏيهن رات ڪم ڪرڻو پوي. صبح جو ائين ڪان ڏيڍ، وري منجهند جو ٽين بجي کان رات جا اٺ.“

”موڪل ڏينهن ڇا ڪرين؟“

”موڪل ڏينهن ٿوري سستي ۽ ٿورو دوستن سان رلڻ پنڻ. وسڪي، سگريٽ.“

”تون ۽ وسڪي؟ ڪاليج ۾ تہ ڏاڍو سڌو سادو هئين.“

پرشانت کلي چيو، ”سڌو سادو هاڻي بہ آهيان، سياءَ ۾. پهريان پنج سال سپر مارڪيٽ ۾ سيلسمئن هوس. صرف هزار درهم ملندا هئا. کاڌو ۽ رهائش ڪمپنيءَ تي هو. ڪيئن بہ ڪري اٺ سو درهم بچائي، در مهيني مائٽن کي موڪليندو هوس ۽ صرف ٻہ سو درهم پاڻ تي خرچيندو هوس. انهن ڏينهن ۾ تہ سگريٽ وسڪيءَ

ڪي هٿ بہ نہ لاتم.“

پرشانت بيئر گلاسن ۾ وجهي هڪ گلاس شالوءَ جي هٿ ۾ ڏيندي چيو، ”ڪي ـ رستم جي آئيس ڪريم ڪڏهن گڏ ڪائي نہ سگهياسين. ٽئنڪ گاڏ جو اڄ بيئر گڏ پي سگهون ٿا.“

”تو کي ياد آهن ڪاليج جون سڀ ڳالهيون؟“

”بلڪل ياد آهن. پلي غريب هوس. صبح جو پنجين بجي ننڊ مان اٿندو هو. الهاس نگر کان ڇهين بجي نڪري، ساڍي ستي بجي پهرين پيرڊ ۾ اچي پهچندو هوس. پر من بهار بهار هوندو هو... اُن عمر ۾ عجيب اُمنگ تا تين.“

”ها“. شالوءَ ٿڌو ساهہ پري چيو، ”اُها عجيب عمر هئي. دنيا مٺ ۾ هئي.“ ايئن چوندي هن ڪابي هٿ سان مٺ ناهي ۽ پوءِ مٺ کوليندي چيائين، ”انن نون سالن ۾ ڪيترو ڪجهہ بدلجي ويو آهي. ڇڻ مٺ ئي خالي ٿي ويئي آهي.“

شالوءَ جي مُٺ خالي ٿي وڃڻ واري ڳالهہ، پرشانت جي دل کي ايئن ڇهي وئي جيئن ڪو وايولين وڄائيندڙ فنڪار، پنهنجي آڱرين سان وايولين جي تارن کي ڇهي درد پري تان پئدا ڪندو آهي.

پرشانت بيئر جو گلاس ميز تي رکي چيو، ”بڌم، تنهنجي حياتيءَ ۾ وڏوطوفان آيو... نيٺ ٿيو ڇا؟“

شالوءَ بيئر جي گلاس مان ڍڪ پري پوءِ گلاس ميز تي رکي چيو، ”تون نہ پڇين ها تڏهن بہ مان تو کي ٻڌايان ها. مون ڪنهن سان بہ دل کولي ان بابت ڳالهايو ڪونهي. هن حرامزادي کي گاريون ڏيڻ تي اچا تايئن دل ٿيندي آهي.“

پرشانت ڏاڍو گنڀير ٿي ويو. هن چاهيو پئي تہ شالو دل ۾ سانديل آگ ٻاهر ڪڍي. هو ڪالهہ کان اهو ئي سوچي رهيو هو تہ ڪهڙو نہ بدبخت هوندو اهو شخص، جيڪو شالوءَ کي پائي بہ پائي نہ سگهيو.

هن پڇيو، ”نالو ڇا هوس؟“

” اشوڪ ملاڻي. هانگ ڪانگ جي نانءُ ڇڙهيل شاهوڪار واپارين مان آهي. مون کان عمر ۾ پنج ست سال وڏو پئي لڳو. باقي ڏسڻ وائسڻ ۾ نيڪ هو. رام دادا پچا ڳچا ڪرائي... دادا کي سڀ ڪجهہ

نيڪ لڳو. مون به ڪٿي ها ڪئي."

"پوءِ؟"

"پوءِ ڇا، شاديءَ جي رات ئي سوئر جي پٽ پنهنجي ذات ڏيکاري. تاج محل هوٽل ۾ شادي تي. ۽ اتي ئي به ڏينهن رهڻ وارا هئا سين. رات جو ٻارهين وڳي سڀ موڪلائي ويا. جيئن ئي پنهنجي Suite ۾ گهڙياسين، تيئن ئي در بند ڪري وسڪي پيئڻ لڳو. ٻه ٽي پيگ وسڪيءَ جا پي، مون کي چيائين جلدي ڪپڙا لاهه... پرشانت! مان تو کي ڪيئن ٻڌايان؟ هو انسان ته ڪو نه هو، جانور هو _ مان ڏاڍي ڏکي ويئي هئس. ڪرونڊڙي تي پلنگ جي هڪ ڪنڊ ۾ ويٺي هئس ته مون کي ڇڪي بستري تي ليٽائي ڇوي ٿو، تون ته ڏاڍي ڏلي آهين. ڪيٿ ته ڪپڙا لاهڻ ۾ منٿ به نه لڳائيندي آهي."

پرشانت جون اکيون ڦاٽي ويئون. هو اک ڇنڀڻ کان سواءِ شالوءَ جي ڳالهه ٻڌندو رهيو

شالو وڌيڪ چوي ٿي، "مان ته بستري تان هيٺ لهي پيس. پڇيرمانس: ڪيٿ ڪير؟ ته وحشي نموني ٽهڪ ڏيئي چوي ٿو، منهنجي ڇينائڻ زال."

بيرو اچي پنير جا پڪوڙا ۽ مٽن ڪباب ميز تي رکي ٿو. هو مانيءَ جو آرڊر وٺن لاءِ بيهي رهيو. پرشانت ۽ شالوءَ کان بيئر پيئڻ به وسري ويو هو. پرشانت بيري کي چوي ٿو، "ٻي ٻجي اچجانءِ، مانيءَ جو آرڊر وٺڻ." بيرو هليو ويو.

ان بعد بيئر پيئندي، شالو ڏهه منٽ لڳاتار ملاٽيءَ متان گارين جو ڏوڙيو وسائيندي رهي. بيئر جو گلاس خالي ڪري چيائين، "خبر اٿئي پوءِ مون ڇا ڪيو؟"

پرشانت اکين سان پڇيو، "ڇا ڪيئي؟"

"مان سائيڊ ٽيبل تي رکيل فون جو رسيور کڻي گهر فون ڪرڻ لڳس. هو ڇسو بستري تان ئي سڏ ڪرڻ لڳو: شالو My love .

مون کي رام دادا جو فون نه پيو ملي. سوچيم، متان باسٽرڊ مون سان ڪا زبردستي ڪري، سو هڪ گلاس ٻيو به وسڪيءَ جو پري ڪيس ڏنم. چيومانس، هي پيءُ ته مان باٿ روم مان تي اچان ٿي. پوءِ

باٿ روم مان وجي سندر ۽ سريتا کي فون ڪري چيم تہ مون کي هينئر ئي ونڻ اچو "I am in trouble

پرشانت پنهنجو هٿ ٻگل تان هٽائي چيو، "هو آيا؟"

"ها آيا. هنن مون کي بچائي ورتو. سريتا دل جي ڏاڍي شاهوڪار آهي. اصل ڪان. سچ پڇين تہ مون کي سريتا جي ساهيڙپ ڪان اڳ خبر ئي نہ هئي تہ پيار ڇا ٿيندو آهي، ساهيڙپ ڇا ٿيندي آهي."

پرشانت جي منهن کي ڏنڊ وڪوڙي ويو هو. هاڻي اهو ڏنڊ هٽڻ لڳو. هو چاهي پيو تہ شالوءَ کي ڪجهہ چوي پر ڇا چوي... هو منجهي پيو هو. هن ڏٺو، شالو پنهنجي ڪهاڻي ٻڌائيندي ڳاڙهي ٿي ويئي آهي. هن جي ٻچيءَ جو هڏو ڦوڪجي ويو آهي.

پرشانت ڪبابن واري پليٽ شالوءَ طرف سرڪائي چيو، "ڪائيندينءَ؟ مٿن ڪباب وٽندا اٿيئي؟"

شالوءَ ڪباب وات ۾ وجهي چيو، "تون بہ ڪڻ." پوءِ پنهنجي آڪاڻيءَ کي گويا ختم ڪندي چيائين، "اشوڪ ملاڻيءَ جو بچو سچي عمر ياد ڪندو تہ شالوءَ نالي ڪا ڇوڪري گڏي هئي، جيڪا شاديءَ جي رات ئي مون کي ڇڏي ويئي!"

"تو ڏاڍي همت ڪئي، شالو!" پرشانت جي زبان مان نڪتو، "تنهنجيءَ جڳهہ تي ٻي ڪا ڇوڪري هجي ها تہ روئي رڙي اها رات تہ اتي گذاري ها... پر تون ... آهين ئي غير رواجي."

شالوءَ چيو، "مان روئڻ رڙڻ مان نہ ڇاڻان. جيڪڏهن سريتا سندر مون کي ونڻ نہ اچن ها تہ بيوسيءَ واريءَ حالت ۾ اتي پيو رهڻ ڪان مان آپگهات ڪري ڇڏيان ها. تاج محل هوٽل جي ٽئين ماڙي تان ٽپو ڏيان ها..."

"شالو" پرشانت ڇرڪ پري چيو، "آپگهات جو ڪڏهن نہ سوچيندي ڪر..." پوءِ دل ئي دل ۾ چيائين، "جيسين مان جيئرو آهيان "Your eternal lover

پرشانت ڪابي پاسي نهاريو. اجهاڳ سمنڊ ۽ ان مٿان ڦهليل آڪاش.

هن ٻالهہ ڦيرائڻ سانگي چيو، "تنهنجي منديءَ جو رنگ سمنڊ

جي پاڻيءَ جهڙو آهي، ٿڌو نيرو.“

”هيءَ منهنجي فيورٽ منڊي آهي.“

”منهنجو نصيب جو پنهنجي فيورٽ منڊي پائي آئي آهين.“

”توکي خوش ڪرڻ لاءِ نه پائي آئي آهيان، I want to look my best “

”اهائي ته تون آهين. تون هميشه پنهنجيءَ خوشيءَ کي اڳرائي ڏيندي آهين.“

”تون پنهنجيءَ خوشيءَ کي اهميت ڪو نه ڏين؟“ شالوءَ پڇيو.

”الائي... مان پاڻ بابت پڪ سان چئي نه ٿو سگهان. شايد مان ٻين جي خوشيءَ کي وڌيڪ اهميت ڏيندو آهيان.“

”پر تون پاڻ خوش نه هوندين ته ٻئي کي خوشي ڪٿان ڏيندين؟ جيڪا شيءِ تو وٽ نه هوندي...“

پرشانت شالوءَ کي اڌ ۾ ڪٽي چيو، ”ڪڏهن ڪڏهن اهڙيون حالتون ٿينديون آهن، جو ٻئي کي سک ڏيڻ لاءِ پنهنجي خوشي قربان ڪيو ڇڏجي.“

“That is nonsense” ، شالوءَ ڪلندي چيو، ”مون هڪڙو ڪتاب پڙهيو هو... Bus 9 to Paradise ان جي هڪ سٽ مون کي اڄ به ياد آهي:

‘Happines is a perfume which you cannot pour on others without getting a few drops on yourself.”

پرشانت چيو. ”اها ڏاڍي سهڻي سٽ آهي. مون کي خبر ڪا نه هئي ته اهڙي گنڀيرReader آهين.“

”غلط فهميءَ ۾ نه پئه.“ شالوءَ چيو، ”مان نه Reader آهيان، نه ڪڏهن ڪو ڪتاب زندگيءَ ۾ خريد ڪيو هوم. جون 96 ۾ بيمار ٿي پيئي هئس. سائي ٿي پيئي هئي. ان وقت منهنجو وڏو ڀاءُ رام دادا آمريڪا ويو هو. اتان مون لاءِ هي ڪتاب خريدي آيو هو. سچ ٻڌايانءِ، ان ڪتاب مون کي جلدي نيڪ ڪيو. ان ڪان پوءِ عادت پئجي ويئي آهي، ڪو سٺو ڪتاب هٿ لڳي ته پڙهان.“

پرشانت چيو ”هاڻي پيٽ ۾ ڪوئا ٿا ڊوڙن. ماني ٿي ڇا ڪائون؟“

”مان ٻه چڪن برياني کائيندس. تون ڇا کائيندين؟“ شالو مينوءَ ۾ اکيون وجهندي پڇيو.

”مان ٻه چڪن برياني کائيندس. دبئيءَ ۾ رهي مان چڪن برياني رڌڻ سکي ويو آهيان. هفتي ۾ ٻه ٽي دفعا رڌيندو آهيان.“

”تون پاڻ رڌيندو آهين؟“ شالوءَ ٿهڪن مٿان ٿهڪ ڏيندي چيو، ”مون ته اڄ تائين ڪڏهن برياني نه رڌي آهي.“

پرشانت کي هن جي ٺهڪن جي گونج ساڳي لڳي. هوءَ بلڪل ائين کلي رهي هئي، جيئن ڪاليج جي ڏينهن ۾ کلندي هئي. ٻي روڪ، اڇل پري ڪل، جيڪا پنهنجي ڇوه ۾ ٻين کي ڇڪي ويندي هئي.

*منجهند جي وقت...*

سريتا منجهند جو اڪ لڳائڻ بعد ڇئين بجي جاڳي. هن اٽڻ سان پهرين شالوءَ جي ڪمري ۾ ليئو پاتو. شالو اڃا نه موٽي هئي.

هن منهن ڌوئي رگهوءَ کي چانهه ٺاهڻ لاءِ چيو. رگهو ڪلهه ڪان ڪنهن ڳالهه تان ڀڙڪيل هو. هو رڌڻي ۾ پڻ پڻ ڪندي چانهه ٺاهي رهيو آهي. سريتا هن جو آواز ٻڌي سوچي ٿي. رگهو پاڻ سان ڳالهائڻ ڇڏي ته سونو ٿي پوي. وري خيال ٿو اچيس، اها ٻه هن لاءِ ونڊر آهي. پنهنجي گهر ٻار کان ڪيترا سال دور رهيو آهي، ڪيڏو اڪيلو هوندو، اندر ۾. هتي ڪير ٻه ته سندس پنهنجو ڪونهي!

رگهو، چانهه جو ڪوپ کڻي سريتا جي بيڊ روم جي دروازي تي ٺڪ ٺڪ ٿو ڪري. سريتا چويس ٿي، ”اڄ اڄ، رگهو. ٻن منٽن ۾ چانهه ٺاهي ورتئه. تون ڪم جو ڏاڍو تکڙو آهين.“

رگهو پلنگ لڳ ننڍڙي ٽرالي رکي، اُن مٿان چانهه جو ڪوپ ٿو رکي. هو ڪجهه چوڻ ٿو چاهي پر چوي يا نه ان ٻڌتر ۾ آهي. سريتا ڪيس چپ بيٺل ڏسي پڇيو، ”رگهو! ڇو ائين بيهي رهيو آهين؟“

”ڪالهه مون سنگترن جي رس ڪڍي ته توهان نه پيتي. اها ويئي هن مٿي ڦريل باسڻ ملڻ واريءَ لڇميءَ جي ڏِي ۾.“

سريتا چيو، ”هن کي ڇو کڻڻ ڏنئه. تون پي ڇڏين ها.“

”هن مون کان پڇي ٿورو ئي ڪنئي. توهان هن کي فرج کولڻ کان منع ڪري ڇڏيو.“

”چڱو، اڄ اچي ته ياد ڏيارجانءِ ته کيس منع ڪري ڇڏينديس.“

رگهو رڌڻي طرف ويندي چوندو ويو، ”مون کي هن گهر ۾ آئي پنجٽيهه سال ٿيا آهن. لڇميءَ کي پنجٽيهه مهينا به نه ٿيا هوندا. وڏي آئي فرج ٿي کولي بنا پڇڻ جي...“

چانهه پيئندي سريتا، شالوءَ بابت سوچي رهي آهي. هن جو سڄو ڌيان شالوءَ ڏانهن آهي. صبح جو نيرن کائڻ وقت ڪيئن چڙي پيئي. حقيقت ۾ شالو رام دادا سان ناراض آهي.

سريتا ياد ٿي ڪري ته ڪاليج جي ڏينهن ۾ ڪيئن هئي شالو؟ سندس اميراڻو رنگ ڍنگ ته هر ڪنهن جو ڌيان ڇڪائيندو هو، پر هوءَ وڏيڪ پنهنجن ٺهڪن جي ڪري مشهور هئي. ڪاريڊار جي هڪ ڇيڙي وٽ بيٺي مترن سان ڳالهيون ڪندي ٺهڪ ڏنائين ته ٻئي ڇيڙي وٽ بيٺل شاگرد سڄاڻي وٺندا هئا، شالوءَ جا ٺهڪ! هن جي آزاد، بي پرواه ٺهڪن پنيان هو، سندس ٻنهي ڀائرن جو موه!

سريتا کي 29 مئي 92 جي رات ٿي ياد اچي. ان انڌاري اڌ رات جو ٻين بجي ڀاڻ ۾ سندر جڏهن شالوءَ کي تاج محل هوٽيل مان وٺي، مرين ڊرائيو واري گهر طرف وڃي رهيا هئا، تڏهن هنن جي دلين ۾ خوف هو. اهڙو خوف شايد ماڻهو ٻوڏ وقت محسوس ڪندا هجن. سريتا ڪڏهن ٻوڏ نه ڏٺي هئي، پر ان وقت هنن جون دليون ڪيئن طوفاني وهڪري ۾ لڙهيون هيون، اهو هن انيو ڪيو هو.

ڪار ڪاهيندي سندر جنسي ڏکي رهيو هو. هن چيو هو، ”ڳالهه اهڙي آهي جو رام دادا کي ٻڌائڻ ۾ دير نه ڀوڻ ڪپي. حقيقت ۾ اسان هوٽيل ڇڏي، ان کان اڳ رام دادا جهو اتي اچي ملاڻيءَ سان ملڻ ضروري هو.“

هنن هوٽل مان رام دادا جو نمبر گهڻا ئي دفعا ملايو پر فون جو رسيور لٿل هو. سندر کي خبر هئي ته جڏهن رام دادا جو بلڊپريشر وڌيل هوندو آهي تڏهن هو فون جو رسيور لاهي رکندو آهي. هن چيو هن

وقت هلي رام دادا کي ڏڏڪو ڏيون تہ هو ڇا سهي سگهندو؟ ٽيئي ڏاڍا منجهي پيا هئا پوءِ بہ ڪين وڃڻو پيو هو...

گهر وٽ پهچي هنن ڏور بيل وڃايو. رام دادا پاڻ ئي در کوليو هو. هن جي شالوءَ تي نظر پيئي تہ هو پاڻ سنڀالي نہ سگهيو. ڪيس مٿي ۾ چڪر اچي ويو. هو ڪرڻ تي هو تہ سندر ڪيس ڪلهن کان جهلي ورتو ۽ پوءِ ڪيس ڇيلهہ وٽان ٻڪ وجهي پنهنجين ٻانهن ۾ کڻي ورتو. ڏيري هلي هن اچي هال ۾ ڪيس سوفا تي ليٽايو. تنهن وچ ۾ اُرميلا بہ اتي آئي. شالوءَ کي ڏسندي ئي اچي روئڻ ۾ ڇٽڪي.

سريتا کي ياد ٿو اچي تہ ڏهن پندرهن منٽ رام دادا ۽ اُرميلا ٻاپيءَ کي سنڀالڻ ۾ لڳي ويا. رام دادا کي ڇپ هيٺان گوري رکڻ لاءِ ڏني ويئي. ٿوري دير هو سوفا تي ليٽيو رهيو. پوءِ اٿي وينو. اُرميلا بہ سندس پاسي ۾ ئي ويٺي.

جيڪو ڪجهہ ٿي گذريو هو، سو ڪجهہ سندر ۽ ڪجهہ سريتا ٻڌايو. ڪجهہ شالوءَ بہ پاڻ بيان ڪيو. شالوءَ ڳالهائي پورو ڪيو، ان بعد هال ۾ سناٽو ڇانئجي ويو. پنج جيو موجود هئا پر هو صرف هڪ ٻئي جي ساهہ کڻڻ جو آواز ٻڌي رهيا هئا. هال ۾ بتيون ٻري رهيون هيون. انهن جي روشني ويڙلن جي اکين ۾ چڀي رهي هئي.

شالوءَ، سندر ۽ سريتا جو ساهہ مٺ ۾ هو. نہ ڄاڻ رام دادا ڇا چوندو.

رام دادا پندرهن ويهہ منٽ ڪنڌ هيٺ ڪري وينو رهيو. زمين تي پيل غاليچي کي پيئي تڪيائين. پوءِ ڪنڌ مٿي ڪري شالوءَ کي چيائين، ”تون ملائيءَ سان رشتو ٽوڙي آئي آهين ڄاڪاڻ تہ هن کي اڳي ئي هانگ ڪانگ ۾ چيناڻ زال آهي. مونکي جو بہ زال آهي، بي قاعدي، پوءِ مون ڇا گهر کو نہ سينباليو آهي؟“

رام دادا جي هيءَ ڳالهہ ٻڌڻ سان ڄڻ گهر جي ڌرتي ڌڏي ويئي. مرين ـ ڊرائيو جي سي ويو بلڊنگ جي ٻئين نمبر فليٽ کي ڏاڍا ڌوڏا آيا. اُرميلا انهن ڌوڏن جو اثر بلڪل سهي ڪا نہ سگهي. ڪيس خبر هئي تہ سندس پهاج آهي، پر گهر جي ننڍن اڳيان گهوٽس هيءَ ڳالهہ چئي تنهن ڄڻ ڪيس اونڌي منهن ڪيرائي ڇڏيو. هن سوفا تان اٿندي حڪم نامو ڪڍيو، ”وڃو، هاڻي ئي شالوءَ کي پاڻ سان وٺي

وجو. مون کو نيکو کو نہ کنيو آهي هن گهر جي جوابدارين ۽ بدناموسين سان نباهڻ جو. هاڻي ہي ننهن بہ فرض پالي.“

اهو ڏينهن ياد ڪري سريتا جا لڳ تا ڪاندارجن. ان ڏينهن شام جو ستين بجي شالو ڪنوار جي پيڪيدار ويسن وڳن ۾ سينگاريل... مسز اشوڪ ملاڻي ٻڇڻ لاءِ رام دادا جي گهر مان نڪتي هئي ۽ تورن ڪلاڪن کان پوءِ، مسز شالو ملاڻي نالو ميٺي اها ئي شالو محبوباڻي ٻڇڻ لاءِ مرين ڊرائيو واري گهر ۾ واپس آئي هئي، پر ڪيس ان گهر ۾ رهڻ جي اجازت نہ ملي!

سندر ۽ سريتا شالوءَ مٿان سنيهہ جي اکٽ برسات وسائي هئي پوءِ بہ شالو بيمار ٿي پيئي هئي. هن کي سائيٽ ٿي پيئي هئي.

سريتا کي ڌيان ئي نہ رهيو تہ هوءَ 29 مئي واري ڏينهن جون ڳالهيون سوچڻ ۾ ايڏي گم سم ٿي ويئي جو چانهہ ڪيڏي مهل پي ختم ڪيائين ۽ وري بستري تي آهلي پيئي آهي، اها ڪيس سمڪ ئي نہ پيئي هئي. هن جو پاڻ ڏانهن ڌيان تڏهن ويو جڏهن هن پنهنجي جيءَ اندر ٻار جي چر پر محسوس ڪئي. هن جو ساڄو هٿ دن طرف کڄي ويو. پنهنجون پنج ئي آڱريون دن مٿان ڦهلائي بنا آواز پنهنجي ٻار سان ڳالهائڻ لڳي ٿي.

هن سوچيو، ” ٻار اندر ڏکيو تہ نہ آهي؟ هن کي ٻاهر اچڻ تي دل آهي نہ؟ ٻاهر اچڻ هيءَ دنيا، هيءَ ڌرتي، هي آڪاس، سج چنڊ، تارا، سمنڊ، نديون پهاڙ، آبشار، ساوڪ ۽ گل ڦل ڏسڻ تو چاهي؟ بس، باقي ٿورڙا ئي ڏينهن آهن. اسين بہ هن جي اچڻ جو انتظار پيا ڪريون. هو ايندو تہ هي گهر ٺئون، نرالو ٿي پوندو. اسان لاءِ دنيا ئي ہي ٿي پوندي.“

## نيون ڏينهن

منجهند جا ٻارهن لڳا آهن. صبح جو ڪم ڪار مان واندي ٿي سريتا هال ۾ ويهي ڀڄنن جي ڪيسيٽ ٻڌي رهي آهي.

اوچتو ڀڄن ٻڌڻ ۾ رخنو پئجي ويو.

سريتا جي ڪن تي شالوءَ جو غصي وارو آواز ٿو پهچي. هوءَ رگهوءَ کي چلائي چئي رهي آهي: توکي سؤ دفعا چيو اٿم مونکي کي يلي روتي نہ ڏي پر منهنجي ڪمري جي صفائي چڱيءَ طرح ڪر.

رگهو بنا ڪجهڻ جي ڊسٽر، ونڊو ڪلينر ۽ فرنيچر پالش جو ٿوهارو کڻي شالوءَ جي بيڊروم ۾ هليو ويو.

سريتا ڪيسيٽ بند ڪري شالوءَ کي سڏ ڪيو. شالو هال ۾ ايندي ئي چيو، ”رگهو صفائي ڇو نہ ٿو ڪري؟ منهنجي ڊريسنگ ٽيبل ڪيڏي گندي ٿي ويئي آهي.“

سريتا وراڻيو، ”صفائيءَ جو شوق ڪونهيس برابر، ڇا ڪريون؟“

”هيءُ اُرميلا ڀاڀيءَ سان ئي سڌو هو. اتي صفائي ڪيڏي سٺي ڪندو هو.“

”هتي وري تون اُرميلا ڀاڀيءَ و انگر ڏيان رکيس، جيئن صفائي سٺي ڪري.“

شالو جي نرڙ ۾ گهنج پئجي ويا آهن. حقيقت ۾ هوءَ صبح کان پريشان آهي. صبح جو اُرميلا ڀاڀيءَ جو فون آيو هو. ان مهل ئي هن جو منهن ٽانڊي جهڙو ٿي ويو هو.

سريتا، شالوءَ جو هٿ پڪڙي ڪيس پر ۾ ويهاريندي چيو، ”شالو، مون کي توسان هڪ ڳالهہ ڪرڻي آهي.“

”اها ئي ڳالهہ چوڻي اٿيئي نہ تہ اُرميلا ڀاڀيءَ مون لاءِ هڪ پروپوزل ٻڌايو آهي.“ شالو ٻانهون ٻڌي سريتا جي منهن ۾ نهاري چيو.

سريتا چيو، ”ڀاڀي وارو پروپوزل تہ سندر ۽ مون کي ئي نہ آڙيو. چوڪرو ڊاڪٽر آهي. زال مري ويئي اٿس، پر هڪ ... هڪ

بار...“ شالو سوفا تان اٿي بيٺي. چيائين، ”اُرميلا پاپي الائي مون کي سمجهي ڇا ٿي. مان بار واري مرد سان شادي ڪنديس!... شينهن بک مرندو پر گاهه نه چرندو. اهڙي شادي ڪرڻ کان مري نه وڃان.“

شالو سامهون واري سوفا تي پاڻ کي اڇليو ۽ چيو، ”تون الائي اُرميلا پاپيءَ جي عزت ڪيئن ٿي ڪرين، هوءَ ته توکي ليکي به ڪا نه...“

سريتا چپ ٿي ويئي. هن جو ڳل تي هٿ اچي ويو. هن کي به خبر آهي ته اُرميلا پاپي جيئن گهر ۾ ٻئي ڪنهن کي ڪا نه ليکيندي آهي، تيئن ڪيس به ڪا نه ليکيندي آهي. پر پوءِ به هن جي من ۾ اُرميلا پاپيءَ لاءِ عزت آهي. هن شالوءَ جي منهن ۾ نهاري پنهنجي اندر جي ڳالهه ڪيس ٻڌائڻ چاهي. چيائين، ”خبر اٿئي شالو! پاپيءَ ۾ ڇا آهي اهڙو، جيڪو ڪيس اوچو ٿو بڻائي!“

شالو سمجهي نه سگهي ته سريتا هيڏي گنڀير ڇو ٿي ويئي آهي.

سريتا چيو، ”مان پاڻ کان هڪ سوال پڇندي آهيان ته پڳوان نه ڪري جيڪڏهن سندر ڪنهن ٻيءَ عورت سان وڃي اٽڪي، ته پوءِ مان زندگيءَ سان نباهي سگهنديس؟“

سريتا جي هيءَ ڳالهه ٻڌي شالوءَ کان ڇرڪ نڪري ويو. ڪيس جواب نه سُجهيو ٿي ڪين. هوءَ سوفا تي ٽيڪ ڏيئي ويهي رهي. هن جي ذهن ۾ خيالن جي ڊڪ ڊوڙ شروع ٿي ويئي. اڄ پهريون ڀيرو، هوءَ اُرميلا پاپيءَ جي زندگيءَ جي ان پهلوءَ تي سوچي ٿي. سالن کان، الائي ڪيترن سالن کان، پاپيءَ کي پهاڄ جي خبر آهي پر هن ڪڏهن ان ڳالهه جي لک پوڻ نه ڏني آهي، پنهنجو گهر گرهست هن شانائتي نموني سنڀاليو آهي، دليپ ۽ راڄ، ٻئي ٻار سنا نپايا آهن. رام دادا کي بيحد چاهيو آهي، سندس هر هڪ ڳالهه جو خيال رکندي آهي.

فون جي گهنٽي ٿي وڄي. شالو ٽپ ڏيئي سوفا تان اٿي فون تي ڪٽي.

”مان شام جو پوري انين بجي پهچي ويندس.“ پرشانت فون تي چوي ٿو.

”پر مان ته انين بجي گهر ۾ ڪا نه هونديس.“ شالوءَ ڪلندي چيو.

”اهڙو ظلم نه ڪجانءِ. تون نه هوندينءَ ته مون کي مزو

ڪيئن ايندو؟"

"مزو ڇو نہ ايندءِ." شالو، پرشانت کي چيڙائيندي چيو، "توکي ڊنر لاءِ دعوت تنهنجيءَ پيڻ ڏني آهي ۽ نہ مون. مان گهر ۾ وهڻ لاءِ پڏل نہ آهيان."

پرشانت چيو. "تون مذاق تي ڪرين. تون ضرور گهر ۾ هونديندءَ."

فون جو رسيور رکڻ بعد شالوءَ، سريتا کي چيو، "هن کي ڊنر لاءِ گهرائڻ جي ڪهڙي ضرورت هئي. اڃي بور ڪندو."

سريتا هُن جي منهن جا ياوَ پڙهندي چيو، "تون ڏسين ها ٿيون ڏينهن، اوچتو ملڻ تي هو ڪيڏيءَ سڪ مان مليو، جڻ منهنجو سڳو ڀاءُ آهي. سندر سان ڳالهہ ڪيم تہ چيائين ڊنر لاءِ گهرائينس."

شالو کي ڏاڍي ڪل آئي. چيائين، "سندر کي هن الهاس نگريءَ جي ڪمپني وڻندي؟ هي ٻئي پاڻ ۾ ڇا ڳالهائيندا؟"

"اسين بہ تہ ٻہ ڄڻيون آهيون مان سمجهان ٿي تہ خوب مزو ايندو."

*شام جو وقت . . .*

پرشانت شام جو پوري انيس بجي در جي گهنٽي وڄائي. رگهوءَ پڻ پڻ ڪندي در کوليو. پرشانت در وٽ بيٺي ئي چيو، "مان آهيان، پرشانت..."

"اچو اندر اچو." رگهوءَ چيو "اوهين دبئيءَ وارا مهمان آهيو نہ؟"

پرشانت مرڪي چيو، "ها."

رگهو کيس هال ۾ وني آيو. هن کي سوفا تي وهڻ لاءِ چيائين، پوءِ پنهنجي واقفيت ڏيندي چيائين، "مان رگهو آهيان، هن گهر جو رسويو. توهين اتي وهو. مان مالڪڻ کي کوني ٿو اچان."

سريتا هال ۾ گهڙي تہ پرشانت اٿي بيٺو. پڇيائين، "مان جلدي تہ نہ آيو آهيان؟"

"نہ... نہ، جي جلدي اچين بہ تہ تنهنجيءَ پيڻ جو گهر آهي."

پرشانت گهٽي اتساه ۾ پريل آهي. پاڻ سان آندل ٿيلهي سريتا ڏانهن وڌائي چيائين، "پٽيوٽي صاحب لاءِ سفاريءَ جو ڪپڙو آندو

اٿم. ڪيس چئجو غريب سالي جي گفٽ قبول ڪري.“

”سندر سنان تي ويو آهي. اچي، ته تون پاڻ ڪيس ڏجانءِ.“

”نه نه. مون کي حجاب ٿو ٿئي. مان ته اڄ اجا هن سان پهريون ڀيرو ملي رهيو آهيان.“

پوءِ ميز تي رکيل گلن ڏانهن اشارو ڪري چيائين، ”هي گل مون شالوءَ لاءِ آندا آهن.“

”اري واهه“ سريتا گلدستي کي ڇهي چيو، ”مان وجي ٿي شالوءَ کي موڪليان. ٻن منٽن ۾ سندر به اچي ٿو.“ ائين چئي سريتا هال مان نڪري ويئي.

پرشانت هال ۾ اڪيلو وينو آهي. هيڏانهن هوڏانهن نهاري ٿو. هال ۾ پيل هر هڪ چيز امپورٽيڊ آهي. ٽي وي، وڊيو، ميوزڪ سسٽم. فرنيچر بلڪل نيارو آهي. بيضي جي شڪل جهڙي گهاٽي ناسي رنگ جي ڪاٺي لاءِ ميز ۽ ان جي چوطرف رکيل ڇهه ڪرسيون. سوفاسيٽ جو رنگ اهڙو آهي، جنهن رنگ کي ڪو نالو ئي نه ڏيئي سگهجي. ڪارو، ناسي، مرون يا ٽيئي مليل. سينٽرل ٽيبل جي بناوت بيڙيءَ وانگر. ان جي هيٺئين حصي ۾ مخزنون پيئون آهن، جنهن جي هيٺيان ايراني غاليچو وڇايل آهي. هال جي دروازي جي ٺورو پريرو ديوار لڳ ٽرالي رکي آهي. مٿي نهاريائين ته عاليشان ڊزائين واري False ceiling تي نظر پيس. ديوار تي لڳل هڪ لاجواب پينٽنگ.

هال جي سجاوٽ ڏسي، پرشانت گهبرائجي ويو. هن اهڙا سجايل گهر دبئيءَ ۾ ڪن سينين جا ڏٺا آهن. بمبئيءَ ۾ ته ڪنهن امير ماڻهوءَ سان هن جي سڃاڻپ ئي ڪانهي جو ڪنهن جي گهر وڃي. هو سوچي ٿو ههڙو گهر ته مان پنهنجي جنم ۾ به ٺاهي نه سگهندس. مون کي ڇو ٿو خيال اچي ته مان شالوءَ کي شاديءَ لاءِ پرپوزل ڏيان. مون کي اهڙي جرئت ڪرڻ ئي نه کپي.

پرشانت کي پاڻ تي عجب ٿو لڳي. ڪالهه شالوءَ سان سي راڪ ۾ لنچ ڪائڻ بعد، هو لڳاتار سوچي رهيو هو ته دبئي اسهڻ کان اڳ شالوءَ کي دل جي ڳالهه ضرور چوندس. هوءَ نه چوندي ته اهو ڏک به سهي ويندس. هن جي من جي اوستا اهڙي تي ويئي هئي جو اڄ هو ماءُ سان چوڪري ڏسڻ به ڪين ويو. هن جي ماءُ کي ڪا مائٽي آيل هئي ۽

اڳلي ڏر سان ملڻ جو بندوبست بہ ٺيڪ هو. پرشانت ماءُ کي ائين چئي تاري ڇڏيو، ”ممي! هن ڀيري ڇڏ. دبئيءَ وڃڻ ۾ باقي ڏينهن ئي ڪيترا بچيا آهن. ٻيءَ موڪل ۾ ايندس، تڏهن شاديءَ لاءِ سوچيندس.“

شالو هال ۾ آئي. پرشانت يڪدم سوفا تان اٿي ڪيس گلدستو ڏنو. چيائين، ”هي گل...“

”ٿئنڪيو.“ شالوءَ گلدستو وٺي ننڍيءَ ميز تي رکيو. پوءِ پرشانت جي سامهون واري سوفا تي ويهي چيو، ”ڇو ٺهڙو گنڀير لڳي رهيو آهين؟ ڪهڙا جهاز ٻڏي ويا اٿئي؟“

”هڪ جهاز ٻڏي ويو.“

شالوءَ جو ٽهڪ.

”سپني ۾ هڪ جهاز ۾ چڙهيو هوس. سمجهيم، ڪنهن جي سات سان حياتيءَ جي سمنڊ ۾ اهو جهاز هاڪاريندس. پر ننڊ مان جاڳي پيس تہ پتو پيم، تہ اهو سپنو هو.“

”ڪنهن ناٽڪ جا ڊائلاگ تہ نہ پيو چئين؟ دبئيءَ ۾ بہ ڪاليج جي ڏينهن وانگر ائڪٽنگ ڪندو آهين ڇا؟“

”جيون بہ تہ هڪ ناٽڪ آهي.“

”بس بس، مون کي اهڙيون ڳوريون ڳالهيون ڪرڻ ڪين اچن. هاڻي ڪا ڪل خوشيءَ جي ڳالهہ ڪر.“

پرشانت چيو، ”چڱو هاڻي تو بابت تو ڳالهايان. توکي هيءَ ڊريس بہ ڏاڍي نهي ٿي.“

”سچ پچ؟“ شالني کلي پيئي. پرشانت بہ ساڻس کل ۾ شامل ٿيو.

محفل خوب متي. پرشانت، سريتا ۽ شالوءَ ٽنهي ڪاليج جي زماني جون گهڻيون ئي ڳالهيون ياد ڪيون. سندر کي هنن جي ڳالهين مان تمام گهڻو رس پئي آيو. هو پاڻ تہ ڪاليج پڙهيو ئي ڪين. مئٽرڪ پاس ڪرڻ کانءِ پوءِ پيءُ سان وچي ڌنڌي ۾ ٻانهن ٻيلي ٿيو... هو هنن ٽنهي جون ڳالهيون ٻڌي صرف وچ وچ ۾ چئي رهيو هو، مون کي خبر هجي ها تہ ڪاليج ۾ ائين ٿيندو آهي، تہ ڪيئن بہ ڪري پڙهان ها.

پرشانت ڳالهيون ڪندي ايڪانامڪس جي پروفيسر سامنت

جي ڳالهه ڪدي. شالوءَ کي چيائين، ”توکي ياد آهي تو ڪيئن هن جو نڪ ۾ دم آڻي ڇڏيو هو.“

”لائق به ان جي هو، الائي ڇا پاڙهيندو هو. ڳالهائيندو به پاڻ هو ته سمجهندو به پاڻ هو.“

”اها سچي ڳالهه آهي.“ سريتا گهوٽ ڏانهن نهاري چيو، ”سندر! شالوءَ ان پروفيسر کي اهڙو سڌاري ڇڏيو جو هو گهڻي محنت ڪرڻ لڳو. پوءِ سندس ليڪچر ڪرڻ جو نمونو گهڻو سڌري ويو.“

”تو اهڙو ڇا ڪيو جو پروفيسر سامنت سڌري ويو؟“سندر پيڻ کان پڇيو.

”مان ڇا ڪندي هئس جو پيرڊ پورو ٿيڻ مهل پروفيسر ڪلاس مان وڃي، ان کان اڳ پنهنجي سيٽ تان رڙ ڪندي هئس: We don't want Samant منهنجا بيلي شاگرد سر وناڻيندا هئا. ”We don't want Economics“ ائين چوندي شالو ڪل ۾ اونڌي ٿي ويئي. ڪلڻ سبب سندس ڳچيءَ ۾ پيل سونو هار هيٺ مٿي ٿي رهيو هو... بلڪل ان هار وانگر پرشانت جو وجود هيٺ مٿي ٿي رهيو هو... هو پاڻ سان پرن ٿو ڪري ته وري نه ملندس شالوءَ سان. جيڪڏهن هن سان ملڻ جاري رکيم ته دل زور زور سان ڌڙڪي آخر بيهي ويندي، شائد!

رگهو به هن محفل جو ڪن پل لاءِ حصو بڻيو. هن کي جو خبر هئي ته هي مهمان دبئي کان آيو آهي، سو ميز تي ماني رکندي سانت کان پڇيائين، ”اتي رسويي جو پگهار گهڻو ٿئي؟“

پرشانت چيس، ”پنج سؤ درهم. يعني مهيني جا پنج هزار

رگهوءَ جي اکين ۾ چمڪ اچي ويئي. چيائين، ”مون مسڪين کي ڪٿي گهرايو. زال کي مهيني ۾ پنج هزار موڪليندس ته هوءَ مون کي سڀ ڏوه معاف ڪري ڇڏيندي. ڪڏهن ويچاريءَ کي هڪ چوڙو نه وٺي ڏنو اٿم. سچي عمر ڪانچ جون چوڙيون پاتيون اٿائين.“

شالوءَ چيو، ”رگهو، اُرميلا پاپيءَ جو توکي هڪ دفعي زال لاءِ به سونا چوڙا وٺي ڏنا هئا.“

”اهي ته نهن کي ڏيئي ڇڏيائين.“

”ڪٿي رهندا آهن تنهنجا زال ۽ ٻار؟“ پرشانت رگهو کان پڇيو.

"توهان نالو ئي نہ ٻڌو هوندو. ننڍڙو ڳوٺ آهي." رگهو رڌڻي طرف ڳالهائيندو ويو. "هن عمر ۾ ڪٿان ويندس دٻئيءَ؟ پنجاهي پار ٿي ويئي. جوانيءَ ۾ وڃان ها تہ ڳالهہ ٻي هئي. قسمت ۾ لکيل ڪين هو. پٽنچرا مان گهٽا ئي ماڻهو دٻئيءَ ويا آهن ڪمائڻ. سونا ٿي پيا آهن."

رات جو هنڌ ۾ ليٽڻي سندر زال کي چيو، "شام سٺي گذري. پرشانت Gentleman آهي."

سريتا چيو، "پر اڄ ٽيون ڏينهن جيترو خوش نہ پئي لڳو."

"ٽيون ڏينهن ڇا خوشيءَ ۾ ٽپا ڏنا هئائين؟"

"بلڪل ٽپا ڏنا هئائين. اڄ هن جي وهنوار ۾ اٽڪ هئي. مان سمجهان ٿي شالوءَ ۾ Interested آهي، پر چوڻ جو ست نہ ٿو ساري."

"مان ئي ڪٽي ساٽس ڳالهہ چوريان پر شالوءَ جي ٻہ تہ دلچسپي هجي نہ ...", ڳالهائيندي سندر اوٻاسي ڏني.

سريتا چيو، "هاڻي ڳالهائڻ ڳالهائڻ ۾ ڪونگهرا هڻڻ نہ شروع ڪجانءِ."

"مان ڪو زوريءَ ائين ڪندو آهيان ڇا؟ ٿڪل هوندس ۽ ڳالهائيندي ننڊ اچي ويندي تہ ڇا ڪندس؟"

"سندر! اڄ ڪٽي ننڊ کي ٿورو روڪ ۽ ٿو ڏنو تہ پرشانت جي ڪمپنيءَ ۾ شالو ڪيڏي خوش هئي؟"

"ها، مون اها ڳالهہ محسوس ڪئي پر ڪنهن جي ڪمپني Enjoy ڪرڻ هڪ ڳالهہ آهي، ڪنهن سان زندگي گذارڻ ٻي ڳالهہ آهي. شالوءَ ڇائي چم ڪان ئي شاهوڪاري ڏني آهي."

"اهو برابر آهي." سريتا جو آواز ڏيمو ٿي ويو.

هوءَ سوچڻ لڳي ٿي، زندگي ڪيڏي عجيب آهي! هڪ پاڻ هئي، جيڪا سندر جي شاهوڪاريءَ کان ڊني هئي ۽ هڪ شالو آهي، جيڪا پرشانت جي غريبيءَ کان ڊڄي ٿي. شالوءَ لاءِ پئسو ۽ سو بہ اٿاه پئسو، هڪ ضرورت آهي. ڪو وقت هو جو هوءَ پنهنجيءَ خوشيءَ يا پاونا جو اظهار پئسي ذريعي ڪندي هئي. سريتا کي اهو ڏينهن ياد آيو، جنهن ڏينهن شالو بيماريءَ مان نيڪ ٿيڻ بعد ڪاليج آئي هئي. هوءَ سريتا لاءِ هڪ سونو ڪنگڻ ڪٽي آئي هئي. هو ٻئي ٻئين ماڙي تي

ڪاريدار ۾ مليون هيون. شالو پرس مان ڪنگڻ ڪڍي سريتا کي پائڻ واري هئي، تہ سريتا ڪانئس ڪنگڻ وٺي ڪيس ئي پائي ڇڏيو. چيائين، ”ڏس شالو، هن قسم جون ڳالهيون صحيح نہ آهن.“

”پر ڇو؟“ شالوءَ ناراض ٿيندي چيو هو، ”تون منهنجي نرسنگ هوم ۾ ڪيڏي مدد ڪئي ۽ وري پوءِ پنهنجا نوٽس وغيره موڪليئہ. نہ تہ مان امتحان لاءِ تيار ٿي سگهان ها ڇا؟ منهنجو سال هليو وڃي ها...“

سريتا وراڻيو هو، ”اهو مون ساهيڙپ جي صدقي ڪيو. ساهيڙپ کي سون ۾ توريندينءَ؟“

شالوءَ نراس ٿي پڇيو هو، ”تو مون کي هيترو ڪجهہ ڏنو، مان توکي آخر ڇا ڏيان.“

سريتا وراڻيو هو، ”ڪجهہ ڏيڻ ٿي چاهين تہ ٻڌايانءِ ڇا ڏي ... پيار“

شالو ڏاڍي منجهي پيئي هئي. پيار ڪنهن کي ڪيئن ڏبو آهي؟ ڪنگڻ تہ ڏيئي ٿو سگهجي. يا گل... جيئن سريتا کيس نرسنگ هوم ۾ گل ڏنو هو. پيار تہ ڪا اهڙي شيءَ ڪانهي جيڪا ڪنهن پئڪيٽ ۾ وجهي ڪنهن کي ڏجي. ان قسم جي ويچارن شالوءَ کان هڪ ڪوتا لکارائي هئي. سريتا کي اڄ بہ ياد آهي شالوءَ جي من جي اها ڪيفيت. ٽن چئن ڏينهن بعد هوءِ پنهنجي لکيل ڪوتا کڻي آئي هئي. ان کي سرو ڏنو هئائين: ”ساهيڙي“

ساهيڙي! تون گهرين ٿي پيار
اهو ڪٿان ملندو آهي؟
ڪنگڻ تہ جويلر جي دُڪان تان مليو
پر پيار جو ڪو دُڪان ڪونهي.
مون گهر ۾ بہ ڳوليو آهي ”پيار“
پنهنجي وارڊ روب ۾،
ڪتابن واريءَ ميز ۾،
پنهنجي بستري تي،
وهاڻي هيٺان،

ڇت تي لٽڪيل شنڊليئر ۾
ڪٿي بہ نہ مليو.
صبح سويري دريءَ وٽ اچي بيٺس...
رستي تان لنگهندڙ موٽرن گاڏين کان پڇڻ چاهيم
ماڻهن کي آواز ڏنم!
توهان کي خبر آهي پيار ڪٿي ملندو آهي؟
مان ساهيڙيءَ کي ڏيڻ ٿي چاهيان.
آسمان ڏانهن نهاريم
سمجهيم شايد آسمان جي پنيان
ڪٿي لڪل هوندو پيار
سج جي گولي جي پٺ ۾
ڇپيل هوندو پيار.
هوا جو هڪ جهونڪو
منهنجي منهن کي ٿڦڪيون هڻندو
گهر ۾ گهڙي آيو
اُن جهونڪي کي پڪڙڻ چاهيم
ان کي ضرور خبر هوندي.
ڪٿي تيندو آهي پيار؟
اجا هٿ نہ آيو آهي ڪجهہ
هٿ ايندو تہ ساهيڙي!
ضرور ڏيندس توکي.
سريتا وري شالوءَ جي ان ڪوتا جي موٽ ۾ هڪ ڪوتا لکي هئي:
سڪي!
پيار هوندو آهي دل جي ڌڙڪڻ ۾
ساهہ ۾ سبيل هوندو آهي پيار

اکيـن مـان ڇلڪنـدو آهي پيـار
وهنوار مـان ٻڪنـدو آهـي پيـار،
پيار آهي چانڊوڪيءَ جي ٺـڏاڻ
گلن جي خوشبو،
پنن جي سـاواڻ
آڪـاس جي نيـراڻ
سمنڊ جون ڇوليون ٻڌائيـن پيئون پيار جـو سنگيت
پهـاڙن تـان ڪرنـدڙ آبشـار سڻائيـن ٿـا پيـار جـو آلاپ
ندين جو وهڪرو ڳائي ٿـو پيار جو گيـت
پکي پکڻ آلاپيـن ٿـا پيـار جـو راڳ
سکي! پيار بـاهر نـہ ڳـول
”پيـار ٿيـندو آهـي انـدر ۾.“

اوچتـو سندر جي ڪونگهـرن جي آواز سـريتا جـو ڌيـان ڇڪـايو.
هـوءَ گهـوٽ جـي ڪونگهـرن تـي هريـل هئـي. ٿـوري گهـڻـي ننـڊ ڦٽندي اٿس پـر وري اچـي وينـدي اٿـس. پـر اڄ ڪيـس ننـڊ نـہ ٿـي اچـي. هـن جـي مـن ۾ شـالوءَ جـي پنهنجـي لکيـل ڪوتـا وري دهرائجـڻ لڳـي. اهـي ڪوتـائون، هنـن جـڏهن پنهنجـي ڪـاليج جـي متـرن کـي ٻڌايـون، تـڏهن ڪوتـائون لکـڻ جـي هـڪ لهـر اٿـي هئـي. ڪـن هيـن شـاگرن بـہ ڪوتـائون لکيـون هيـون، جـن ۾ هـڪ پرشانت بـہ هـو. هـونءَ وٽـن بـہ گـروپ هئـا. هـڪ شـالوءَ وارو گـروپ، جنهـن جـي اڳـواڻ شـالو هئـي ۽ ٻيـو پرشـانت وارو گـروپ، جنهـن جـو اڳـواڻ پرشـانت هـو.

اهـي ٻئـي گـروپ ڪوتـائون لکـڻ ٻڌائـڻ واري دوڙ ۾ ملـي هـڪ ٿـي ويـا. پهرئيـن پيـرڊ ۾ هـڪ چٽڪـي سـيني بينچـن تـي ڦرنـدي، سـيني تـائين پهچـي وينـدي هئـي تـہ ڪيـر ڪوتـا لکـي آيـو آهـي ۽ اهـا ٻـڌڻ لاءِ ڪتـي ۽ ڪيـڏي مهـل گـڏجڻو آهـي. ڪـڏهن مريـن ڊرائيـو جـو ٿلهـو ٽپـي پٿـرن تـي وڃـي وهنـدا هئـا تـہ ڪـڏهن ڪـاليج جـي ڇوتيـن مـاڙي ۽ ڪـڏ جـي وچ واري ڏاڪڻ تـي ميڙاڪـو ڪـري وڃـي وهنـدا هئـا. اهـڙي هـڪ ميڙاڪـي

۾ پرشانت هڪ ڪوتا پڙهي هئي:

*پيسو بڻجي نہ سگهندو ديوار*
*پر پيار ڪندڙ دلين وچ ۾*

شالوءَ چرچو ڪري چيو هو، ”اڙي واه! هي تہ ”بابي“ فلم جو وشيہ آهي. دوستو، چئو رشي ڪپور زنده باد! ڊمپل ڪپاڙيا زنده باد!“

سڄي گروپ جي مترن خوب ٽهڪ ڏنا هئا پر پرشانت ڏاڍو گنڀير ٿي ويو هو. هن جو چهرو پٿر جهڙو سخت ٿي ويو هو.

سريتا کي هڪ بيو واقعو ٿو ياد اچي. شالوءَ ۽ پنهنجي باري ۾. ان ڏينهن هو ساهيڙپ جو هڪ ڏاڪو مٿي چڙهيون هيون... هو ٻئي بي اي جي فائينل ييئر ۾ هيون. ليبرٽي سنيما ۾ ”خاموشي“ فلم ڏسڻ ويئون هيون. سريتا نوڪري بہ ڪندي هئي تنهن ڪري آفيس مان اذ ڏينهن موڪل ورتي هئائين. لبرٽي ۾ پهتيون تہ هڪ مسئلو اچي پئدا ٿيو. شالو چوي بالڪنيءَ جون ٽڪيٽون وٺون ۽ سريتا چوي هيٺ ئي وڏي ٽڪيٽ، سادي نوين ربئي واري وٺون. ان تان شالو اهڙي اچي ڪاوڙي جو پنهنجي پرس مان سؤ سؤ جا ڪيترا نوٽ ڪڍي ڦاڙڻ تي هئي پر سريتا ڪانئس ڦري ورتا. شالوءَ چيو هو: هنن نوٽن جي هجڻ مان فائدو ڪهڙو، مان پنهنجيءَ ساهيڙيءَ کي هنن پئسن مان هڪ فلم نہ ٿي ڏيکاري سگهان.

ان وقت شالوءَ جي منهن مان ڏک پئي بکيو. سريتا هن جي صداقت پروڙي پنهنجو ضد ڇڏي ڏنو. ٻنهي گڏجي فلم ڏٺي. ڪين ڏاڍو مزو آيو... مهينن جا مهينا شالو ۽ سريتا خاموشي فلم جو گانو گنگنائينديون هيون، ڪڏهن گڏجي تہ ڪڏهن اڪيلائيءَ ۾:

پيار ڪو پيار ئي رهني دو، ڪوئي نام نہ دو،

صرف احساس هئہ.. اسي رشتون ڪا الزام نہ دو.

سريتا کي محسوس ٿيو، سندس ٻار ٽڪڙو سري دن جي ساڄي پاسي اچي ويو آهي. کاٻو پاسو چڱو خالي ٿو لڳيس. هن بلئنڪيٽ ساڄي پاسي وڌيڪ خيال سان اوڍيو ۽ سوچيو:

”ڇا ٻار کي سيءُ ٿو پوي؟“

# چوٿون ڏينهن

سريتا منجهند جي ننڊ پوري ڪا نه ڪئي آهي. اڃا ننڊ ۾ هوءَ ڪنهن جي سڏڪن جو آواز تي ٻڌي، هن اکيون کولي ڏيان ڏنو. ڪيس لڳو رگهو روئي رهيو آهي. پر ڇو؟ ڇا ٿيو رگهوءَ کي؟

هوءَ بستري تي اٿي ٿي وهي. سندس ڪن سڏڪن جو پيڇو ڪري رهيا آهن. هن جي بيڊروم ۽ رڌڻي جي وچ ۾ ڊگهو ڪاريڊار آهي. رڌڻي جي ساڄي پاسي ٿوري خالي جاءِ آهي. جتي رگهوءَ جي سيٽي رکيل آهي. هو ان تي سمهيو پيو هو. سريتا پنهنجي بيڊروم مان نڪري ڪابي صرف شالوءَ جي بيڊروم ڏانهن نهاريو. شالوءَ جي ڪمري جو دروازو بيڪڙيل آهي. سريتا سمجهيو هوءَ ضرور سمهي پيئي هوندي. هوءَ آهستي آهستي هلندي رگهوءَ جي سيٽيءَ وٽ پهتي. رگهوءَ جون اکيون بند آهن. هو سڏڪي رهيو آهي. ما ڇاڻ هن ننڊ ۾ ڪو سپنو ڏنو هجي!

سريتا سڏ ڪيو، ”رگهو.“

سڏ ٻڌي رگهو ابهرائيءَ سان اٿي وينو. سريتا سندس مٿي کي ڇهي ڇيو، ”تون رئين ڇو پيو، رگهو؟“

رگهو اڃي اوچنگارن ۾ پيو.

سريتا چيو، ”روءِ نه، منهن ڌوئي پاڻي پي پوءَ منهنجي ڪمري ۾ اچ. جلد اچج. ڪو ڪم آهي.“ سريتا پنهنجي ڪمري ۾ موٽي ويئي. رگهو پنجن منٽن ۾ اچي وٽس پهتو. پڇائين، ”جوس ڪڍان يا چانهن پيئندا؟“

”جوس، چانهه جي ڳالهه ڇڏ. هتي سامهون تي ويهه. ٻڌاءِ تو رنو ڇو پئي؟“

رگهو وينو ڪين. بيٺي ئي چيائين، ”ننڊ ۾ پنهنجو ڳوٺ ڏٺم. ڏسان پيو مندر ۾ وڏو اتسوءَ ٿيو آهي. مندر جي ٻاهر واري ميدان ۾ گهڻائي ٻار راند وينا ڪن. انهن ٻارن سان گڏ منهنجيون پوٽيون ٻه پيئون کيڏن. مان هنن کي سڏ تو ڪريان. پر جيسين هو مون تائين

اچن، تيسين سپنو ٽٽي پيو.“ رگهوءَ جي دل وري پرچي آئي.

”تنهنجي ڳوٺ جو نالو ڇا آهي؟“

”رگهو خوشيءَ واري آواز ۾ چيو، ”ٿرچور ضلع ۾ ننڍڙو شهڙو آهي پٽنچرا.“

”پٽنچرا“ جو نالو ٻڌي رگهوءَ جي چپن تي مُرڪ ڦهلجي ويئي.

”تون هتان بمبئي مان پٽنچرا ڪيئن ويندو آهين؟“

”هتان ريل گاڏيءَ ۾ وڃان. چوويهه ڪلاڪن جي مسافريءَ کان پوءِ چلاڪُڙي اسٽيشن ايندي آهي. اتي لهي پوءِ بس ملي ته بس، نه ته آٽو رڪشا ڪري گهر وڃان.“

سريتا پڇيو، ”رگهو تون پٽنچرا ويندين؟ توکي گهر وارن جي سڪ لڳي آهي نه؟“

رگهو ان تان بگڙي ويو. رڌڻي طرف ويندي چيائين، ”هن وقت پلا ڳوٺ ڪيئن ويندس؟ مون هن گهر جو نمڪ کاڌو آهي، جوان ٻه هتي ٿيس ته ٻڍو به هتي ٿيس. ننڍو سيٺ ۽ شالني بيبي ستن اٺن سالن جا هئا، جڏهن مان هتي آيو هوس. هنن جي اسڪول جا يونيفارم، جوراب، رومال ڌوئي استري ڪري رکندو هوس. اسڪول مان ايندا هئا ته رگهو رگهو، بس هنن جي مون مٿان سڏو سڏ پيئي پوندي هئي. منجهند جي ماني کائڻ کان پوءِ چوندا هئا، اسان سان ڪئرم بورڊ ويهي کيڏ...“

رگهو جوس ڪڍندي به ڳالهائي رهيو آهي. جوسُر جي آواز ۾ سندس ڳالهائڻ ڪيس به ٻڌڻ نه ٿو اچي. جوس جو گلاس کڻي آٽي سريتا کي ڏنائين ان مهل به هن جو منهن سچيل هو. ڇڻ سريتا کيس ڳوٺ وڃڻ لاءِ چئي سندس اپمان ڪيو هو. سندس چهري جي رنجش چڻ چئي رهي آهي: منهنجي ننڍي سيٺ سندر جي گهر ننڍڙو ننڍڙو سيٺ اچي رهيو آهي، اهڙي وقت مان پنهنجي سندر جي ڪنوار کي ڇڏي ڳوٺ ويندس؟

اڄ رگهوءَ کي ڳوٺ لاءِ جهڄندو ڏسي، سريتا کي پنهنجي ڏاڏي ياد آئي. ڏاڏيس پنهنجو سنڌ ۾ ڇڏيل ڳوٺ نري، ڏاڍو ياد ڪندي هئي. اڪثر مشين هلائيندي، چار ستون چپن ۾ چوندي هئي

جيڪي شايد ناهيون بہ پاڻ هئائين:

*منهنجا ڳوٺ نري، او نري*
*اتي هيس آءُ هري پري*
*اتان نڪتيس ويس سڙي سڙي*

تي ويس مان تہ ذري ذري. او منهنجا ڳوٺ نري.

سريتا اجا ننڍي هئي تڏهن هڪ دفعو ڏاڏيءَ کان پڇيو هئائين، ”اما وڏي، تون اهو کهڙو ڳانو تي ڳائين؟“

ڏاڏيس وراڻيو هو، ”امڙ، اهو ڳانو ڪونهي، اها منهنجي حياتيءَ جي ڪٿا آهي.“

سريتا ڏاڏيءَ کي ياد تي ڪري تہ کيس لڳي ٿو تہ ڏاڏي اما هڪ زال نہ، جڻ هڪ تاريخ هئي، جنهن جا ورق ورائڻ سان ڪنهن جا بہ لڱ ڪانڊارجي وڃن. صرف نريءَ وارن ڏينهن جا پنا چمڪندڙ اکرن ۾ لکيل آهن.

ڏاڏي اما اصل هگورجن جي هئي. چوڏهن ورهين جي عمر ۾ پرڻجي نريءَ جي ڳوٺ ۾ آئي. اتي ڏاڏو پنهنجن ڇهن ڀائرن، ڀاڄاين ۽ سندن ٻارن سان رهندو هو. گهر ۾ ڪل چاليهہ ڀاتي هئا. ڏاڏي اما ميول جي اچڻ سان ايڪيتاليهہ ڄڻا.

گهر ۾ سترهن ڪمرا هيٺ، سترهن ڪمرا مٿي هئا. وچ ۾ تمام وڏو شاهي پڊر، پوءِ رڌڻو. رڌڻي پنيان واڙو. واڙي منجهہ اٺ ڏهہ ٻڪريون ۽ ڳانيون هيون، جن کي اسر کان ڏهندي، کير ڪاڙهيندي، ڏڌ ولوڙيندي ۽ مکڻ ڪيندي سٽن ٿي ڏيراڻين جو صبح گذري ويندو هو. نيرن جو ڪم لاهي بہ تي ڄڻيون منجهند جي مانيءَ کي لڳنديون هيون تہ بہ ٽي ڄڻيون، ڪپڙا ڌوئڻ کي جنبي ويندڙيون هيون. هڪ بہ ڄڻي پاسيري هوندي هئي، تن کي ڪم کان موڪل هوندي هئي.

رڌڻي ۾ هڪ ئي وقت چار پنج چلهيون ٻرنديون هيون. تڏهن وڃي منجهند جي روٽي تيار ٿيندي هئي.41 ڄڻا گهر جا ڀاتي، اهڙا اٺ نو ڄڻا ٻيا بہ روٽيءَ تي ساريل هوندا هئا. آيو ويو، غريب غربو، ٻاغائي، اوطاق ۾ بہ تي مهمان هوندا ئي هوندا هئا.

ڪپڙو به اهڙو ڌوپندو هو، اڇو جهڙو بگهه. هڪ ڏينهن ۾ پنجاه ڪپڙا ته واهه جا ڌوپندا هئا. ڌبن ۾ ڪار وجهي پهر ڪپڙا ٺهڪائيندءون هيون، سي ڌوپن، سڪن، وري شام تائين ويڙهجن ائين، جڻ استري ڪيل آهن.

منجهند جو ٻين بجي ڌاري، ڳوٺ جا چار پنج غريبڙا جوان ڇوڪرا صفائيءَ لاءِ ايندا هئا. سڄو گهر ٻهاري پٽ ڌوئي، چندي، ڦوڪي گهر اڇو اجرو ڪري ويندا هئا. اهي منجهند جا ٻه پهر ست ئي ڏيراڻيون هڪ هنڌ گڏ ويهنديون هيون. هڪ ٻئي کي سير ڏينديون، آر ۽ سوئا اٽنديون، هرمچي ۽ ڪئنويس جا پرت پرينديون. جنهن ڏينهن پاپڙ، ڪيچا يا ڪچريون وغيره ڪرڻا هوندا هئن، تنهن ڏينهن ته ٻيو سڀ ڪجهه بند.

سڄ لٿو ناهي ته وري رات جي روٽيءَ جي تياري. سڄو ڏينهن کل مسخري، پنهنجي پرائي پچار، ويڙه جهيڙ، ڏر ٽوپي، رڌي پڪي ۽ ٻار سنڀالڻ ۾ گذري ويندو هون. رات جو ٽڪجي چور چور ٿي جو وڃي مردن جي ڪيچ ۾ ڪرنديون هيون ته وري صبح سويرو تازيون توانيون ٿي اٿنديون هيون.

ڏاڏي امان اهي ڏينهن ياد ڪري چوندي هئي ته ڌرتيءَ تي سرڳ هو.

نري چڌڻ کان پوءِ واري حياتيءَ بابت چوندي هئي ته قادر منهنجي قسمت ڪنهن خاص ڪلڪ سان لکي هئي. هڪ جنم ۾ ٻه حياتيون ڪاٽيون اٿم.

ملڪ جي ورهاڱي، نريءَ وارو سرڳ جهپو هٽي ڦري ورتو. هندستان اچڻ لاءِ ٻه ٽي ڏهاڙا ڪراچيءَ ۾ رهٽو پيو. 6 جنوري 1948ع تي ڪراچي ۾ فساد ٿيا. ڏاڏو انهن فسادن جو ٻڪ ٿي ويو.

بيواه ڏاڏي، پنهنجي ستن اٺن سالن جي سڪيلڌي پٽ سان بمبئيءَ ۾ پهرين ٽاٽا جي اڪبر ڪئمپ ۾ اچي رهي. پوءِ شرنار ٿين جي ان ڪئمپ کي الهاس نگر لڏايو ويو. اتي ڏاڏي اما کي ڪليم ۾ هڪ ڪمري وارو ننڍڙو بئرڪ ۾ گهر مليو ۽ ٻي سرڪاري مدد طور مليس، هڪ سبڻ جي مشين. سيبو ڪري پٽ پاڙهيائين، پاليائين.

سندس ڏير ڪٽو ڪٽو ٿي ويا. ڪو جوڌپور، ڪو جئپور، ڪو اجمير، ڪو آگري. هو پنهنجا ڪٽنب پالڻ لاءِ ٿي آسمرٿ هئا. ڏاڏي اما جي ڪنهن بہ سار سنڀال ڪانہ لڌي.

ڏاڏي اما جا ڏکيا ڏينهن پورا ٿيا، جڏهن پٽس کي بامبي پورٽ ٽرسٽ ۾ نوڪري ملي. پٽ پرڻايائين. پوٽو پوٽي مليس تہ پڳوان جا لک شڪر انا مڃيائين.

چوندا آهن پرماتما ڏيندو آهي تہ ڇپر ڦاڙي ڏيندو آهي. پر ڪن انسانن کي ڏٽي صرف ڏک ڇپر ڦاڙي ڏيندو آهي. ڏاڏاي انهن انسانن مان هئي.

اوچتو هڪ ڏينهن ڏاڏيءَ جا پيارا پٽ ننهن، شام جو ڪم تان موٽيا ئي ڪين. لوڪل ٽرين جي ائڪسيڊنٽ ۾ وجي اننت ڌام پهتا!

ٻاونجاهہ سالن جي عمر ۾ ڏاڏي وري آجيوڪا لاءِ مشين هلائڻ شروع ڪئي. پوٽيءَ پوٽيءَ کي لڪا پوڻ ڪانہ ڏنائين تہ هو ننڍڪا آهن. ٻنهين معصومن کي پنهنجين آکين جي تارن ۾ وهاري، نئين سر حياتيءَ جي ٿڌين ڪوسين هوائن سان منهان منهن ٿي.

ڏاڏي جو پاڻ سان ضد هو تہ نہ بيمار پوڻو آهي، نہ مرڻو آهي. پوٽو پوٽي نپائي وڏا ڪري پوءِ پاڻ کي مرڻ جي موڪل ڏيندي، قدرت سندس اهو ضد پورو ٿيڻ ڏنو.

سريتا کي ڏاڏي اما جا آخري ڏينهن ياد آيا. هن کي پرون پئجي ويا هئا تہ هلڻ هارڪي آهي. هن پاڻ کي مرڻ جي موڪل ڏئي ڇڏي هئي. ڪيس پوٽي، پوٽيءَ جي چنتا ڪانہ هئي. ايشور نوڪريءَ کي لڳي چڪو هو. سريتا ايس. ايس. سي جو امتحان ڏنو هو. نتيجي جو انتظار ڪري هي هئي. انهن ڏينهن ۾ ڏاڏي اما پنهنجي نران کي ڏسڻ جي چاهنا ظاهر ڪئي. ايشور يڪدم بلاسپور تار ڪري پڪيءَ کي گهرائي ورتو.

ٻنهي نران پاڄائيءَ هڪ ٻئي کي گلي ملي جيڪو رنو، جيڪي هنن ريهون ڪيون، اهو نظارو ياد ڪري سريتا جي اکين مان ڳوڙها ڳڙڻ لڳا. هن کي پڪيءَ جا لفظ اڄ بہ ياد آهن. هن ڦتڪندي اما کي چيو هو، ”ائي ميول، مون کي تہ اڄ بہ يائرو اکين اڳيان ٿو ڦري.

گهوٽ ٻڌجي. ڪجهائي چڙهي توکي آندو هئائين. هاءِ هاءِ هڪ ورهاڱي جا وٿل، پيو قدرت بہ توسان قهر ڪيا...."

آخر اما پاڻ سنڀاليو هو. نران کي پاڻي پيئاري بس ڪرائي ڇيائين، "مهندي! هاڻي اسيس ڪر، جيئندن جو خير تا گهرون."

ايشور ۽ سريتا پوٽي پوٽيءَ کي ٻنهي ٻانهن ۾ ڀري ڇيائين، "منهنجا هي بہ هيرا جواهر سدائين هجن. پرٽبا، اولادي، عيالي ٿيندا تہ منهنجي پٽ جو خاندان سلامت رهندو."

نرانس ڳراٽڙي پائي چيس، "شل ائين ئي ٿيندو، ميول، ڏيپي جي گهر شل سدائين روشني هوندي."

شالوءَ، سريتا جي ڪمري ۾ گهڙندي چيو، "اڄ چانهہ پيئون."

سريتا چيو، "ها، هل."

شالوءَ، سريتا جي اکين ۾ پاڻي ڏسي پڇيو، "ڇو، ڇا ٿيو؟"

"ڏاڏي اما اڄي ياد پيئي. تنهنڪري روئڻ اڇي ويو."

شالوءَ چيو "او...اها ڳالهہ آهي پر سريتا تنهنجي ڏاڏي اما حالتن اڳيان آڻ نہ مڃڻ واري هڪ Greatwoman هئي. هن کي ياد ڪري تون روءُ نہ."

"هي ڏک ۽ ڪمزوري جا ڳوڙها نہ آهن. هي ڳوڙها شرڌا جا قول آهن."

"I understand"، شالوءَ چيو، "ڪيڏي پيار سان تنهنجي پرورش ڪيائين.... پنهنجا ڪيترا گڻ توکي ڏيئي ويئي آهي."

شالو ۽ سريتا هٿ هٿ ۾ ڏيئي هال ۾ آيون. چانهہ پيئڻ لاءِ ميز تي ويٺيون مس، تہ فون جي گهنٽي وڳي.

شالوءَ فون طرف ويندي چيو، "ڪير جاڳيو چانهہ جو دشمن..."

"هيلو". رسيور کڻي شالو چيو.

"هيلو...هيلو..... مان...."

"ها پرشانت، ٻڌاءِ ڪهڙو حال آهي؟"

"حال تہ.... ٺيڪ آهي...واندي هجين تہ "نتراج" ۾ ڊنر لاءِ هلون."

”تون هينئر الهاس نگر مان ايندين سو ”نتراج“ ۾ هلنداسين.“

”مان دادر مان پيو ڳالهايان. هتي ڪنهن ڪم سان آيو هوس.“

”چڱو ٻڌاءِ، گهڻي بجي هيٺ لهان؟“

”ڇهين بجي.“

”او. ڪي.“

شالو فون رکي اچي سريتا جي سامهون ويٺي. چانهه جو ڪوپ ڪٽيندي چيائين، ”روز روز هن الهاس نگريءَ سان لنچ/ ڊنر کائڻ ۾ فائدو؟“

سريتا چيو، ”هاڻي فائدي نقصان جي ڳالهه ڇڏ. هن ڪي ها چئي اٿيئي ته وڃي سنڀر.“

شالو چانهه پي، پنهنجي ڪمري ۾ وڃي تيار ٿيڻ لڳي. سريتا هال جي بالڪنيءَ ۾ اچي جهولي ۾ ويٺي. هتي جهولي ۾ ويهي لوڏا کائيندي اڪثر هوءَ هن دنيا کان دور، ڪنهن ٻيءَ دنيا پهچي ويندي آهي.

بالڪني شيشي جي درين سان ڍڪيل آهي. ٿڌڪار هئڻ سبب صرف ٻه دريون کليل آهن. بالڪنيءَ جي هڪ ڪنڊ ۾ مني پلانٽ لڳل آهي. ٻيءَ ڪنڊ ۾ گلن جون ٻه ڪونڊيون آهن. هڪ ڪونڊيءَ ۾ ساين ڏانڊين تي پتڪڙا، پيلي رنگ جا گل اهن، جهڙا سائي ڌاڳي ۾ پوتل داڻا. ٻيءَ ڪونڊيءَ ۾ ساون پنن جي هنج ۾، اڇا گل ڪڙيل.انهن اڇن گلن جي وچ ۾ هڪ ناسي ٽبڪو آهي، بنديءَ وانگر. ڄڻ اڇو گهاگهرو پيل ننڍڙي ڇوڪريءَ ڪي ناسي بنديا لڳل آهي. هوءَ گلن ڏانهن پابوه وچان نهاري ٿي. هوا لڳڻ سبب گلن جو لڏڻ ڏسي، پيائي ٿي ته گل مسڪرائين ٿا.

شالو تيار ٿي بالڪنيءَ ۾ اچي چيو، ”دير ٿئي ته خيال نه ڪجانءِ.“

”ڏهين تائين ته اچي ويندينءَ نه؟“

”ها. نه ته فون ڪنديس.“

”مرين ڊرائيو جي سمنڊ ڪي منهنجو سلام چئجانءِ.“

”او ـ ڪي.“

سريتا کي مرين ــ ڊرائيو جي سمنڊ سان لڳاءُ آهي. اهو ڪنارو ئي آهي، جنهن جي هڪ ڪنڊ ۾ ويهي پاڻ ۽ سندر شادي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو هو. سريتا کي فيصلو ونڻ ۾ ڪافي وقت لڳو هو. هن جوسندر سان من ٻجهي ويو هو پوءِ بہ هوءَ ڏاڍي منجهي پيئي هئي. هن کي سمجهہ ۾ نہ پئي آيو تہ هوءَ سوسائٽيءَ ۾ پاڻ کي ڪيئن نهڪائي سگهندي. هن جي جيئڻ جا انداز، توڙي ملهہ بلڪل نرالا آهن. هوءَ سوچيندي هئي: هن ڪڏهن ڪلب نہ ڏٺي آهي، هن کي ترڻ نہ اچي، ٽيبل ٽينس وغيره ڪيئن ڪيڏبي آهي، هوءَ ڇا ڄاڻي. چمچن ڪانٽن سان کائڻ هوءَ ڪيئن سکندي؟ هوءَ ڊسڪوز ۾ ڪيئن شريڪ ٿيندي؟

سندر ڪيس هڪ ئي جواب ڏيندو هو: ڪجهہ تون مون خاطر سڪجانءِ، ڪجهہ مان تو خاطر سڪندس. تون جيڪي سکي نہ سگهندينءَ، سو مان ڇڏي ڏيندس.

پر ڇو ٿو سندر مون کي هيترو چاهي؟ هوءَ هر روز پاڻ کا پڇندي هئي. هڪ ڏينهن سندر کا پڇيو هئائين. ”مون ۾ اهڙو ڇا آهي، جيڪو تنهنجيءَ ساهيڙيءَ روما ۾ ڪونهي؟

سندر وراڻيو هو، ”سچ پچ جيڪڏهن تون نہ گڏجين ها تہ مون کي روما ۾ ڪابہ گهٽتائي نظر نہ اچي ها. مان هن سان ئي شادي ڪريان ها. هوءَ سني ڇوڪري آهي.“

”توهان جي سوسائٽي جي سيني Norms کان واقف آهي. امير گهراڻي جي آهي.“

”برابر“، سندر چيو هو، ”دنيا داريءَ جي خيال کان روما بلڪل منهنجي جيس. آهي، پر تون روما کان نرالي آهين. هوءَ سماج جي اشارن تي هلي ٿي ۽ تون آهين جو سڌي سادي، سچو جيون گذارين ٿي. مون کي اهڙو جيون کپي.“

هنن ٻنهي جي وچ ۾ اهڙيون ڳالهيون ٿينديون رهنديون هيون. ائين ڏيڍ سال ڪن ويو. آخر فيصلي جي گهڙي عجيب نموني آئي.

هو ٻئي سمنڊ جي ڪناري وينا هئا. اهو جمع جو ڏينهن هو. سريتا جيڪڏهن جمع جي ڏينهن سمنڊ تي ايندي هئي تہ سمنڊ ۾ وجهڻ لاءِ اڪو پاڻ سان ڪٽي ايندي هئي، ڳوهيل اٽي جون ننڍڙيون گوليون،

تورا چانور، ڪنڊ وغيره.... اهو اڪو سمنڊ ۾ وجهي پنج منٽ اکيون پوري پرارٿنا ڪندي هئي. اها سندس ڏاڏيءَ جي ريت هئي، جيڪا سريتا پاليندي پئي آئي. ڏاڏيس هر جمع (ٿارونءَ) تي درياه ۾ اکو وجهندي هئي ۽ هٿ جوڙي وينتي ڪندي هئي:

دولهه درياه شاه! اڊائي گهرن جو خير ڪجانءِ

دوست دشمن جو خير ڪجانءِ

پنهنجي پرائي جو ٻيڙو پار ڪجانءِ

منهنجي ٻچڙن کي سمت ڏجانءِ

وڏي عمر وڏا لچڻ ڏجانءِ

منهنجي پوٽي پوٽيءَ ايشور ۽ سريتا جو راکو ٿجانءِ.

سريتا اکو سمنڊ ۾ وجهي پرارٿنا ڪئي. سندر ان مهل هميشه وانگر ڪنهن مهل سمنڊ ڏانهن، ته ڪنهن مهل سريتا ڏانهن نهاري رهيو هو. ان مهل سورج اسٽ ٿي رهيو هو. سريتا پرارٿنا پوري ڪري اکيون کوليون. اوچتو سندر چيو، ”جيڪڏهن تون منهنجي جيون ساٿڻ نه بڻينءَ ته سچ تو ٻڌايانءِ هن لهندڙ سورج وانگر مان به....“

سريتا کيس سٽ پوري ڪرڻ نه ڏني. هن جي وات تي هٿ رکي چيائين، ”سندر! مان به...“ هن جو گلو پرجي آيو. سندر پنهنجي وات تي رکيل سريتا جو هٿ پنهنجي هٿ ۾ ڪٺي چميو.

ان وقت هنن محسوس ڪيو هو، ڪنارو ڇڏي سمنڊ ۾ گهڙي پيا آهن. لهرن سان گڏ نرتيه پيا ڪن. ان گهڙيءَ سمنڊ ۾ اندر شادمانا ٿيا هئا!

اڄ پرشانت پاڻ سان پڪ ڪري آيو آهي ته هو شالوءَ سان موڪلائڻ لاءِ تو ملي. هن جي دبئي وڃڻ ۾ باقي ٻه اڍائي ڏينهن آهن. سوچي ٿو، وري ٻن سالن بعد پارٽ ايندس، تنهن وچ ۾ شالوءَ جي شادي ٿي ويندي. هن دفعي جون هي ٻه ٽي ملاقاتون ائين ياد ايندي‌يون جڻ هڪ حسين خواب هو. پاڻ کي پڪو تو ڪري ته منهنجي وهنوار ۾ ضابطو هئڻ گهرجي. ائين نه ٿئي جو شالو سمجهي وجي ته مان کيس شاديءَ جي آڇ ڪرڻ لاءِ سوچي رهيو هوس.

الهاس نگر کان دادر لوڪل ٽرين ۾ سفر ڪندي، پرشانت

گمراه فلم جو گانو گنگنائيندو آيو هو:

*چلو اڪ بار ڦر سي اجنبي بن جائين هم دونو*
*افسانا جسي انجام تڪ لانا نه هو ممڪن*
*اسي خوبصورت موڙ پر ڇوڙنا اڇا*

هو چوي ٿو بس اڄ ”نتراج“ ۾ شالوءَ سان ڊنر ڪائي، انهيءَ خوبصورت موڙ تي پنهنجي دل جي افساني جي پڇاڙي ڪندس.

ڇهن ۾ ٻه ٽي منٽ پيا آهن ته هو شالوءَ جي گهر واري بلڊنگ جي ڦاٽڪ وٽ اچي پهتو آهي. پوري ڇهين بجي شالو به آئي. هن ڪي هلڪي ليمي رنگ جي سلوار قميص پهريل آهي. موزون ميڪ اپ سان سندس ڀڪندڙ منهن وڌيڪ ڇهڪي پيو آهي. ڪيس ڏسندي ئي پرشانت کي پاڻ سان ڪيل سڀ واعدا وسري ويا. شالوءَ جي ڪار ۾ ويهندي هن چيو، ”تون ته اڄ بسنت بهار ٿي لڳين.“

شالو ڪار اسٽارٽ ڪندي چيو، ”ڪڏهن نه به لڳندي آهيان ڇا؟“

”هميشه لڳندي آهين. اڄ تنهنجي ليمائي رنگ جي ڊريس....“

”توکي بسنت بهار جي ياد ڏياري.“ شالوءَ سٽ پوري ڪري ٿهڪ ڏنو.

وري چيائين، ”دبئيءَ وڃڻ کانپوءِ تون ڪپڙا سٺا پائڻ لڳو آهين. اڄ تو به تمام عمدي ٽي شرٽ پاتي آهي.“

”مهرباني.“

”ڪاليج جي ڏينهن ۾ ته الائي ڇا پائي ايندو هئين.“

”ڪاليج جي زماني ۾ ڏاڍو غريب هوس. ڇتا به وڳا هوندا هئا. جيڪڏهن چوماسي ۾ برسات لڳاتار پوندي هئي، ته ڪپڙا سڪندا ئي ڪين هئا ۽ ڪاليج گسائڻو پوندو هو.“

”او ماءِ گاڊ! مون ته اهڙي غريبي صرف فلمن ۾ ڏٺي آهي.“

”مون زندگيءَ ۾ غربت ڏٺي آهي. خير...غريب ته...هاڻي...به آهيان.“

پرشانت ٽپيءَ ۾ پئجي ويو. هوءَ دبئيءَ وڃي نوڪري ڪرڻ بعد پاڻ کي سکيو ستابو سمجهڻ لڳو هو. وري شالوءَ کي ڏسي پاڻ کي غريب ٿو سمجهي، تمام غريب.

”ڇو اڄ رکي رکي ٿو ڳالهائين؟“ شالوءَ پڇيو.

پرشانت ڏانهنس نهاري صرف مرڪندو رهيو. جيڪڏهن پاڻ کي روڪي نه ته کيس گهڻو ئي ڪجهه چوڻو آهي. هن جي دل جي ستار تي هڪ ڌن پيئي وڃي:

Shalu, I like you so much- I love you. I can't live without you.

پر پاڻ سان ڪيل انجام ياد ٿو اچيس. اڄ منهنجي وهنوار ۾ ضابطو هئڻ گهرجي، هو سوچي ٿو.

ڪار هوا سان ڳالهيون ڪري رهي آهي ۽ هوا وري شالوءَ جي وارن کي ڇيڙي رهي آهي. شالو آتم وشواس ۽ آزاديءَ جي احساس سان پُر، ڪار هلائيندي ڳالهائي رهي آهي. کيس خبر ڪانهي ته سندس روپ ۽ انداز پرشانت جي اندر ۾ ڪهڙي آتش تا پئدا ڪن. هن جي دل هٿن مان وڃي رهي آهي. سوچي ٿو ڪالهه پاڻ سان انجام ڪيم وري شالوءَ سان نه ملندس ان انجام تي بيهان ها . رات ننڊ نه آئي، اڄ به ننڊ نه ايندي، شايد ڪڏهن به مون کي ننڊ نه ايندي.

شالوءَ کيس چپ ڏسي چيو، ”اڄ موئن ورت رکي آيو آهين ڇا؟ ڪل، مون وانگر ٺهڪ ڏي...ڳالهاءِ نه، ڪجهه“

پرشانت ڳالهائڻ سانگي ڪاليج جي ڪن مترن جي ڳالهه ڪيي. پر آواز سندس اندر مان نه نڪري رهيو هو. صرف زبان ڳالهائي رهي هئي. به پرشانت تي پيا هئا . اندر وارو پرشانت اندر ۾ ئي شالوءَ کي چوي ٿو: ڳالهائڻ ته گهڻو ئي چاهيان ٿو، پر ڪيئن ڪريان دل جي ڳالهه؟ ڪيئن ڪريان اهڙي حماقت؟ ڪيئن چوان توکي، ته تنهنجو جيون پر جو سات ٿو چاهيان. توکي جيون ساٿي بڻائڻ جا خواب لهڻ جو حق ئي ڪونهيم. تون ائين ئي سندر ٿي لڳين/دولتمند، بي پرواهه، بي فڪر.

سگنل وٽ ڪار بيني ته هڪڙو ننڍڙو نينگر موتئي جي گلن جي ويٺي وڪڻڻ خاطر ڪار طرف وڌي آيو. پرشانت ويٺي خريدي، شالوءَ جي وارن تي نگاهه وڌي، هن جا وار يُو ڪٽ ٿيل آهن. ويٺي

ڏانهنس وڏائي ڇيائين، ”تنهنجي وارن ۾ ويٺي پئجي سگهندي؟“

شالوءَ ڪانئن سان ويٺي وارن جي اڳئين حصي ۾ هينئر بئنڊ وانگر ڦهڪائي ڇڏي. پرشانت ويٺيءَ جو هيئربئنڊ ڏسي خوشيءَ ۾ پرجي سيٽي وڄائي ڇيو، ”هاٽي تہ بلڪل ڪاليج جي زماني واري شالو ٿي لڳين. ڪاليج ۾ الڳ الڳ رنگن ۽ الڳ قسمن جا هيئر بئنڊ پائي ايندي هئينءَ نہ؟“

پرشانت ٻي ڏيانو ٿي وري سيٽي وڄائڻ لڳو.

”اري تون سيٽي تہ سٺي ٿو وڄائين. وري وڄاءِ. مان توکان سکڻ ٿي چاهيان.“

”سيٽي وڄائڻ؟“

”ها – اسان هڪ Laughters Club شروع ڪئي آهي. شيام نواس جي پرسان جيڪو پارڪ آهي ان ۾ گهڻا ئي ميمبر ملندا آهيون. صرف کلڻ کلائڻ لاءِ هڪ ٻئي کي چرچا يا ڪلائينڊز حقيقتون ٻڌائيندا آهيون. اتي مان سيٽي وڄائيندس تہ سڀ ميمبر ضرور کلندا.“

”مون تہ Laughters Club جهڙي ڳالهہ ڪڏهن ٻڌي ڪانهي. “It is very interesting.

”نئون Concept آهي. اڄ ڪجهہ ڊاڪٽر ان راءِ جا آهن تہ دل کولي کلو. گهڻا ئي مرض لهي ويندوَ. “Laughter is the best medicin” شالوءِ ڇيو.

”مون کان پڇين تہ مان چوندس. "Music is the best medicine” پرشانت ڇيو.

شالوءَ ڇيوءِ سريتا وري چوندي آهي. "Love is the best medicine.”

پرشانت مرڪندي ڇيو. "Love is magic, a mystery”

”تون ڪڏهن پيارڪيو آهي؟“ شالوءَ جو سوال .

پرشانت ڇوڻ ڇاهيو: شالو توکي خبر ڪانهي تہ مان....توکي ٿو پيار ڪريان. پر ڪٿي تون پرنسيس ڊائنا جهڙي پري، ڪٿي مان غريب پرشانت. توکي شل ڪو پرنس چارلس ملي، جيڪو تنهنجي دامن ۾ اهڙا محبت جا گل وجهي، جن ۾ ڪنڊا هجن ئي نہ.

”پرشانت هيڏانهن ڏس هي Sea-View بلڊنگ، هتي ٽئين ماڙي تي منهنجو وڏو ڀاءُ ڀاڀي رهندا آهن.“

پرشانت Sea-View بلڊنگ طرف ڏيان سان نهاريو. چيائين. ”ڪاليج جي ڏينهن ۾ تون بہ تہ هتي رهندي هئينءَ نہ؟“

”ها، مان هتي ئي رهيس 29 مي 92 تائين.“

پرشانت ڪوڙو پڳو، 29 مي 92 تي شالوءَ جي شادي تي هئي...

هوٽيل نٽراج جي Roses لائونج ۾ پهچي، پرشانت ۽ شالو پنهنجي لاءِ هڪ ميز چونڊي. هڪ ٻئي جي آمهون سامهون ٽي وينا. ٻاهر جي دنيا کان، هوٽيل جي دنيا بلڪل بدليل آهي. ڪار مان ماڻهو، عمارتون، سمنڊ ۽ آسمان ڏسڻ ۾ پئي آيا. هتي ايئرڪنڊيشنڊ لائونج ۾ بند دريون بہ پردن سان ڍڪيل، بيٺين جي روشني ڏيمي.

ٻن ٽن ميزن کي ڇڏي، گهڻيون ئي خالي پيئون آهن. پرشانت ۽ شالوءَ هڪ ٻئي ڏانهن نهاري ائين محسوس ڪيو، ڄڻ ڪار ۾ ويٺل ڪي ٻيا شخص هئا ۽ هاڻي هي ٻيا ڪي آهن.

پرشانت چيو، ”اڄ مون کي وسڪي پيئڻ جو موڊ آهي. تون ڇا پيئنديينءَ؟“

”مان اڄ سافٽ ڊرنڪ پيئنديس. ماني بہ ويشنو کائينديس.“

”مان بہ ويشنو کائيندس. دبئيءَ ۾ Non-veg گهڻو تو کائجي. هتي اچان تہ مميءَ کي چوان سلئي ڀاڄي، ڪچڙي يا دال چانور ناهي ڏي. رات جو.“

”تنهنجي ممي پاڻ رڌيندي آهي؟“

”ها- سالن کان، مون کي تہ جڏهن کان سانير آهي مون ماءُ کي رڌڻي ۾ ئي ڏٺو آهي.“

”تہ هاڻي ڪڪ رکي ڏينس نہ.“

”نہ ٿي مڃي. چوي ٿي، مان رڌڻو ننهن کان سواءِ ڪنهن کي ڪانہ ڏيندس.“

”تہ پوءِ ڪر نہ شادي.“

”شادي...“بس، پرشانت ايترو ئي چئي سگهيو.

ويٽر آرڊر وٺي ويو.

”تو اڃا تائين شادي ڇو نہ ڪئي آهي؟“ شالوءَ وري پڇيو.

”نوڪريءَ وارا پهريان پنج سال جيڪو ڪمايم، تنهن مان منهنجين ٻن ڀينرن جي شادي ٿي. هاڻي وري اسان فليٽ ورتو آهي. ان جون قسطون اڃا سال کن پرينداسين، پوءِ اهو ملندو.“

”ڪٿي فليٽ ورتو اٿو؟“

”الهاس نگر ۾ ئي، چوٿين نمبر ۾.“

”فليٽ ملي وڃي تہ پوءِ شادي ڪندين؟“

”شايد....ڏسان....الائي.“

”ڇا مطلب؟“

مطلب پرشانت سمجهائي نہ پئي سگهيو. شالوءَ کان وچڙي هو هاڻي ڪنهن سان شاديءَ ڪندو؟

ويٽر وسڪيءَ جو گلاس ۽ سُوپ جو پيالو رکي ويو.

ميوزڪ سسٽم آن ڪيو ويو آهي. جڳجيت سنگهہ ۽ چترا غزل ڳائي رهيا آهن.

*هم جيسي گُنگُنا نهين سڪتي*
*وقت ني ايسا گيت ڪيون گايا*

پرشانت لاءِ هي غزل ڊسڪ مان نہ ٿي ايريو، پر سندس خون جي لرزش مان. هو پاڻ بہ گنگنائڻ لڳو...“

ماني کائيندي پرشانت چيو، ”شالو! مان اڄ توکان موڪلايان ٿو. دبئي وڃڻ ۾ باقي بہ ڏينهن آهن...“

شالوءَ چيو، ”ائين ڪيئن. تو مونکي بہ دعوتون ڏنيون آهن، هڪ تہ مان بہ ڏيان. سياڻي باندرا ۾ پب ۾ هلنداسين، پوءِ باقي هڪ ڏينهن پلي وڃي دبئيءَ جي تياري ڪج.“

هو ٻئي ڪا دير، هڪ ٻئي ڏانهن نهاريندا رهيا.

## پنجون ڏينهن

شام جي وقت ... رگهو گهر ۾ اڪيلو آهي. اهڙن موقعن تي هو پنهنجي ننڍڙي ٽيپ رڪارڊ تي، پنهنجي پسند جا فلمي گانا ٻڌندو آهي. اڄ به هو پنهنجي سيٺيءَ جي پيرانڊيءَ رکيل ڪاٺ جي ڪٻٽ مان ٽيپ رڪارڊ ڪڍي ٿو. هن ٿورڙيءَ جاءِ ڪي رگهوءَ ڪونڙي نالو ڏنو آهي. حقيقت ۾ هيءَ جاءِ رڌڻي لڳ، گهر جي پٺ ۾ آهي.

رگهوءَ ”روٽي ڪپڙا مڪان“ فلم جي گانن جي ڪيسيٽ هلائي ٿو. هو بيحد چاهه سان گانو ٻڌي رهيو آهي.

*تيري دو ٽڪي ڪي نوڪري*
*ميرا لاکون ڪا ساون جا يي ري،*
*هاءِ هاءِ يي مجبوري.*

اهو گانو پورو ٿيو ته اوچتو ٽيپ رڪارڊ بند ڪري ڇڏيائين. پوءِ پنهنجيءَ زال سان ايئن ڳالهائڻ لڳو ڄڻ هوءَ سامهون ويٺي آهي. چويس ٿو: نارائڻ جي ماءُ! تون به مون کي ايئن چوندي آهين نه، زينت امان وانگر:

*تنهنجي ٽڪي جي نوڪري،*
*منهنجي جواني جلائي ڇڏيئه،*

پر مان مجبور ڪونه هوس؟ پنهنجيءَ خوشيءَ آيس بمبئيءَ، ”پٽنچڙا“ ڇڏي؟ اتي پٽنچڙا ۾ ڪيڏو آنند آهي، ڪيڏي سانت آهي. اتي ڌرتي به پنهنجي لڳندي آهي ته آسمان به دور نه هوندو آهي. اتي گهر ۾ مان ڪيئن هوندو آهيان، ڄڻ شينهن آهيان. هتي ڪوئي وانگر رهان ٿو.

ڪجهه دير گانا ٻڌڻ بعد رگهو پاڻ کي چوي ٿو: هل رگهو، هاڻي رات جي ماني رڌ، Noodles سائي پاجي... رڌڻي ۾ پهچي پاڻ کي ياد ڏياري ٿو ته اڄ شالو بيبي ٻاهران کائي ايندي.

سريتا، سندر سان گڏ بريچ ڪئنڊي هاسپٽل ۾ روٽن چيڪ

اپ لاءِ ويئي هئي. هاسپٽل مان نڪري هو ٻئي پنهنجي ڪار ۾ اچي وينا آهن. ڪين چوپاٽيءَ تي وڃڻو آهي. جمع جو ڏينهن آهي. سريتا ڪي سمنڊ ۾ اڪو وڃڻو آهي. سندر، سريتا واريءَ سيٽ جي بيلٽ پنيان ڪري، پوءِ ڪار اسٽارٽ ڪندي چيو، "ڊاڪٽر چيو هاڻي بس هڪ ٻن ڏينهن جي دير آهي.اڄ گهر پهرين بئگ ناهجانءِ. ڪپڙا ۽ ريجسٽريشن ڪارڊ ۽ ٻيا سڀ ميڊيڪل پيپرس بئگ ۾ سنڀالي رک."

سريتا چيو، "اڄ رات جو بئگ ٺهي ويندي. اها ڳالهه ڇڏ. ٻڌ سندر! الائي ڇو دل چاهي ٿي تون هي هڪ ٻه ڏينهن ڪيڏانهن نه وڃين. سڄو وقت مون سان هجين."

"ڇو؟Feelingnervous"

"الائي، خبر ناهي."

سندر ساڄي هٿ سان اسٽيئرنگ سنڀاليو ۽ کاٻي هٿ ۾ سريتا جو هٿ جهلي چيو، " جيترو وقت ٿي سگهندو ايترو وقت تو سان گڏ رهندس. ليبر روم ۾ به تو سان گڏ هوندس. تون گهٻراءِ نه."

سريتا پاڻ کي سمجهي نه ٿي سگهي. هن جي من جي ڪيفيت عجيب ٿي ويئي آهي. اڄ صبح جو آرسيءَ ۾ پنهنجي ڦولاريل ديهه ڏسي پنهنجو پاڻ کي ڪٺي پاڪر پاتو هو. ان وقت کيس خيال آيو هو ته هي سرير ناسونت ڪٿي آهي؟ هڪڙي سرير مان ٻيو سرير ٿو سرجي. هي ته هڪ سلسلو آهي.

هن سندر کي چيو، " ڪار جي تيزي اسپيڊ گهٽاءِ."

سندر ڪار جي اسپيڊ گهٽائي، سريتا ڏانهن نهاري پڇيو، "ڪا تڪليف ته ڪانه ٿي محسوس ڪرين؟"

"نه... نه. بس اسپيڊ گهٽي نه ٿي وڻي."

هوءَ پنهنجيءَ سيٽ تي ٽيڪ ڏيئي ويٺي آهي. سندس سرير سان سڄي سيٽ ڍڪجي ويئي آهي. سيٽ جو ڪو به حصو ڏسڻ نه ٿو اچي.

چوپاٽيءَ جي سمنڊ ۾ اڪو وڃڻ کان پوءِ، سريتا اکيون بند ڪري پرارٿنا ڪئي. اڄ سندر به پهريون دفعو پرارٿنا ڪئي. کيس خبر نه آهي ته پرارٿنا ڪيئن ڪبي آهي. جيڪي دل ۾ آيو سو ڏٽيءَ کي چيائين.

پرارٿنا پوري ڪرڻ کان پوءِ سريتا گهوٽ کان پڇيو، ”سندر! تون ٻار کي ڪيترو پيار ڪندين؟“

”هن سمنڊ جيترو...“

”هن اجهاڳ سمنڊ جي ڪا سيما ڪانهي،“ سريتا چوي ٿي، ”ها اسين پنهنجي ٻار کي ايترو پيار ڏينداسين. جنهن جي ڪا سيما ئي نه هوندي. سندر! منهنجي نصيب ۾ ماءُ پيءُ جو پيار هوئي ڪين. ايشور ۽ مان. اسين ياءُ ڀيڻ ، ڏاڏا نانيا هئا سين جڏهن اسان جا ماءُ پيءُ گذاري ويا . ڏاڏيءَ پنهجي پيار سان ڍئي ڇڏيو. سڏ ئي ڪندي هئي شهزادي ڪري. منهنجي شهزادي، منهنجي سوني، منهنجي گڏڙي.“

سندر چوي ٿو،” تون ڏاڏي اما جون ڳالهيون ٻڌائيندي آهين ته منهنجي دل چاهيندي آهي ته جيڪر زنده هجي ها. مون کي به هن جو هيڏو پيار ملي ها.“

”سچ پچ . تو کي ته الائي ڪيترو پيار ڏئي ها. سندر، اڄ مون کي ائين ٿو لڳي، منهنجي هنج ۾ ٻار ايندو ته منهنجي پيڪي، ساهري خاندان جا وڏڙا زندهه ٿي پوندا. اسان جو ٻار ٻنهي خاندانن جو Grand child آهي نه؟“

سندر ۽ سريتا چوباتيءَ تي پنڌ ڪندي ڳالهيون ڪري رهيا آهن. هٿ هٿ ۾ اٿن. اڄ هنن جي وچ ۾ اهڙيون ڳالهيون ٿيون نڪرن، جيڪي اڳي ڪڏهن نه نڪتيون آهن. سندر کي پيءُ جي يادگيري ٿي اچي. هو سريتا کي ٻڌائي ٿو، ”شالوءَ ۽ مون کي بابا جي چڱي يادگيري آهي. بابا جڏهن دنيا ڇڏي، تڏهن مان سورهن سالن جو هوس ۽ شالو چوڏهن جي.“

”ٻڌاءِ، ته ڪيئن هو بابا؟“ سريتا پڇي ٿي.

سندر چيو،” بابا سخت سڀاءُ جو ماڻهو هو. پيار ظاهر نه ڪندو هو. ماءُ جو ننڍي ئي گذاري ويئي ته بابا کي چنتا هوندي هئي ته اسين متان ڪري نه پئون.“

”سچو ڏينهن ڪيئن گذاريندو هو، بابا؟“

”سچو ڏينهن پنهنجي ڌنڌي جي ڪاروبار ۾ غرق رهندو هو.“

”ٿي سگهي ٿو پتنيءَ بنا گهر ۾ اڪيلائي محسوس ٿيندي، هجيس تنهنڪري پاڻ کي ڌنڌي ۾ وڌيڪ رڌل رکيو هجيس.“

”ممڪمن آهي، اهو سبب هجي. رات جو نوين بجي ڪن گهر ايندا هئا. شالوءَ ۽ مون ڪان رڳو اهو پڇندا هئا ته اسان هوم ورڪ ڪيو آهي يا نه، ماني ۽ ميوو کاڌوسين يا نه. اسڪول مان ڪا رپورٽ ملي هجيو ته ڏيکاريو. پيو هڪ ڳالهه تي زور ڏيندا هئا ته سنگت سني رکو. سنگ تاري، ڪسنگ ٻوڙي، اها چوڻي گهڻائي دفعا سڻايائون.“

”هر مائٽ جو Concern ..... ٻار سنا انسان بڻجن.“

”ضرور ائين ئي هوندو. پر شالو ۽ مان ته چڏ، رام دادا ۽ اُرميلا پاپي به بابا کان ڏڪندا هئا. بابا جي شخصيت ڏاڍي رعبدار هئي.“

”رام دادا ۽ اُرميلا پاپي جي شخصيت به ته ڏاڍي رعبدار آهي.“

”اهو ته آهي.“

ڏينهن موڪلائي چڪو آهي، اونده ڦهلجي رهي آهي، سندر ۽ سريتا جي من ۾ ڦهليل روشنيءَ جو شعاع سندن چهرن کي اونده ۾ به چمڪائي ٿو ڇڏي.

سريتا پڇي ٿي، ”توکي ماءُ جي باري ۾ ڪهڙي ڄاڻ آهي؟“

”امان جي باري ۾ رام دادا کي ٿوريون يادگيريون هونديون، پر هو به بابا وانگر گهر ۾ گهٽ ڳالهائي ٻولائي. هن ته اما بابت خاص ڪجهه نه ٻڌايو آهي پر مٽن مائٽن وٽان هتان هتان ٻڌو اٿم ته منهنجي ماءُ ڏاڍي خوشمزاج هئي. مهمانن ۽ ساهيڙين جي ڪوڏي، ڏيڻ جي شاهه، هن جي ڪل خاص مشهور هئي.“

”پوءِ ته شالوءَ کي ڪل پڪ امان کان ورثي ۾ ملي آهي.“

ڪار جي ڪيسيٽ پليئر مان پڳونتي ناواٽيءَ جو آواز گونجي رهيو آهي. هوءَ ڳائي ٿي:

*سڪ ۾ اوسڪ ۾*
*دل جي آ دلہؒ ڪنهن کي ٻڌايان*
*سڪ تنهنجي ساجن لوڪان لڪايان*

سندر ۽ سريتا چوپاٽي تان موٽي رهيا آهن. سمند جي لهرن جو سنگيت سندن اندر ۾ چوليون ماري رهيو آهي. پڳونتي گويا ان

سنگيت ڪي لفظ ڏيئي رهي آهي.

*دنيا رُسي پيل هڪ تون نہ رُسجانءِ*
*محبوب منهنجا، منهنڙو نہ متجانءِ*

ڪلام پورو ٿيو تہ سندر Rewind ڪري وري ساڳيو ڪلام هلايو.

دل جي آ دل ۾ ڪنهن ڪي ٻڌايان....

سندر ڪي ڪا دل جي دل ۾ رهجي ويئي آهي. هن ڪنهن جي سڪ لوڪان لڪائي رکي آهي. هو اڄ تائين ڪنهن کي بہ ٻڌائي نہ سگهيو آهي. هن ڪنهن کي ٻڌائڻ چاهيو بہ ناهي. پر اڄ جي شام ۾ بہ ان شام جهڙو سرور آهي. هو ان وقت اڻويهن سالن جو هو. ٻارهن سال گذري ويا آهن. پر اڄ بہ ان شام جو تاثر سندس دل تي ڇانيل آهي... جيون تي ڇانيل آهي. هو سريتا کي ٻڌائڻ تہ چاهي ڪهڙو جادو ڇانيو هو ان ڏينهن. هو سريتا ڏانهن منهن ڪري چوي ٿو:

"توکي هڪ خاص ڳالهہ ٿو ٻڌايان. اندر جو انيو. دليپ جي پهرئين جنم دن تي رام دادا شاندار پارٽي ڏني هئي، ريڊيو ڪلب ۾. اتي پڳونتي ناواڻيءَ کي گهرايو هئائين. پڳونتيءَ ڏاڍي موج مچائي هئي. ان کان اڳ مون سنڌي سنگيت ٻڌو ئي ڪين هو. اسان جي پاڙي ۾ سنڌي سنگيت تہ دور جي ڳالهہ آهي، ڪير سنڌي ڳالهائيندو بہ ڪين هو. مان پڙهيس انگريزيءَ ماڌيم اسڪول ۾. گهر ۾ رڳو بابا اسان سان سنڌيءَ ۾ ڳالهائيندو هو. بابا جي گذرڻ کان پوءِ اُهو بہ بند ٿي ويو.

ڪيسيٽ مان آواز اچي رهيو آهي:

*عمر، مون نہ تا وسرن ويڙهيچن جا واڙا*
*پچي پور ٿينديءِ ڪنجيون، ڪلف تالا*

سندر ڪلام ڏانهن ڪن ڏيئي سريتا کي چوي ٿو، "ڏس نہ ڪهڙو دل سان ٿي ڳائي..."

That evening also she got so involved in singing....

جو ماڻهو ٻڌندو بہ رهي ۽ کيس ڏسندو بہ رهي.

"She was a very charming Lady"

"ڪيسيٽ جي ڪور تي فوٽو چا غضب جو اٿس."

سريتا چوي ٿي، "She must be surely charming"

سندر وڏيڪ ٻڌائي ٿو،"مان پهرينءَ قطار ۾ پڳونتي ناواٺيءَ جي بلڪل سامهون ويٺو هوس. هن جو راڳ ٻڌندي منهنجي دل ڪجهه نرالي نموني ڌڙڪڻ لڳي. مان سڄي جو سڄو پيرن کان مٿي تائين هن ڏانهن ڇڪبو پئي ويس. مون زندگيءَ ۾ اڳ ڪنهن لاءِ به اهڙي ڪشش محسوس نه ڪئي هئي. مان سمجهڻ لڳس، هوءِ صرف منهنجي لاءِ ڳائي رهي آهي."

سندر ڳالهه جو سلسلو جاري رکندي چيو، "هن ستين کان نوين بجي تائين، سانده ٻه ڪلاڪ ڳايو. اُن کان پوءِ ڊنر جو پروگرام هو. پر پڳونتي ڊنر لاءِ نه ترسي. هن کي ڏهين بجي بيو ڪٿي پروگرام ڏيڻو هو. انهن ماڻهن کيس ڪونڻ لاءِ ڪار موڪلي هئي. هوءَ جيئن اسٽيج تان لٿي، تيئن مان هن جي پنيان پنيان وڃڻ لڳس. هلندي هلندي مون کيس چيو هو: "توهان تمام سٺو ڳايو. مون کي ته خبر نه هئي ته سنڌي راڳ ۾ ههڙو جادو آهي."

هن مون ڏانهن نهاري صرف مرڪيو.

هوءَ کهڙي نوڙيءَ سان مون کي ڇڪي رهي هئي... مان ڇڪجي ڇڪجي ڪار تائين اچي پهتس. پڳونتيءَ جو آواز ڪنن ۾ گونجڻ لڳو:

پيرين پونديسان چونديسان... اهڙي عاجزيءَ واري نموني منٿ ڪريانس ها ته ايتري تڪڙي نه وڃ، ٻه گهڙيون ترس. مون کيس چيو به: "توهين ڊنر جو نه ٿا ڪائي وڃو."

چيائين "نه يائڙا، ماني کائڻ کان پوءِ ڳائي نه سگهنديس، نه ته تنهنجو چيو نه موٽايان ها."

هوءَ ڪار ۾ چڙهي، ته مون کيس چيو، "مان توهان کي ڪڏهن به وساري نه سگهندس."

هن دريءَ مان منهن ڪڍي وراڻيو، "مان به توکي ياد ڪنديس. ننڍڙا يائر ڪو وسرندا آهن ڇا؟

بس، هوءَ هلي ويئي!

سندر آخر ۾ چيو، ”سال سوا ڪان پوءِ خبر پيئي تہ هوءَ گذاري ويئي. اُن ڏينهن منهنجي دل ڏاڍي ڀاري ٿي ويئي. سڄو ڏينهن ملول رهيس. روئي بہ ڪانہ سگهيس. رات جو وهاڻي ۾ منهن وجهي ڳوڙها ڳاڙيا هئم. ڪنهن سان ونڊيان پنهنجو ڏک .... ڪنهن کي ٻڌايان تہ مون ڇا وڃايو آهي. ڇا چوان تہ هوءِ ڪير هئي منهنجي. اسانجو ڪو رشتو، ڪو ناتو بہ تہ ڪو نہ هو!“

سندر چپ ٿي ويو.

ڪيسيٽ ۾ ٻيون ڪلام ٿو اچي:

*جهولي جهولي جهولي لال*

سريتا پنهنجي سرير ۾ ٿڪڙي چرپر محسوس ڪئي. ڪيس لڳو تہ سنگيت جي جادوءَ سندس جيءَ کي تہ جڪڙيو آهي پر سندس ٻار کي بہ....

هن آهستگيءَ سان چيو: ”اسان جو ٻار نچي رهيو آهي، سندر! هن ڪلام جي ردم مطابق هن جي چر پر بہ تيز ٿي ويئي آهي.“

سندر پنهنجي ٻار کي ڇهڻ لاءِ سريتا طرف هٿ وڌايو....

ٻئي ٻي سڌ ٿي هڪ سپني ۾ کوهجي ويا!

”اڄ تون هيڏو ٿڪل ڇو ٿو لڳين؟“ شالوءَ، پرشانت جي اکين ۾ نهاري پڇيو.

”ٽي چار راتيون ننڊ ئي نہ آئي آهي.“ پرشانت وراڻيو.

”ڇو؟“

”خبر ناهي.“

”دبئي وڃڻ جو وقت اچي ٿيو آهي، ان ڪري؟“

”الائي.“

”اتي بمبئيءَ کي مس ڪرين؟“

”ڏاڍو.“

”دبئي ۾ ڪو دل گهريو دوست اٿيئي؟“

”دل گھريو دوست...“ پرشانت لنبو ساهه کڻي چيو، ”هڪ ٿي هو جنهن گهڻي ڪوشش ڪري مون کي دبئيءَ ۾ نوڪري وٺي ڏني. پهريان ان ڏهه ڏينهن ته رهايائين به پاڻ وٽ. پر هاڻي ان منهن موڙي ڇڏيو آهي.“

”سبب؟“

”سبب... مون کي ته ڪو به سبب نه ٿو سُجهي. ٿيو ائين جو مون کي ڊرائيونگ لائسنس جلدي ملي ويو. تنهن ڪري منهنجي ترقي به ترت ٿي. هن وقت منهنجو پگهار ان دوست کان بيٺو آهي. هن کي اڃا لائسنس نه ٿو ملي. تنهن ڪري هو ڏاڍو نراس ٿي ويو آهي.“

”تو سان ايرڪا ٿي ٿئيس؟“

”شايد....“

”پرشانت! هن کي پنهنجيءَ ڪميءَ جو احساس ڏنگيندو هوندو. هن ٿي توکي گهرايو ۽ تون هن کان اڳ نڪري وئين.“

”ضرور ائين ٿي هوندو. مون وٽس وڃڻ ٿي گهٽائي ڇڏيو آهي. پاڻ ته مون وٽ اصل ڪين اچي. نه ته وقت هو، جو هر وسپت شام کان پوءِ اسين گڏ هوندا هئاسين، يا هو مون وٽ، يا مان هن وٽ.“

”ڏک جي ڳالهه آهي. دوستيءَ جي وچ ۾ ڪا به ديوار اچڻ نه کپي.“

شالو ۽ پرشانت باندرا جي سورهين روڊ تي سن – رائيز ريسٽارنٽ جي پب ۾ ويٺا آهن. ميز تي بيئر سان پريل گلاس رکيا آهن. پرشانت گلاس مان ڍڪ پريندو پڇيو، ”توکي دل گهريون ساهيڙيون آهن؟“

”ها به ساهيڙيون اٿم. جيڪي مون لاءِ جيڪر جان ڏيئي ڇڏين. ۽ مان به وقت تي هنن لاءِ ڪجهه به ڪريان. هڪ آهي سريتا، منهنجي پاڙي. هوءَ منهنجي جان جگر ساهيڙي به آهي. ۽ ٻي ڪار ۾ رهندي آهي، موهني.“

”خوشنصيب آهين. مان ته هتي پارٽ جي دوستن سان به ڪانٽئڪٽ رکي نه سگهيو آهيان. ائين ته گهڻائي دوست اٿم، جن سان ويهي پيئندو آهيان. پر جنهن سان اندر اوري سگهان، اهڙو ڪو به نه هتي آهي، نه دبئيءَ ۾.“

"اڙي هاڻي مان آهيان نہ. تنهنجي ساهيڙي. هاڻي مان سمجهنديس تہ مون کي هڪ ساهڙو بہ آهي.

"You can count on me for anything, any time"

شالو اچانڪ چئي تہ ويني، پر اوچتو هوءَ ڇڻ پاڻ کان ڇرڪي ويئي.

پرشانت مرڪيو. هن جي مرڪ مان بيوسي پئي بکي. اڳ صرف تڪل لڳي رهيو هو. مرڪندڙ منهن سان ويچارو لڳي رهيو هو. هو پنهنجن ويچارن ۾ گم تي ويو... شالوءَ ڏانهن نهاري هو بنا زبان هلائڻ جي چوي ٿو:

شالو! تنهنجي عنايت. ساهڙو تہ سڏيئہ.

دل ڦري ڪجهہ تہ ڏنئہ. مون تہ سمجهيو منهنجي پريت شادي رچائيندينءَ، مون کي ڪل بہ ڪا نہ پوندي ۽ بيو دفعو وڇڙي ويندا سين.

پر ساهيڙو سڏين ٿي.

ضرور دعوت ڏينديئن

مان اڏامندو ايندس دبئيءَ مان

تنهنجي شاديءَ ۾ شريڪ ٿيندس

پنهنجيءَ دل تي ستم ٿيڻ ڏيندس، پر تو لاءِ بي عدد گل آڻيندس.

جيترا ماڻهو شاديءَ ۾ شريڪ ٿيندا. انهن جي عدد کان بہ وڌيڪ

هال سڄو مهڪ ئي مهڪ تي وجي جيئن

ان مهڪ ۾ هونديون منهنجون دعائون تو لاءِ.

"پرشانت. هل ڊانس فلور تي هلون." شالوءَ چيو.

"مون کي ڊانس نہ ايندي آهي."

"توکي مان تي سيکاريان."

"نہ مون کان پڇي نہ تو."

بئي ڄڻا ڊانس فلور طرف نهارڻ لڳا. تي چار جوڙا نرتيہ ڪري رهيا آهن. ميوزڪ سسٽم مان انگريزي راڳ جي ڌن وڄي رهي آهي.

پرشانت چوي ٿو، ”هتي جي بلب جي روشني نٽراج هوٽيل جي بلب کان بہ گهٽ. تمام هلڪي آهي.“

شالوءَ ٺهڪ ڏيئي چيو ، ”هتي صرف جوان ماڻهو ٿا اچن. هنن کي روشنيءَ جي ضرورت ئي ڪانهي.“

پرشانت جو ان ڳالهہ ڏانهن ڌيان ئي نہ ويو هو. پب ۾ پنجويهہ ٽيهہ ڇوڪرا ڇوڪريون موجود آهن. گهڻا ڪاليجي ڇوڪرا ٿا لڳن. ڪن جي عمر ٿوري وڌيڪ هوندي، پر ٽيهن ورهين کان مٿي ڪير ڪونہ هوندو. هنن جي موجودگي پب جي ماحول کي بيحد دلڪش بڻائي ڇڏيو آهي. ڪنهن ميز تان ٺهڪ ٿا پڌڻ ۾ اچن، تہ ڪنهن ميز تان هلڪي مڌر ڪل... ڪٿي گرما گرم بحث ٿي رهيو آهي، تہ ڪٿي سس پس پيئي ٿئي...

ويٽر اچي ڇڪن ٽيڪا رکي ٿو وڃي. ڇڪن ايترو گرم هو جو دونهان نڪري رهيا آهن.

اوچتو شالوءَ جي سڄاٽپ وارو انيل شالوءَ وٽ اچي چوي ٿو. ”هيلو شالو ڊارلنگ! مون کي ڊانس لاءِ ڪمپني ڏينديئن؟“

”ڇو نہ؟“ شالوءَ خوشيءَ مان وراڻيو. پوءِ پرشانت کي چيائين، ” پنجن ڏهن منٽن ۾ اچان ٿي.“

پرشانت جون اکيون شالوءَ جو پيڇو ٿيون ڪن. اڄ هن ڊينم جي جينس ۽ رنگا رنگي ٽاپ پهريل آهي. انيل سان ڊانس ڪندي هوءَ موج ۾ اچي ٿي وڃي. هن کي پري کان ڏسندي پرشانت چپن ۾ چوي ٿو:

*او گل بدن! تنهنجي ساه جي مهڪ*
*منهنجي ساه ۾ گهڙي ويئي آهي*
*توکي ڏسندي اکيون نہ ٿيون ڍاپن*
*توسان پيار جو اظهار نہ ٿو ڪري سگهان*
*نہ ٿو ڪرڻ چاهيان*
*نہ ڄاڻ ڇا ٿيندو منهنجيءَ دل جو _*

## ڇهون ڏينهن

صبح جو ساڍا ڇهه لڳا آهن. رگهو چانهه جي ڪيٽل وغيره ننڍي ٽراليءَ ۾ رکي، سريتا جي بيڊروم جي ٻاهران بيهي چوي ٿو، ”اڄ ڪير وارو ڪونه آيو. پائوڊر جي چانهه ناهي اٿم. ڪجهه ڪير بچيو هو تنهن مان ڏڌ جمائي ڇڏيم. مون کي ڪهڙي خبر ته ڪير وارو ڪونه ايندو. منهنجو ته ڏوهه ڪونهي.“

سريتا ٿوال سان منهن اگهندي چوي ٿي، ”اڄ رگهو اندر اڄ. تو کي ڪير ٿو ڏوهه ڏئي...“

چانهه واري ٽرالي بيڊروم ۾ رکي، رڌڻي طرف رخ رکندي رگهو چوندو ٿو وڃي: تنهن ڪان ته منهنجو ڳوٺ سٺو. اتي ڪڏهن به ڪير جي ڪوٽ ڪانه ٿئي. اسان جون ٿي ٻڪريون آهن. صبح جو سوير ٿي چار سير ڪير مليو وڃي.

سندر چانهه پيئندي چوي ٿو، ”اڄ منجهند جي مانيءَ تي ايندس.“

”سچ پچ؟“ سريتا پڇيو.

”ها، تو جو چيو ته سڄو وقت تو سان گڏ رهان، هاڻي.“

سريتا چانهه جو ڪوپ خالي ڪري ٽراليءَ تي رکي چيو، ”اڄ ورليءَ وڃي هل. ياءُ يايي، يائيٽي يائٽي جي ڏاڍي ياد پيئي اچي.“

”شام جو هلجانءِ. ڇهين بجي کن تو کي ڇڏي ايندس، وري ستين بجي وٺڻ ايندوسانءِ.“

سريتا چوڻ چاهيو: تون به گهر هلجانءِ. پر هوءَ پاڻ کي روڪي ويئي. ڪيس خبر آهي سندرسندس پيڪي گهر نه هلندو. ڪيس دنيا ير جا سک مليل آهن، پر ياءُ چڻ وچڙي ويو اٿس. پاڻس ايشور، سندس شاديءَ جي مخالفت ڪئي هئي. هن جو دليل اهو هو ته اسين پوريءَ سوريءَ وارا آهيون. سندر جهڙن شاهوڪار ماڻهن سان رشتو ڪرڻ روا ڪونهي... رشتا پاڻ جهڙن سان سونهندا آهن...

شاديءَ بعد ڪجهه وقت هوءَ جڏنهن به پيڪي ويئي، سندر

سان گڏ ويئي. پر پاڻس، سندر کي آيل ڏسي ڪنهن ڪم جو بهانو ڪري گهر مان نڪري ويندو هو. متان اچ ايشور ايئن ڪري... اهو سوچي، هو گهوٽ کي چوي ٿي، "اچ مون صدقي ڪٽي هل. ايشور جو وهنوار هميشه ساڳيو نه رهندو. حقيقت ۾ هو تو اڳيان پاڻ کي ڏاڍو تُڇ ٿو سمجهي."

"ته مان ڇا ڪريان؟"

ڳالهه اتي ختم ٿي ويئي. سريتا سنان پاٽي ڪري پنهنجي پوڇا جي ڪمري ۾ هلي آئي. اسٽور روم جي وچ ۾ پارٽيشن ڏياري اڌ ۾ هن پنهنجو ننڍڙو مندر ناهيو آهي. مندر ۾ ڪن ديوتائن جون تصويرون رکيل آهن. شِوُ ڀڳوان، گڻيش، گرونانڪ، ڪرشن ڀڳوان، لڪشمي ماتا، شرڊيءَ وارو بابا، اڏيرو لال سڀ پنهنجي پنهنجي آستان تي براجمان آهن. هوءَ اگربتيون ٻاري مداح ٿي پڙهي.

اڄ پرارٿنا ڪرڻ مهل به سريتا کي پنهنجو پاءُ ٿو ياد اچي. هوءَ سوچي ٿي ته ڇا سندس ٻار مامي کي پرڇائيندو؟ هو ساڻس ته نه ٿو پرچي، پنهنجيءَ مرضيءَ سان شادي ڪرڻ ڪو ڏوهه آهي ڇا؟ هوءَ پاءُ کي ڪيئن سمجهائي.

سندر جي آفيس رواني ٿيڻ بعد، سريتا هال ۾ سوفا تي اخبار پڙهي رهي آهي. اخبار اٿلائيندي سندس نظر هڪ پوڙهي عورت جي تصوير تي ٿي پوي. هن عورت جو چهرو ڏاڏيس جي چهري سان ملندڙ جهلندڙ ٿو لڳي. پهرين ته ڏاڍي چاه مان ان چهري کي گهوري ٿي ڏسي پوءِ خبر ٿي پڙهي:

گروزني:

ويهه سال اڳ سوويت ڊڪٽيٽر جوسف اسٽئلن طرفان ڏڪاٽل عورت ڪان سندس جوان پٽ ڦرجي ويو. جڏهن بورس ييلسٽن جي سپاهين هن کي گروزنيءَ جي گهٽين ۾ ماري ڇڏيو. روسين هٿان هن زندگيءَ ڀر جو عذاب سٺو.

ٻاونجاه سالن جي هيءَ عورت، جيڪا پنهنجي خاڪ ٿيل گهر جي ٻاهران ويٺي آهي تنهن جا چپ ڏڪ ۾ ڏڏي رهيا آهن. هوءَ پڇي ٿي، "ڇا چيچين ٿيڻ گناه آهي؟ هيءَ جنگ هڪدم بند ٿيڻ گهرجي. مان نه ٿي

چاهيان تہ منهنجي گهر وانگر بين جي گهرن مٿان غم جا بادل ڇانئجن."

هن جي اناويهن سالن جو پٽ، جيڪو 1،1،95 تي روسي بمبازن جو شڪار ٿي ويو، تنهن لاءِ چوي ٿي:

"ان صبح جو انين بجي اسان گڏ نيرن ڪاڌي ۽ اڌ ڪلاڪ بعد هوءَ گهٽيءَ ۾ مئو پيو هو. هن جي دل ۾ هيڏو وڏو سوراخ هو."

هوءَ باڪاري ٿي.

هن جو نالو تمارا يسانو وا آهي. هوءَ ڏهہ سال اڳ وڌوا ٿي هئي. هوءَ بي مها ياري جنگ جي دوران ڄائي هئي. ۽ انهن هزارن ماڻهن مان هئي، جن کي استالن نازي همدرد سڏي، سزا طور روس مان هڪالي ڪڍيو.

سريتا ڏاڍي غور سان پڙهي رهي آهي. 1991 ۾ چيچين اڳواڻن آزاديءَ جو اعلان ڪيو. پريزيڊنٽ ييلسٽن ان جي جواب ۾ 11 ڊسمبر 94 تي چيچنيا جي گاديءَ جي هنڌ، گروزني تي بمبازي ڪرڻ لاءِ پنهنجي فوج موڪلي.

تمارا، ٽيهہ سال لڳاتار پورهيا ڪري گروزني ۾ پنهنجي دنيا آباد ڪئي هئي...

سريتا وڌيڪ پڙهي نہ ٿي سگهي. هن جي دل پرجي آئي. هن تمارا جو فوٽو پنهنجين اکين تي رکي چيو، "امڙ، تنهنجي جيون ڪهاڻي منهنجي ڏاڏيءَ جهڙي آهي. تون 44 سالن جي عمر ۾ وڌوا ٿيئن، ڏاڏي اما 24 سالن جي عمر ۾ وڌوا ٿي. ڪراچيءَ ۾ هندو مسلم فسادن ۾ منهنجو ڏاڏو مارجي ويو. تو 28 سالن جو پٽ ننهن سوڏو وڃايو آهي. ڏک ۾ هن جا چپ بہ تنهنجن چپن وانگر ڏڏيا هوندا.

توکي جيئن روس مان هڪاليو ويو، تيئن ڏاڏي اما کي سنڌ مان هڪاليو ويو. تون جيئن پڇين ٿين، "ڇا چيچين ٿيڻ گناه آهي؟" تيئن ڏاڏي اماپچندي هئي تہ، "ڇا سنڌي هندو ٿيڻ گناه آهي؟" سنڌ تہ اسان جو ڏيهہ آهي، سنڌين جو. پوءِ پل ڪو سنڌي هندو هجي يا مسلمان...

سريتا اخبار سينٽرل ٽيبل تي رکي پنهنجو منهن هٿن سان ڍڪي ڇڏيو. سندس اکين اڳيان هڪ بيءَ ماءُ جو بي رنگ چهرو اڀري آيو. هوءَ ورليءَ ۾ سندس پيڪن پاسي رهندي آهي. هن بمبئيءَ ۾ ٽيل

بم وسقوت ۾ پنهنجو ارڙهن سالن جو پٽ وڃايو هو. ان گهٽنا کان پوءِ هوءَ ايئن لڳندي آهي ڄڻ جيئري دفنائجي ويئي آهي!

سريتا جو ڌيان تو وڃي ته ڇگي دير کان بار جي سر پر ڪانهي. هوءَ ڪائنس پڇي ٿي ته ڇو؟

بار گويا ماءُ جي ڳالهه ٻڌي هجي، هن ڇرڻ پرڻ شروع ڪيو. سريتا جي ڇپن تي مرڪ اچي ويئي. هن بار کي چيو:

*منهنجا سون، ٻڌ! دنيا ۾*
*نعمتون آهن، ته سراب به آهن*
*روشني آهي، ته اونده به آهي،*
*محبت آهي، ته نفرت به آهي،*
*بهار آهي، ته سرءُ به آهي*
*ترقي آهي، ته گراوٽ به آهي*
*يلستن آهي، منڊيلا به آهي ته مدر ٽريسا به آهي*
*منهنجا بارا زندگي جيئڻ سولي آهي ڏکي به آهي*
توکي شل ڪومل هردو ۽ لوه جو جگر ملي!

”سريتا! مون سيلستيءَ کي فون ڪيو آهي. چئين بجي ايندي.“ شالوءَ هال ۾ اچي چيو.

”ڇا لاءِ؟ تو ڪي وار ترم ڪرائڻا آهن؟“

”ها. مان وار نهرائيندي س ۽ Waxing به ڪرائڻي آهي. پر اڄ خاص تو لاءِ گهرايو اٿمانس. تون پيڊيڪيوئر، مينيڪيوئر ۽ وار سپ ڪرائي ڇڏ. ڊاڪٽر چيو آهي ته اڄ سياڻي منهنجو پائٽيو يا پائٽي اچڻ وارو / واري آهي، ته هن جي ماءُ کي اڳ ۾ ئي بيوٽي ڪئين ٺاهي ڇڏيان نه!“

سريتا کي ڏاڍي کل ٿي اچي. چوي ٿي، ” توکي مزيدار خيال ٿا اچن. . چگو ٻڌاءِ، اڄ تنهنجي الهاس نگريءَ جو فون ڪونه آيو آهي، ڇو؟“

”سياڻي وڃي تو دبئيءَ، فون نه به ڪري شايد. تياريءَ ۾ لڳل هوندو.“

فون جي گھنٽي تي وڄي. شالو ٽپ ڏيئي اٿي فون تي ڪٽي. اُرميلا جو فون آهي. هوءَ شالوءَ کي چوي ٿي، ”ڊاڪٽر بہ چيو آهي ۽ منهنجي دل بہ بولي ٿي تہ هاڻي سريتا جي ويم ۾ دير ڪانهي. تنهنڪري ڪيس اڪيلو گھر ۾ نہ ڇڏجو.“

”توهين خيال نہ ڪريو، مان ويٺي آهيان.“

فون ڊسڪنيڪٽ ڪري، شالو سريتا کي ٻڌائي ٿي تہ اُرميلا پاپيءَ چيو آهي تہ توکي اڪيلو گھر ۾ نہ ڇڏيون. پوءِ سريتا کان پڇي ٿي، ”مون کي ڇا ايترو بہ خيال نہ ٿيندو. تنهنجو؟ مون تہ رات پنهنجي ليکي سوچي ڇڏيو هو تہ مان ڪيڏانهن بہ ٻاهر نہ ويندس.“

سريتا چوي ٿي، ”اُرميلا پاپي ۽ رام دادا وڏا آهن نہ. هنن کي جوابداري ٿي محسوس ٿئي، تنهنڪري هر وقت هدايتون ڏيندا رهندا آهن.“

”تون تہ هميشه اُرميلا پاپيءَ جو پاسو ڪٽندي آهين.“

”ان کي پاسو ڪٽڻ نہ چئبو آهي. اِهو اڳلي کي سمجھڻ جي ڪوشش ڪرڻ آهي.“

شالوءَ کلندي چيو، ”رڳو اسين ارميلا پاپيءَ کي سمجھڻ جي ڪوشش ڪندا رهون، پاڻ اسان کي نہ سمجھي. مان سندس هٿن ۾ پلي نپني آهيان.“

وري فون جي گھنٽي ٿي وڄي.

شالو وري ٽپ ڏيئي اٿي فون تي ڪٽي.

”هيلو، مان پرشانت.“

”ها ٻڌاءِ ساهيڙا، ڪھڙو حال آهي؟ رات ننڊ نہ آيئي؟“

”اصل اک ئي نہ ٿي لڳي.“ جواب آيو.

”تون هيئن ڪر جو ڊاڪٽر وٽ وڃي ننڊ جون گوريون وٺي اچ.“

”آهي بہ اثر نہ ڪنديون.“ ڏڪارو آواز.

”چريائپ وينو ڳالهائين.“

پرشانت کلي ٿو.

سريتا، شالوءَ کي چوي ٿي مون کي بہ فون ڏجانءِ تہ پرشانت کان موڪلايان.

سريتا موبائل فون هٿ ۾ پڪڙي چيو، ”هيلو پرشانت، وري ڪڏهن ايندين؟“

”ڏيڍ ٻن سالن کان پوءِ.“

”پنهنجو خيال رکجانءِ... ڪڏهن دل چوئيئي ته خط لکجانءِ.“

”توهين جواب ڏيندا“

”ضرور ڏينديس. پيءُ ٿي ڪري، پرديس ۾ رهندڙ پاءُ کي خط جو جواب نه ڏينديس؟“

”پوءِ ته مان ضرور توهان کي خط لکندس، پهچڻ سان ئي.“

”اڄ ڇنڇر ڏينهن شام جو اٺين بجي توهين ٻئي پاءُ پيءُ گهر ۾ ويٺا آهيو، عجيب ته لڳي.“ سريتا پهرين سندر ڏانهن، پوءِ شالوءَ ڏانهن نهاري چيو.

”عجيب مون کي به ته لڳي. پر مان بور اصل ڪا نه ٿي ٿيان.“ شالوءَ ڪلندي چيو،

“Our favourite weekend Saturday evening. How about you, Sunder?”

سندر پيءُ کي خوشمزاج نوع ۾ وراڻيو.

”پيءُ ٻڌجندس ته پنهنجو لائيف اسٽائيل به بدلائڻو پوندو. ڪجهه وقت لاءِ ته سريتا ڪلب وغيره هلي نه سگهندي. مان ڪڏهن ڪڏهن ويندس... ۽ ڪڏهن اڄ وانگر پنهنجي بيڊروم ۾ ويهي weekend گذاريندس.“

سريتا پنهنجي پلنگ تي وهاڻي کي ٽيڪ ڏيئي ويٺي آهي. سندس پاسي ۾ سيٽيءَ تي ويٺي آهي شالو ۽ سامهون ڪنڊ ۾ آرام ڪرسيءَ تي ويٺو آهي سندر.

رگهو بيڊروم جي ٻاهران ٽرالي آڻي رکي آهي. هو چوي ٿو، ”الائي اٺين بجي چيو الائي ساڍي اٺين بجي، ياد نه ٿو پوي. مون هينئر چيز بجئا ۽ قيمي جا سنبوسا آندا آهن...“

”ڪٽي اڄ اندر. رگهو! ڏاڍي بک لڳي آهي.“ شالوءَ چيو.

رگهو ٽرالي آڻي سندر جي سامهون رکي، پوءِ پڇندو رڌڻي طرف ويو. ڇنڇي آڻڻ وسري ويئي هئس. اُها آڻيندي چوندو ٿو اچي، ”اڄ

تہ سيءَ ڏاڍو آهي. هتي بمبئيءَ ۾ سيءَ ۽ سردي ۾ زڪام ٿيو پوي. ڳوٺ ۾ تہ سرديءَ ۾ جيڪو سو صحت سُٺي ٿئي...“

هو چٽٺي رکي وڃڻ تي هو تہ سريتا کيس چيو، ”رگهو! اسان کي هڪ دفعو پنهنجي ڳوٺ پٽَنچرا وني هلجانءِ. ڏسون تہ سهين تنهنجو ڳوٺ... جتي سک ئي سک آهن. کو بہ دک ڪونهي.“

”ها ... وني هلندوسانوَ... اتي پيسي ڪانسواءِ ڪنهن بہ ڳالهہ جي ڪمي ڪانهي.“

”پيسي جي ڪمي تہ وڏي ڪمي تي نہ. رگهو!“ شالوءَ چيو.

”برابر – تنهنڪري تہ مرد گهڻو ڪري ٻاهر ڪمائڻ وڃن... ڳوٺ ۾ زالون ۽ ٻار وينا اتي جي شاهي ميدانن ۾ هوا کائين...“ چئي، رگهو هليو ويو.

فون جي گهنٽي تي وڃي. شالوءَ موبائيل فون کنيو. ڪلب مان روما جو فون هو. فون سندر کي ڏيئي هوءَ سريتا کي اچي سس پس ۾ چوي تي، ”سندر جي ساهيڙي آهي روما... Poor thing مهيني ۾ بہ ٽي دفعا مڙس ٽوئر تي ٿو وڃيس تہ اڪيلي تي ٿئي.“

شالوءَ جي ڳالهہ ڪرڻ جي نوع تي سريتا کي ڪل اچي ويئي. هن سندر ڏانهن منهن ڪري چيو ”اڪيلي ٿيندي هجي تہ هتي ڪٺي گهر گهرايوس.“

سندر فون ڊسڪنيڪٽ ڪرڻ کان پوءِ چيو، ”هتي گهر ۾ روما کي گهرايان؟ چريو ٿيو آهيان ڇا؟ اتي ڪلب ۾ ڊرنڪ ۽ ڊانس لاءِ هن جي ڪمپني سٺي آهي. “I will never call her home”

ياءُ جي ڳالهہ ٻڌي شالو خيال ۾ پئجي ويئي. هوءَ اشوڪ ملاڻيءَ کي سندر سان پيئڻ لڳي. ياڻس سندر کي بہ ساهيڙيون آهن. ملاڻيءَ کي بہ ڪا چينائي ساهيڙي هجي ها جنهن سان هو ڪڏهن ڪڏهن ملندو هجي ها... هن جو رستو ڊرنڪ ۽ ڊانس تائين محدود هجي ها تہ کيس ڪو اعتراض نہ هجي ها... اتي ئي وري کيس شادي جي رات وارو ملاڻيءَ جو وهنوار ياد آيو. هوءَ سوچي تي تہ هو نڪرائڻ لائق ئي هو. هو ڪو انسان هو ڇا؟ His very first touch was not that of a man but a beast جانور سان ڪيئن جند اڙايان ها، مان...

سريتا جو ڌيان شالوءَ طرف هو. شالوءَ جو چنڊ جهڙو چهرو ڇڻ بادل ڍڪي ڇڏيو آهي. سريتا پاڻپي ويئي شالو ضرور ملاٽيءَ بابت ڪجهه سوچي رهي آهي.

هن آهستگيءَ سان شالوءَ جو هڪ هٿ پنهنجي هٿ ۾ پڪڙيو. ٻئي هٿ سان سنبوسو سندس وات ۾ وجهي چيائين، ”عمراءُ جان واري پنهنجي فيورٽ ڪيسيٽ ڪٿي اچ تہ گانا ٻڌون.“

شالو سنبوسو کائيندي چيو، ”ڪيسيٽ ڇو ڪٿي اچان؟ توکي مان ئي ڳائي ٻڌايان، بلڪل ريکا وانگر.“

پوءِ اٿي بيهي ائڪٽريس ريکا وانگر اداڪاري ڪندي ڳائڻ شروع ڪيائين.

*دل چيز ڪيا هئہ، آپ ميري جان ليجيئي*
*بس ايڪ بار... ميرا ڪها مان ليجيئي*

شالوءَ جو موڊ ۾ اچي ڳائڻ ٻڌي سندر ۽ سريتا جي اکين مان خوشيءَ جا ڦوهارا ڇٽڪڻ لڳا... گهر ۾ مسرت ئي مسرت ڇانئجي ويئي.

شالوءَ جو ڌيان وقت ڏانهن ويو. نو ٿيا آهن. هن کي ٽي وي سيريل ڏسڻو آهي. هوءَ هال طرف وڃڻ هارڪي هئي تہ ٽيليفون جي گهنٽي وڳي. سندر فون کڻي چيو، ”هيلو“.

مرين ڊرائيو واري گهر مان فون آهي. دليپ فون تي روئي رهيو آهي.

سندر آرام ڪرسيءَ تان اٿي کڙو ٿيو. فون کي ذري گهٽ ڪن ۾ گهسائيندي چيائين، ”دليپ.... دليپ... روئين ڇو ٿو؟“

”چاچا....“ دليپ جو روئڻ وڌندو ويو.

شالوءَ ڊپ وچان پنهنجي ڪاڏي اگرين وچ ۾ دٻائيندي پڇيو، ”ڇا ٿيو آهي؟“

سريتا جي بدن ۾ سياٽ پئجي ويو. هوءَ پلنگ تان اٿي سندر جي پير ۾ اچي بيٺي.

دليپ چيو،” پپا کي بريچ ڪئنڊي هاسپيٽل ۾ رکيو ويو آهي. هو ٻاٿ روم مان ٻاهر نڪرندي ڪري پيو.“

باقي اڌ ڳالهه راج پوري ڪئي. هن روئندي پاءُ ڪان فون وٺي چيو، ”چاچا، مميءَ چيو آهي تون يڪدم هاسپيٽل اچ.“

هي اوچتو ڇا ٿي ويو!

سندر، سريتا، شالو ۽ رگهو اواڪ رهجي ويا. ڪير ڪنهن سان ڪجهه نه ٿو ڳالهائي، ڄڻ ته گونگا آهن. سندر ڪار جي چابي، پئسا، چيڪ بڪ وغيره ڪٿي سيڪنڊن ۾ نڪرڻ لاءِ تيار ٿيو. سريتا ۽ شالو به ساٿس نڪتيون.

رام محبوباڻيءَ کي بريچ ڪئنڊي هاسپيٽل ۾ داخل ڪيو ويو آهي هو Intensive Care Unit ۾ آهي. ڊاڪٽر سندس تپاس ڪري رهيا آهن. شام جو اٺين بجي ٽائين هو نيڪ ناڪ هو. نيو بامبي وڃڻ جي تياري ڪري رهيو هو. اتي سندس ٻي زال رهندي آهي. هوءَ مرهٽياڻي آهي، آرتي اتري. کيس هڪ پٽ به آهي جيڪو ستن سالن جو آهي. رام هڪ ڇنڇر آرتوار ڇڏي، ٻيو ڇنڇر آرتوار نيو بامبي ۾ گذاريندو آهي. اڄ پنهنجي گهر ۾ باٿ روم مان نڪرندي هن اوچتو ڇاتيءَ ۾ ٻوسٽ محسوس ڪئي ۽ اتي ئي ڪري پيو. کيس علاج لاءِ هتي آندو ويو آهي.

I.C.U جي ٻاهران رام جي پتني اُرميلا، سندس ڏير ڏيراڻي، سندر سريتا ۽ نران شالو بيوسيءَ جون مورتون بڻيو بيٺا آهن. هنن جي اندر ۾ مروٽا پيا پون، پر ٻاهران شانت آهن. .I.C.U جي سامهون واري ڪاريڊار جيان بلڪل خاموش آهن. ڪاريڊار ۾ اونده آهي. سن سناهٽ آهي. ڪاريڊار جي پوري وچ ۾ هڪ ڏيمي روشنيءَ وارو بلب ٻري رهيو آهي، جيڪو گويا بيمار جي رشتيدارن لاءِ آٿت آهي.

ڊاڪٽر واڊيا دلداري ڏيڻ واري نوع ۾ چيو، ”محبوباڻيءَ کي دل جو دورو پيو آهي... پر چنتا جي ڪا به ڳالهه ڪانهي.“

اها ڳالهه فئملي ڊاڪٽر اُرميلا کي گهر ۾ ئي چئي هئي. آرميلا بي صبريءَ وچان چيو، ”هو هوش ۾ ڪيڏيءَ مهل ايندو؟“

”اچي ويندو.“ ڊاڪٽر هلڻ شروع ڪيو. هي چار ئي ڄڻا ڊاڪٽر جي پنيان پنيان هلڻ لڳا. ڊاڪٽر ڪاريڊار پار ڪندي چيو، ”بي سُرتي شايد ڏکي ڪارڻ آهي. صبح ٽائين هوش اچي ويندس.“

سندر، ڊاڪٽر سان قدم ملائي هلڻ شروع ڪيو. هن کي ڊاڪٽر کان سوين سوال پڇڻا آهن. هو چاهي ٿو ڊاڪٽر واڌيا جيڪر ٿورو وقت ترسي. پر رات جا ٻارهن وڄي چڪا آهن. ڊاڪٽر کي وڃڻ جي تڪڙ آهي. سندر پڇي ٿو، ”ڊاڪٽر! ڪو خوف خطرو ته ڪونهي؟“

ڊاڪٽر نهر سان وراڻيو، ”ڪو خطرو ڏسڻ ۾ ڪو نه ٿو اچي. اسين هر ممڪن حيلو هلائي رهيا آهيون.“

ٻاهر واري ڪليل ڪاريڊار ۾ پهچي ڊاڪٽر گيٽ وٽ بيٺل پنهنجي ڊرائيور کي هٿ جي اشاري سان ڪوٺيو. پنهنجيءَ ڪار ۾ پير رکندي ڊاڪٽر واڌيا جو اوچتو سريتا ڏانهن ڌيان ويو. هن ڪيس چيو،

“Young lady! Have courage. You should’nt be so sad at this hour. Take care of yourself.”

ڊاڪٽر جي ڪار زوم سان هلي وئي.

ڊاڪٽر جي وڃڻ بعد اُرميلا کي احساس ٿيو ته سريتا ۽ شالو بہ بي حال آهن. سريتا جي اکين مان رکي رکي ڳوڙها پيا ثمن ۽ شالو هر هر هٿ جي آڱرين سان پنهنجي ڪاڏي جنسي ڇبي رهي آهي.

اُرميلا کي هڪ جهوني ڳالهہ ياد آئي. شالو جڏهن Appendix جو آپريشن ڪرايو هو، تڏهن بچاز نرسنگ هوم ۾ داخل ٿيڻ مهل، هوءَ بلڪل اِج وانگر پنهنجي ڪاڏيءَ کي پڪڙي بيٺي هئي.

اُرميلا شالوءِ جي ويجهو وڃي چيو، ”شالو! ڪاڏي ڇو پڪڙي بيني آهين؟ سور اٿيئي؟“

”الائي“. شالوءَ ڏڪندڙ آواز ۾ چيو، ”سڀ ڏند پيا ڏڏن. هينئر ئي ڪري پوندا.“

ارميلا آهستگيءَ سان سندس ڪاڏيءَ تان هٿ هيٺ ڪري پنهنجي هٿ ۾ جهليو هو. هن جي مٿي تي هٿ رکي چيائين، ”تنهنجا ڏند نہ ڪرندا. اعتبار ڪر. تنهنجي ڏندن کي ڪجهہ نہ ٿيو آهي. تون ڏڪي وئي آهين. پاڻ کي سنڀال.“

شالوءَ جا اکين ۾ رُڪيل ڳوڙها نيسارا ڪري وهڻ لڳا هئا.

اُرميلا، شالو ۽ سريتا ٽيئي هڪ ٻئي جي ڪلهن تي هٿ رکي ڪاريڊار ۾ پيل بينچ تي ويهي رهيون.

هيءَ ڪھڙي آهي اُرميلا؟ سندر هاسپيٽل جي ميدان ۾ اچائي اچ وچ ڪندي سوچڻ لڳو. هن تہ اها ارميلا ڏٺي آهي، جيڪا ڳاٽ اوچو ڪري ڏرتي ڏوڏيندي هليندي آهي، جنهن جي ڳالهائڻ جو نوع حاڪماڻو هوندو آهي. هن جي آڪڙ مٿن مائٽن، ساهيڙين سرتين ۾ مشهور آهي. هوءَ هر ڪنهن سان نباهيندي آهي، پر دور رهي. نہ پاڻ ڪنهن جي ويجهو وڃي، نہ ٻئي ڪنهن کي پنهنجي نزديڪ اچڻ ڏئي. پر اڄ واري اُرميلا؟ سندر ڪڏهن بہ اَرميلا کي ڪنهن جي ڪلهي تي هٿ رکندي نہ ڏٺو آهي!

سندر جو خيال اَرميلا تان ڦري رام ڏانهن ئو وڃي. هو سوچي ٿو رام دادا کي ڪئين بہ نيڪ ٿيڻ کپي، ڪيئن بہ! پلي ڪجھ بہ ڪرڻو پوي. پر اتي ئي سندس هنئون هارجي ٿو وڃي. هو ڇا ڪري سگھندو؟ پئسو لٽائي، ڊاڪٽر واڊيا کان بہ وڏا ڊاڪٽر ميڙيندو پر ڪھڙي پڪ آهي تہ اُهي رام کي نيڪ ڪري سگھندا؟

اف! هن جا ڳل ڦندبن ٿا، وري سسن ٿا، سندس هلڻ جي رفتا ۾ تيزي اچي ٿي وڃي.

شالو مرين ڊرائيو واري گھر ۾ پنهنجي بيڊروم ۾ ليٽي پيئي آهي. حقيقت ۾ سندس سڄو ساهہ بريچ ڪئنڊي هاسپيٽل ۾ آهي. هن هاسپيٽل مان چرڻ ئي نہ پئي چاهيو. پر ڊاڪٽر واڊيا جي وچڻ کان پوءِ اَرميلا ۽ پاڻ، دليپ ۽ راڄ سان فون تي ڳالهايو. هو ٻئي هراسيل هئا. فون تي روئي رهيا هئا. هنن رات جي ماني بہ نہ کاڌي هئي... شالو پنهنجن پائٽين خاطر هتي هلي آئي. هن اچي کين دلداري ڏني. سمجھائي ٻجھائي ماني کارائي. جيسين هنن کي ننڊ اچي، تيسين هوءَ سندن بيڊروم ۾ ويٺي هئي.

اڄ ٻن سالن بعد پنهنجي ئي هن ڪمري ۾ پلنگ تي سمهڻ کيس عجيب لڳي رهيو آهي. هوءَ جڏهن هن گھر ۾ رهندي هئي، تڏهن هي ڪمرو سندس ئي هو. 1992 ۾ جڏهن ڪانئس هي گھر ڇڏايو ويو، تنهن کان پوءِ هوءَ هتي پهريون دفعو رهڻ آئي آهي! جيتوڻيڪ اڄ جو ڏينهن اهڙو آهي، جو هوءَ هتي پنهنجي پاءُ رام جي گھر رهي يا واردن روڊ تي سندر واري گھر ۾ رهي، کيس ڪو فرق نہ ٿو پوي. اڄ بيڊروم، پلنگ، ننڊ ڪنهن بہ ڳالھ جي هن لاءِ

اهميت نہ آهي. اڄ هڪ ئي ڳالهہ هن لاءِ اهميت رکي ٿي تہ سندس پياءُ رام هوش ۾ اچي ۽ جلدي نيڪ ٿئي.

شالو پاسو وراي منهن وهاڻي ۾ زور سان گُهسائي، هٿ سان ڪاڏي پڪڙي ننڊ ڪرڻ جي ڪوشش ٿي ڪري.

هن جي بند اکين ۾ ساهيڙي موهنيءَ جي صورت اُڀري آئي. موهنيءَ حياتيءَ ۾ ڏاڍا لاها چاڙها ڏٺا آهن. هوءَ چوندي آهي:

Life is all downs, only a few ups

پر بنهي حالتن ۾ مسڪرائجي. شالوءَ ڪيس ڏٺو آهي، پرکيو آهي. شالوءَ جي پنهنجي حياتي، ساهڙيس جي حياتيءَ جي ابتڙ all ups رهي آهي. هن appendix جو آپريشن ڪرايو، اهو هن جو Down ٿيڻ هو... دلشڪستو ٿيڻ جو پهرين آزمودو هو. اها ڪاليج جي زماني جي ڳالهہ آهي. هن جي جيءَ کي بيو زوردار جهٽڪو، شاديءَ جي ڏينهن آيو. هن کي عجيب لڳندو آهي تہ ڪيس طلاق شده چو ٿو سڏيو وڃي. صرف ان ڪري، ڇاڪاڻ تہ هن ملاڻيءَ سان گڏ اگنيءَ جي چوطرف ڦيرا پاتا! ان بعد تہ ڪجهہ نہ ٿيو. هو پتي پتني بڻيا ئي ڪين. هن سهاڳ جي سيج تي سمهڻ کان اڳ ئي ملاڻيءَ کي نڪرائي ڇڏيو. پوءِ بہ سماجڪ ريت ۽ قانون موجب هن شادي ڪئي هئي ۽ طلاق شده جو نيو بہ مٿس لڳي ويو آهي. ان ڳالهہ بہ ڪيس ايتريءَ حد تائين غمگين نہ بڻايو آهي، جيتريءَ حد تائين اڄ هوءَ پياءُ جي بيماريءَ سبب غمگين آهي...

رات جو ڏيڍ لڳو آهي. ان وقت هڪ ماروتي ڪار بريڪ ڪئندي هاسپيٽل جي گيٽ مان اندر ٿي گهڙي. اَرميلا سامهون ئي بينچ تي ويٺي آهي. سياويڪ سندس نگاهون ڪار طرف کڇي ٿيون وڃن. ان ڪار مان هڪ چاليهن بائيتاليهن ورهين جي عورت ۽ سندس ستن اٺن سالن جو پٽ لٿا. هو ڪاريڊار طرف ايندي ارميلا طرف ئي نهاريندا رهن ٿا. بيو ڪير اتي آهي بہ ڪونہ. ڪاريڊار جا ڏاڪا چڙهي هو ارميلا ڏانهن اچي رهيا آهن. ارميلا کي ڏاڍي اڻ تڻ ٿي محسوس ٿئي. هوءَ عورت سندس بلڪل ويجهو بينچ تي ويهي پڇي ٿي،

”تون ارميلا آهين؟“

اُرميلا کان ڇرڪ نڪري ويو. هن جي نبض تڪڙي هلڻ لڳي.

هن پڇيو، ” تون؟ “

هن عورت پنهنجي نيڪليس جو بند لاڪيٽ کولي کيس ڏيکاريو. هڪ پاسي رام جو فوٽو آهي، ٻئي پاسي سندس.

آرتي اُتري؟

اُرميلا اندر ۾ نالو ورتو. هوءَ سمجهندي هئي پاڻ ۽ آرتي ٻه پوروچوٽ ليکون آهن، جي ڪڏهن به، ڪٿي به نه ملنديون. هوءَ آرتي اتري جو وجود ئي مڃڻ لاءِ تيار نه هئي. پر هيءَ رت ماس جي نهيل هڪ سهڻي عورت آرتي سندس سامهون اچي ويٺي آهي، تنهن جو وجود کيس مڃڻو ئي پيو. هن کي ساڻس ڳالهائڻو ئي پيو. آرتيءَ جي پڇڻ تي ارميلا کيس ٻڌايو ته رام کي دل جو دؤرو پيو آهي. هو .I.C.U ۾ بيهوش پيو آهي. اهو ٻڌي آرتيءَ کان سڏڪو نڪري ويو! انٽينسو ڪيئر ۾ ڪنهن کي به وڃڻ جي اجازت ڪانهي. اهو ڄاڻي آرتيءَ فيصلو ورتو ته هوءَ واپس گهر وڃي، نيوبامبي ۽ وري سڀاڻي رات جو اچي.

آرتي پنهنجي پٽ کي هٿ کان ونئي ارميلا واري بينچ تان اٿي ٿورو پريرو ٻئيءَ بينچ تي وڃي ويٺي. هن پنهنجي پرس مان ڊائري ۽ پين ڪڍي. ڊائريءَ مان هڪ پنو ڦاڙي ڊائريءَ جي مٿان رکي هوءَ رام لاءِ نياپو لکڻ لڳي:

رام، مان ته جيڪي هتان وڃان ئي نه، تيسين جيسين تون هوش ۾ اچين. توسان اکيون ملائي، هٿ ملائي پوءِ وڃان، پر ڪيئن ڪريان ائين؟ صبح جو روشنيءَ ۾ تنهنجا مٽ مائٽ ۽ سڄاڻپ وارا مون کي هتي ڏسندا ته تنهنجي بدنامي ٿيندي. تون اها سهي نه سگهندين. تون پنهنجي سرڪل ۾ عزتدار شخص آهين...

ايترو لکي هوءِ بيهي رهي. اندر مان آواز آيس ته مان جيڪي لکي رهي آهيان سو صحيح ناهي. مان رام کي ٽوڪي رهي آهيان ته کيس پنهنجي عزت مون کان وڌيڪ پياري آهي. ڪن پل لاءِ پاڻ سان دليل بازي ٿي ڪري. ڇا اها حقيقت ڪانهي ته رام کي پنهنجيءَ عزت جو ڏاڍو فڪر آهي. هو هتي منهنجي موجودگي برداشت نه ڪندو. ها، اها حقيقت آهي. هوءَ پاڻ کي سمجهائي ٿي. پر هي ڪو وقت آهي جو رام کي اها حقيقت ورجائجي؟ کيس دک ٿيندو. هو بستري داخل آهي

هن جيڪي لکيو سو ڦاڙي ٽڪريون ٽڪريون ڪري ڇڏيو.

اُرميلا نہ چاهيندي بہ آرتيءَ کي غور سان ڏسي رهي آهي. هن جي هر چر پر جاچي رهي آهي. آرتيءَ جي سهجتا ڪيس تپرس ۾ وجهي ڇڏيو آهي. هوءَ سوچي ٿي تہ هن آرتي اتري نالي ناريءَ کي ڪو شرم ڪونهي؟ ڪو گناهہ جو احساس ڪونهي؟ هن مان مريادا جا ليڪا اورانگهي رام سان اجوڳ رستو رکيو آهي، ان لاءِ هن کي ڪو پڇتاءُ نہ آهي. هن ارميلا کان رام بابت اهڙي نموني اچي پڇ ــو، جهڙي نموني ڪو گهر جو ڀاتي اچي پڇي.

آرتي ڊائريءَ مان هيو پنو ڦاڙي رام لاءِ وري نياپو لکڻ لڳي. اهو لکيل پرزو اُرميلا کي ڏيئي هن چيو، ”رام جيئن ئي سجاڳ ٿئي، ڪيس هي پنو ڏجو.“ پوءِ پٽ کي چيائين، ”سڌير! هيءَ تنهنجي پيا جي پتني ٿئي، تنهنجي ممي آهي. ڪيس پرڻام ڪر.“

سڌير جي اکين ۾ عجب گاڏڙ ڊپ پرجي آيو آهي. هن هٿ جوڙي ارميلا کي پرڻام ڪيو. اُرميلا کان سندس مٿي تي هٿ رکجي ويو. ان بعد ارميلا، آرتي ۽ سڌير چپ چاپ ويٺا رهيا. لڳو ٿي، وقت جي رفتا بيهجي ويئي آهي. ڪن بعد اوچتو آرتيءَ ارميلا کي نمستي چئي ۽ سڌير کي آڱر مان پڪڙي هلي ويئي.

جيئن ئي ارميلا جي اکين کان آرتيءَ جي ڪار اوجهل ٿي، تيئن ئي هن جي من ۾ هڪ سوال پئدا ٿيو. هن کي پاڻ تي ڪاوڙ آئي تہ ڇو هن آرتيءَ ۽ سڌير سان نرميءَ وارو ورتاءُ ڪيو؟ هنن مون کي ڇا ڏنو آهي؟ هوءَ پنڊپهڻ بڻي بيٺي رهي، سوچيندي رهي. ڪيس وهڻ جو بہ خيال ڪين پئي آيو. اوچتو پنهنجي هٿ ۾ آرتيءَ جو رام ڏانهن لکيل پرزو پڙهڻ لڳي. آرتيءَ لکيو آهي:

”رام، تون تمام جلدي ٺيڪ ٿي ويندين. مان وجي ٿي گڻيش ديوتا کي ڏيايان. منهنجي عمر توکي لڳي.

سڌير بہ مون سان گڏ آيو آهي. اسين وري سياٽي سج لٿي کان پوءِ ايندا سين.

تنهنجيءَ ارميلا سان ملاقات ٿي. تون حق تي ڪيس پوڇيندو آهين. هوءِ پوڇڻ يوڳيہ آهي. تنهنجيءَ بيماريءَ سبب هن جون اکيون تہ

ڪيئن اجهامي ويئون آهن. هن جو سچو ڏيان تـو ۾ آهـي.

ارتـــي.“

ارميلا هي پرزو پڙهـي دنـگ رهجـي ويئـي!

ڪهڙو هـو زندگـيءَ جـو هـي چتـر؟ ڇـا ان جـي ٻنهـي مـان ڪنهـن ڪلپنا ڪئي هئي؟ اهـا ئـي آهـي زندگـي ڪـڏهن ڪومـل، ڪـڏهن ڪنـور. پـر هلندي رهي ٿـي. انســان ڪـي ٻــ زندگـيءَ سـان هلڻـو پـوي ٿـو – زندگـيءَ جـي وهنـدڙ نهـر ۾ سـڪل پنـن جيـان، جيڪـي پـاٽيءَ جـي ڇوهــ ۾ گهيلبـا وينـدا آهن ۽ جن جي ٽرٽانءَ جي ڪا ڪـل ڪـانهي!

## سٽون ڏينهن

بريچ ڪئنڊي هاسپيٽل جي مئٽرنٽي وارڊ ۾ ڪمري نمبر 213 ۾ سريتا مٺي ننڊ ۾ سمهي پيئي آهي. هن صبح جو ڇهين بجي ڌيءَ کي جنم ڏنو. پنهنجي ٻار جي پهرين اوئان اوئان ٻڌڻ بعد ترت ئي ڪيس الوٽ ننڊ ڪٺي ويئي هئي!

انين بجي ڌاري سريتا جي ننڊ کلي. هن جو سرير اڃا سن آهي. پاسو ورائڻ به نه ٿو پڄيس. اکيون ڦيرائي هيڏانهن هوڏانهن نهاري ٿي. سامهون ئي هڪ ڪنڊ ۾ هن هڪ عورت کي بينل ڏٺو. هوءَ هٿن ۾ گلدستو جهليو ڪيترئي دير کان سريتا جي جاڳڻ جو انتظار ڪري رهي آهي. هن کي جاڳندو ڏسي هوءَ وٽس وڌي آئي. گلدستو سريتا جي بستري لڳ رکيل سائيڊ ٽيبل تي رکي چيائين، ”مان آرتي اتري آهيان.“

سريتا سمجهي ويئي هوءَ ڪير آهي، پر ڪيس سمجهه ۾ نه آيو ته ساڻس ڇا ڳالهايان.

آرتيءَ جي من جي حالت سقيم آهي. هن رات فيصلو ورتو هو ته اڄ سچ لٽي کان پوءِ هتي ايندي پر پنهنجي فيصلي تي بيهي نه سگهي هئي. هوءَ سچ ايرڻ کان اڳ ئي اچي هاسپيٽل ۾ وارد ٿي. هتي معلوم ٿيس ته سريتا ڌيءَ کي جنم ڏنو آهي. هن جي دل چاهيو ته سريتا سان ملان. هوءِ حق حساب سان سريتا جي ڪجهه به نه لڳي، پر جذباتي رشتي موجب هوءِ سندس ڏيراڻي ٿئي. ان رستي جي حب وچان آرتيءَ چيو، ”پرماتما تنهنجي گود پري آهي. ببلي ڇائيءَ جون واڌايون. هي گل مون طرفان پيٽ آهن ٿو لاءِ.“

”مهرباني،“ سريتا وراڻيو.

آرتي، سريتا کي ٻڌائي ٿي، ”پندرهن ڏينهن اڳ جڏهن رام وٽس نيو بامبي آيو هو، تڏهن چيو هئائين ته سندر کي جيڪر ڌيءَ ڄمي! شالوءَ کان پوءِ اسان جي خاندان ۾ ڇوڪريءَ جو جنم نه ٿيو آهي. پرماتما رام جي آس پڄائي آهي!“

پر اهو سوچي تہ رام اجا ٻبلي نہ ڏني آهي. جيڪو هن ساڳيءَ هاسپيٽل ۾ .I.C.U ۾ آهي ۽ اجا بي سرت آهي...

ٻہ پل سانت. ٻئي هڪ ٻئي جي منهن ۾ نهارينديون رهن ٿيون.

پوءِ آرتيءَ چوي ٿي، "منهنجو تو ۾ هڪ ڪم آهي."

"چئو."

"مان دادر ۾ هڪ ساهيڙيءَ وٽ وڃي ٿي ويهان، هي ان جو فون نمبر آهي. تون مون کي هر ڪلاڪ ڏيڍ بعد فون ڪرائي رام جو احوال ڏي. مون کي سک نہ ٿو اچي..." آرتيءَ جي ڳلن تي ڳوڙها ڪري پيا. هوءَ پنهنجي دادر واريءَ ساهيڙيءَ جو فون نمبر سريتا جي ويهاڻي هيٺيان رکي، هلي ويئي!

آرتيءَ، دادر ۾ پنهنجي ساهيڙيءَ جي گهر پهچي محسوس ڪيو تہ هوءِ غلط ڏينهن تي وٽس آئي آهي. آرتوار جو ڏينهن آهي. ساهيڙيس شيلا جا ٻار اجا ننڊ مان نہ اٿيا آهن. گهوٽس پنهنجي بيڊروم ۾ آرام سان اخبار پڙهي رهيو هو ۽ شيلا رڌڻي ۾ نيرن جي تياري ڪري رهي هئي. آرتيءَ جي گهر ۾ اچڻ سان ڪايا ئي پلٽجي ويئي. شيلا جو گهوٽ اروڻ، هنڌ تان اٿي سڌو باٿ روم ۾ گهڙي ويو. شيلا، آرتيءَ سان گڏ چانهہ پيئندي سندس اچڻ جو ڪارڻ ڄاڻي چيو، "ڏس، ڏکئي وقت مون کي ياد ڪيو اٿئي، معنيٰ مون کي پنهنجو ٿي سمجهين نہ؟

هاڻي تون ۽ سڌير سنان پاڻي ڪري آرام سان اسان جي بيڊروم ۾ وڃي وهو."

"پر تنهنجي گهوٽ کي تڪليف ٿيندي..." آرتيءَ پريشان ٿيندي چيو.

"ڪهڙي تڪليف ٿيندس؟ هونءَ آرتوار ڏينهن شام تائين ڏاڙهي لاهڻ بہ ڪا نہ پڄندي اٿس. اڄ سوير ئي صاف سترو ٿي وهندو. مون کي پاڻ پاڇيون ٻاچيون آڻي ڏيندو."

شيلا جنهن نموني مڙس لاءِ ڳالهائي رهي آهي، تنهن وهنوار ۽ تنهن انداز کان آرتي ناواقف آهي. رام ۽ پاڻ هڪ ٻئي کي زال مڙس مڃيندا آهن. اهو من سان مڃڻ آهي. شيلا اروڻ وانگر گڏ رهي گهر

گرهست هلائڻ، ڳالهہ ئي نرالي آهي. رام وتس پندرهن ڏينهن ۾ هڪ دفعو ايندو آهي. ڇنڇر رات جو اچي آرتوار منجهند جو ماني ڪائي، هليو وڃي. هو هڪ مهمان وانگر ايندو آهي....

شالو ۽ سندس ساهيڙي موهني ٻئي ڇٽيون هاسپيٽل جي بلڊنگ جي پٺ ۾ تلهي تي ويٺيون آهن. ٻنهي جي هٿن ۾ چانهہ جا گلاس آهن. شالو چانهہ پيئندي، سمنڊ ڏانهن نهاري رهي آهي. پنهنجي ئي سوچ ويچار کان بي خبر – پاڻ کان الڳ الڳ.

ٻہ سال اڳ هي ٻئي ساهيڙيون بلڪل ان طرف نئنيتال ۾ ڍنڍ جي ڪناري ويٺيون هيون. ڊسمبر جو ئي مهينو هو ۽ وقت ٻہ لڳ ڀڳ ساڍيو هو، صبح جا اَٺَ. صرف هڪ ڳالهہ ڦريل هئي. ان وقت موهني ضربيل هئي نراسائيءَ جي چپيٽ ۾ آيل موهني، ڍنڍ جي پاڻيءَ طرف ڏسي رهي هئي ۽ سندس پر ۾ ويٺي هئي شالو، جيڪا ترقي رهي هئي تہ ساهيڙيءَ جي من جي اونده کي ڪيئن هٽائي. اڄ موهني ڦٽڪي رهي آهي تہ ڪيئن مٽائي شالوءَ جي ملولائي.

موهني، شالوءَ جي منهن ۾ نهاري سوچي ٿي. نئنيتال ۾ سندس منهن ٻہ اهڙو تي ويو هوندو جهڙو اڄ شالوءَ جو ٿي ويو آهي. هيپايل منهن... خشڪ چمڙي... اکيون ڏسن ٻہ، پر ڇڻ نہ ٿيون ڏسن. ڏک جو بار انسان کي ائين پيسي ٿو ڇڏي. ڏک ڪنهن تي ٻہ ڪڙڪي.... ان جو ڪارڻ ڪهڙو ٻہ هجي...

موهنيءَ کي خيال ٿو اچي:

دک دک ئي آهي

ڪنهن کي ڪنهن جي بيماريءَ سبب ٿئي

ڪنهن کي ڪنهن جي وڇوڙي ڪارڻ ٿئي

ڪنهن کي ڪنهن جي بي وفائيءَ جو

موهنيءَ کي نريش جي بي وفائيءَ جو دک هو... نہ نہ... سُڌا جي بيوفائيءَ جو؟ ڪنهن ڪئي بيوفائي؟ موهني، اڄ نريش ۽ سُڌا کي بي وفا ٻہ نہ ٿي سڏي. اهو سچ هو تہ نريش ڪيس پيار ڪيو هو... هن جي دلين ۾ پيار جو ٻوٽو وڏي وڻ ٿيو هو. هو ان وڻ ۾

آشيانو ناهڻ وارا ٿي هئا... زندگيءَ ڀر سنگ رهڻ جا سپنا لهي رهيا هئا. عين ان وقت موهنيءَ جي ننديڻ جي ساهيڙي سڏا لندن مان آئي. هوءَ جيون ساٿيءَ جي تلاش ۾ آئي هئي. موهنيءَ کيس پنهنجي محبوب نريش سان واقفيت ڪرائي. اها واقفيت بدلجي ڪيئن رشتو ٿيو. موهني ڏسندي رهي. نريش ۽ سڏا شادي ڪري ڇڏي! ڪيئن اڪوڙيو نريش پيار جو وڻ؟ آڪيرو، جيڪو اڏڻ جا سپنا لڏا هئائين، ڪيئن آگ لڳي ان کي؟ نريش .... سُڏا...

نئنيتال وارا ڏينهن ياد ڪري موهني روئي پيئي. شالو ڇرڪي ويئي. ڇا ٿيو موهنيءَ کي؟ هن ڪانئس اکين سان پڇيو، ”ڇو ٿي روئين؟“

موهنيءَ بہ اکين سان وراڻيو، ”سبب تہ تون ڄاڻين ٿي. تنهنجو دک نہ ٿي سهي سگهان. ڇا ڪريان تو لاءِ؟“

شالو پڇيو، ”نئنيتال ياد اٿيئي؟“

”اهو ئي ياد اڄي رهيو آهي... نئنيتال جي ڍنڍ - ان ڍنڍ جي پاڻيءَ ۾ نهر هئي. بيڙيون هلڻ سبب پاڻيءَ ۾ وڳوڙ متو پئي وري اها ئي نهر....“

شالو وري سمنڊ جي لهرن کي ڏسڻ ٿي لڳي. اس لهرن کي چمڪائي ڇڏيو آهي. ڪا لهر اڀري متي ٿي ٿئي تہ جهڙو چانديءَ جو زيور نهيو پوي. وري سمنڊ ۾ سمائجي وڃي تہ لسي چاندي...

موهنيءَ، شالوءَ جي ڪلهي تي هٿ رکي چيو، ”تو ڇا چيو هو مون کي، نئنيتال ۾؟“

شالو ساهيڙيءَ جو هٿ ڪلهي تان ڪٽي پنهنجي هٿ ۾ پڪڙيو. هٿ جي پڪڙ ذريعي چوي ٿي تہ ها! مون کي ياد آهي، موهني! مون توکي چيو هو:

*دک اڄي متان ڪڙڪيو اٿيئي*
*ان جي بار هينان دبجي نہ وڃ*
*اوچو اٿي، دک کي منهن ڏي.*

موهنيءَ جي من ۾ اها ڳالهه کپي ويئي هئي - ٻنهي ڇٽين اڄ وانگر هٿ هٿ ۾ ڏيئي واعدو ڪيو هو پاڻ سان، هڪ ٻئي سان، زندگيءَ سان، تہ ڪڏهن بہ ڏک اچي ڪڙڪندو تہ اوچو اٿي ان کي منهن ڏبو!

”رام دادا لاءِ ڊاڪٽر ڇا ٿا چون ؟“ موهنيءَ پڇيو.

”ڊاڪٽرن جو چوڻ تہ هڪ ٽي نموني جو آهي. جيڪي رات ڇيائون سو صبح جو بہ ... چنتا ڪرڻ جي ضرورت ڪانهي. اسين بهترين علاج ڪري رهيا آهيون. اڄ هوش ۾ اچي ويندو، گهٽ ڪري... يا شايد سياڻي ٿائين.“

”ڊاڪٽرن کي جيڪي ڪرڻ گهرجي سو ڪري رهيا آهن. جيڪي چوڻ گهرجي سو چئي رهيا آهن.“

”اهو تہ نيڪ آهي.“ شالو موهنيءَ سان سهمت آهي.

”يائني تہ ڏيکار، متني محبوباڻي ڏسي مان گهر وينديس.“

شالو ٽپو ڏئي ٿلهي تان هيٺ لٿي. هن کي ياد ٿي نہ هو تہ موهنيءَ کي جلدي گهر واپس وڃڻو آهي. مئٽرنٽي وارڊ طرف ويندي شالوءَ چيو، ”بيبي ڏاڍي Cute آهي. محبوباڻي خاندان جو نڪ ٿيندي.“

سندر، اُرميلا سندس ٻئي پٽ دليپ ۽ راڄ - شالو ۽ سندس ساهيڙي موهني - سڀ سريتا جي ڪمري ۾ موجود آهن. هو سڀ بيبي ڏسڻ لاءِ آتا آهن. چمڻ ڪان پوءِ يڪدم بيبيءَ کي نون چاول ٻارن جي خاص ڪمري ۾ نيو ويو هو. سريتا توڙي گهر جي ٻين ياتين بيبيءَ جي صرف جهلڪ ڏٺي هئي.

نرس ساڍي نوين بجي بيبيءَ کي 213 نمبر ڪمري ۾ کڻي آئي. اُرميلا اُبهرائيءَ وچان بيبيءَ کي نرس کان وٺي پنهنجيءَ هنج ۾ کنيو. هن کي ائين محسوس ٿيو، ڄڻ صبح جو سمورو سوجهرو وٺي هليو آيو آهي. ٻانولي ٻڇي پيئي. ٻي خوديءَ ۾ اچي ويئي. هن ٻارڙيءَ کي هلڪو چميو.

دليپ ۽ راڄ ماءُ جي اڳيان پنيان ٿيڻ لڳا. هوءَ ماءُ کي منٿون ڪرڻ لڳا تہ اسين بيبيءَ کي هنج ۾ کڻون پر اُرميلا کين منع ڪئي. هن کين سمجهايو:” توهين هن کي سنڀالي نہ سگهندا. بيبي گهر اچي پوءِ

هنن تي ويهي، هن کي ڪٽجو.“

هنج ۾ ڪٽڻ جي ڳالهه ڇڏي، ٻئي پائر بيبيءَ جي نالي بابت سوچڻ لڳا. ننديءَ راج چيو، ”ممي، اسين هن جو نالو رکنداسون، ماڌوري، ماڌوري ڍڪشت.“

”چريو، چريو“، دليپ کلي چيو، ”هيءَ ماڌوري محبوباٽي ٿيندي – ماڌوري ڍڪشت ڪيئن ٿيندي؟ تون راج محبوباٽي آهين يا راج ببر؟“

دليپ ۽ راج جي گفتگو ٻڌي سيني ڪان ٿهڪ نڪري ويو...

شالوءَ به بيبيءَ کي پهرين پيرو هنج ۾ ڪنيو. ارميلا ڪان بيبيءَ کي وننديءَ چيائين، ”ڪنهن تي ويئي آهي.“

”ڪنهن تي به نه.“ ارميلا چيو،” هيءَ پنهنجو مٿ پاڻ آهي.“

موهني، سريتا جي ويجهو وڃي ڪيس واڌايون تي ڏئي. چويس ٿي ته، ”ڏيءَ جي ماءُ بڻجڻ سان زال هيڏي سهٽي ٿي ويندي آهي سا ته مونکي خبر ئي نه هئي. چا ته سونهن ڪڍي اٿيئي. “

سريتا سندس هٿ پڪڙي چيو،” تون به سهٽي ٿيءُ، ڏيءَ ڄڻڻ جي تياري ڪر.“

”نه ڙي بابا...“ موهنيءَ چيو،” هڪ ته وڏو ٿئي.“

”پٽ گهٽن مهينن جو اٿيئي؟“

”انن مهينن جو – نڪ ۾ دم آٽي ڇڏيو اٿائين. سچ پچ ٻار پالڻ مکڻ جي شيخ پچائٽي آهي.“

بيبي سندر جي هنج ۾ پهچي ويئي آهي. هو بلڪل پنهنجي اندر جي دنيا ۾ پهچي ٿو. بيبيءَ ڏانهن نهاريندي هن پنهنجي دل جي پردي تي پڳونتي ناواٽيءَ جو چٽر ڪينچجي ويو. هو تصور ۾ کوهجي ويو. منهنجي ڏيءَ وڏي ٿي آهي. هوءَ هوبهو پڳونتي ناواٽيءَ وانگر ٿي لڳي. هوءَ پڳونتيءَ وانگر سنڌي راڳ ڳائيندي .

سندر کي لڳو ڄڻ ته آڪاس ۾ اڏامندو پيو وڃي.

هن ڪمري ۾ سڀ هڪ ٻئي جي آمهون سامهون آهن. رکي رکي هڪ ٻئي سان گفتگو به ڪري رهيا آهن. پر هر هڪ جي اندر ۾

هڪ بيو شخص آهي جيڪو رڳو پاڻ سان ڳالهائي رهيو آهي.هو ڪنهن بہ پل باهر جي دنيا کان دور اندر هليا تا وڃن، ڪنهن پل اندر کي پٺي ڏيئي، باهر هليا تا اچن.

اُرميلا چاهي ٿي تہ رام جلد سجاڳ ٿئي تہ ڪيس آرتيءَ جو خط ڏيان.

موهني واچ ۾ وقت ٿي ڏسي، ڏهہ وڄڻ تي آهن، گهوٽس مڪيش بيبوءَ کي سنياٽي ڪڪ ٿيو هوندو. جيڪڏهن موڊ خراب ٿيس تہ سڄو آرتوار وه ڪري ڇڏيندو.

حقيقت ۾ موهنيءَ جو اڄوڪي آرتوار لاءِ پروگرام بيو هو. هوءَ پٽ سوڏو شالوءَ وٽ بہ چار ڪلاڪ گذارڻ لاءِ رٿي رهي هئي. رات جڪڏهن شالوءَ کي پنهنجو پروگرام ٻڌائڻ لاءِ فون نہ ڪري ها تہ ڪيس رام جي بيماريءَ جي شايد اَڄ خبر ئي نہ هجي ها. هن شالوءَ سان ڪنهن خاص ڳالهہ لاءِ گڏجڻ پئي چاهيو. هن ڪالهہSavvy مخزن ۾ هڪ ڊريس ڊزائينر بابت هڪ ليک پڙهيو هو. ڊسمبر جي "ساوي – وومن"بابت پڙهندي موهنيءَ جي اندر ۾ هڪ خواب جنم ورتو. هن کي شالوءَ ۾ ساوي ووُمن جي زندگيءَ ۾ سياءَ ۾ ڪافي هڪجهڙائي نظر آئي. هن کيِ پڪ هئي شالو بہ هن ساوي ووُمن وانگر هڪ ڪامياب ڊريس ڊزائينر بڻجي ٿي سگهي.هڪ چوٽيءَ جي بزنيس وومن شالو...

سندس دل گهري ساهيڙيءَ کي پنهنجي آفيس آهي، فيڪٽري آهي، ڪار آهي... هوءَ پنهنجيءَ لياقت ۽ محنت سان ڪاميابيءَ جي چوٽيءَ تي پهچي هڪ نئون انسان بڻجي پيئي آهي...اِڄ ڪان هزار پيرا وڌيڪ خوش. پاڻ مان، زندگيءَ مان مطمئن، موهنيءَ پنهنجو اهو خواب ۽ ساوي مخزن ڪڻي شالوءَ جي گهر اچڻ واري هئي، پر رات فون ڪيائين تہ خبر پيس تہ سڀ هاسپيٽل ويا آهن. رڳهوءَ روئندي ڪيس ٻڌايو تہ هتي رڏا ديگڙا لهي ويا آهن.

موهني، اُرميلا جي ويجهو اچي چيو، " پاپي مان هلان ٿي. ڏسو... " لفظ هن جي نڙيءَ ۾ اٽڪي پيا. هن چوڻ پئي چاهيو تہ رام نيڪ ٿي ويندو توهين چنتا ڪري پاڻکي جهوريو نہ. پر اُرميلا کي دلاسو ڏيڻ جي موهنيءَ وٽ همت نہ آهي. اُرميلا آهي شالوءَ جي پاپيءَ پر موهني کيس ڪافي حد تائين سڃاڻي. شالوءَ سان

ساهيڙپ ٿئي ڪيس چار پنج سال ٿيا آهن. هڪ هڪ ٻئي وٽ ايندين ويندين رهنديون آهن.

موهني چاٽي تي ته اُرميلا هميشه مٿي نهاريندي آهي. ڪير سندس سامهون بيٺو آهي، اهو چاٽندي به اڻ چاٽائي ڏيکاريندي آهي. پر اڄ ارميلا موهنيءَ سان ڳالهايو، پڇيائينس ”ڪيئن وينديِنءَ؟“

موهنيءَ وراڻيو، ” 83 نمبر بس ۾ باندرا ٽاڪيز تائين، پوءِ اُتو...“

اُرميلا چيو، ”ڊرائيور ٻاهر بيٺو آهي، توکي ڇڏي ايندو.“

”ڀاڀي“، موهني وڌيڪ ڇئي نه سگهي. هوءَ اُرميلا جي پنهنجائيءَ واري ورتاءَ جي خوشيءَ پاڻ ۾ سمائي نه سگهي...

اُرميلا وڌيڪ پڇيو، ” هاڻي مڪيش توسان چڱو هلي ٿو؟“

”پٽ ڪي پيار ڪري ٿو، گهر جي خرچ جا پيسا ڏئي ٿو. بس وڌيڪ چڱائي جي مان هن مان اميد ئي ڪان ٿي ڪيان.“

اُرميلا سندس مٿي تي هٿ رکي چيو، ” چڱو ٿي ڪرين. وڃ هاڻي وڃ، نيڙو ٻار ڇڏي آئين آهين...“

نرس، سريتا جو بدن آلي ٽوال سان اگهي رهي آهي، هن جي ڇاتيءَ ڪان هيٺ وارو حصو اگهندي ڪانئس پڇي ٿي، ”ڪيئن ٿو لڳيئي لسو لسو پيٽ پنهنجو؟“

سريتا مشڪندي چيو، ” عجيب ٿو لڳيم. سچ پڇ ته ويم ڪرڻ ڪنهن ڪرشمي مان گذرڻ آهي.

پنهنجي جسم مان ٻئي جسم کي جدا ڪرڻ... سچي جسم ۾ ولولو ٿو ٿئي.“

نرس سريتا جي پني اگهندي ٻيو سوال ڪيو، ” ڌيءَ ڄمڻ جي خوشي اٿيئي يا پٽ ڪپندو هوءِ؟“

”خوش آهيان. اسين سڀ خوش آهيون. اسان کي ڌيءُ ڪپندي هئي.“

ها، رگو رام دادا هوش ۾ اچي ۽ ٻيبيءَ کي ڏسي. هوءَ سوچي ٿي.

منجهند جا ٽي بجا وقت ٿيو آهي. آرتي پنهنجي ساهيڙيءَ جي بيڊروم ۾ سندس بستري تي ليٽي پيئي آهي. شيلا پير ۾ ليٽيل اٿس. منجهند جي مانيءَ جو ڪم لاهي ٻئي ساهيڙيون هڪ ٻئي سان روح رهاڻ ۾ رڌل آهن. هو ٻئي پنويل جون آهن.

سندن رهاڻ جو مرڪز پنويل ئي آهي. جتي هنن ننڍپڻ گذاريو هو.

آرتي چوي ٿي، ” شيلا، ياد اٿيئي گاهه جي سَلن مان زيور ناهيا هئاسين. منديون، ڪنگڻيون، هار ۽ گدامڙيءَ جي ڪکڙين وچ ۾ سوراخ ڪري ڪنن جون ڦليون ناهيون هيونسين. “

”۽ زيتون جو وڻ؟“

”سو ته تنهنجو هو. منهنجو ته پپيهي جو وڻ هو.“

”پپر جي وڻ هينان ويهي گانا ڳائينديون هيونسين ۽ پوءِ ٻيا ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون اچي مڙندا هئا.“

”اسڪول جي ٽيچر نولڪر جي ائڪٽنگ ڪري ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين کي اهڙي نموني ٻيهاريندا هئاسين جو هندوستان جو نقشو ٺهي، پوندو هو.“

”هو مور ياد اٿئي؟“

”ڪڏهن ڪڏهن ڏيکاري ڏيندو هو. پهاڙيءَ پنيان رهندو هو.“

”مور مغرور پکي آهي.“

”اسين گهٽ مغرور هيونسين.“

”مغروري اسان جي خون ۾ هئي. اَتري ۽ ڪانديڪر خاندان پنويل جا ئي نه، مهاراشٽرا جا اوچا خاندان آهن.“

”مون ته پنهنجي خاندان جو نڪ ڪپائي ڇڏيو.“ آرتيءَ گهگهي آواز ۾ چيو.

شيلا پنهنجو وهاڻو آرتيءَ جي وهاڻي طرف سيريو. سندس بلڪل ويجهو منهن جهلي ڳل تي هٿ رکي چيو، ” نه چئه ائين. تنهنجي دل اڙجي ويئي رام سان. عشق ڪو گناهه ته ناهي.“

”دنيا جي نظرن ۾ آهي، اَتري خاندان جي نظرن ۾ آهي. مان

پٽويل وينديون آهيان تہ گھر وارا خوش نہ ٿيندا آهن. سڌير کي پنھنجو ڏوھتو نہ سمجھندا آهن."

"اھو تہ قانوني شادي نہ ٿيڻ سبب."

"رام کي ڏسندي عشق جا بادل ڇانيا...پر چئن ملاقاتن کان پوءِ ايڏا برسيا. جو مان تہ سچي پسي پيس. انُ وقت ڪٿي سمجھہ هئي قانوني. غير قانوني شاديءَ جي اهميت جي."

فون جي گھنٽي ٿي وڄي. آرتيءَ کي پڪ آهي تہ هاسپيٽل مان فون هوندو. صبح کان وني شالوءَ بہ دفعا فون ڪيو آهي بئي دفعا چيائين تہ رام اجا بي سرت آهي. هينئر خبر ناهي ڇا چوندي؟ فون جي گھنٽي ٻڌڻ سان آرتيءَ جي لڱن ۾ ڏڪٽي ٿي ٿئي.

شيلا جي ڌيءُ امريتا هال مان اچي چيو، "ممي! آنٽيءَ جو فون آهي."

آرتيءَ وڃي فون کنيو. شالو ئي آهي. چوي ٿي:

"رام دادا سجاڳ ٿي ويو آهي. ڊاڪٽر چوي ٿو هاڻي ڪو بہ خطرو ڪونهي."

"او... ڏاڍي مهربان آهي. شالو ڊيئر فون ڪرڻ لاءِ مهرباني."

"نہ نہ ... مهرباني ڇا جي؟"

فون ڊسڪنيڪٽ ڪري آرتي، شيلا جي بيڊروم ۾ واپس آئي ۽ چپ چاپ اچي شيلا جي پر ۾ ويٺي.

هن جي دل تہ اڇلجي وڃي بريڪ ڪئندي هاسپيٽل ۾ پهچي پر دماغ ڪيس هتي روڪي رکيو.

شيلا چيو، "ڇانهہ ناهي ٿي اچان. پي پوءِ وڃ هاسپيٽل."

"ڇانهہ تہ ... پيئون ٿا." ارتيءَ چيو، "پر هاسپيٽل مان هينئر نہ وينديس."

"ڇو؟" شيلا وائڙي ٿي ويئي.

شيلا جي ڇو ٻڌي آرتيءَ جي گلابي ڳلن جو رنگ اڏامڻ لڳو. هن جا چپ خشڪ ٿي ويا. ٻنهي هٿن جون آڱريون پاڻ ۾ گسائيندي چيائين، "مان شام جو سچ لٿي وينديس، جڏهن هنن جا سڀ سڄاڻپ

وارا هليا ويندا. شيلا! مان آرتي اتري آهيان. مان ماڻهن جي اڳيان رام محبوبائيءَ جي ڪير ٿيان؟"

رام جي بيمار ٿيڻ سبب آرتيءَ جي ڏرن ڏڪي ويئي آهي. هن ٿورا ڏينهن اخبار ۾ فرانس جي اڳوڻي پريزيڊنٽ فرئنڪوز ميٽرنڊ جي مسٽريس آئن پنجيٽ (Amn Pingeot)۽ سندس ڌيءُ مزيرن جو فوٽو ڏٺو هو. هو ٻئي مترنڊ جي فيونرلَ تي آيون هيون. ان وقت به آرتيءَ جي من ۾ پوائٽو خيال آيو هو ته ڪڏهن آئن جهڙي آپدا مٿس نه ڪڙڪي...

آئن ۽ ڌيئس جو غم ڪنهن به نموني، مسز مترنڊ ڊينيل (Mitterand Danillie)کان گهٽ نه هو. پر هنن پنهنجي ماءُ ڌيءَ جي، ان فيونرل گرائونڊ تي حيثيت ڪهڙي هئي؟ فيونرل وقت حاضر سيني ماڻهن آئن کي ڌڪار جي نظرن سان ڏٺو هوندو. ته هوءَ هڪ گهر ڊاهيندڙ عورت آهي ته هن شري ۽ شريمتي مترنڊ جي رستي ۾ ڪسائي آندي... ڪنهن هن جي عزت ڪئي هوندي؟ وڌيڪ قياس جوڳي حالت ته هن جي ڌيءُ جي هئي. هن معصوم ڇوڪريءَ پيءُ وڃايو هو، پر ڪنهن کي هئي هن سان همدردي؟ فرانسي لوڪن لاءِ هوءَ پريزيڊنٽ مترنڊ جي مسٽريس جي ڌيءُ آهي!

آرتي پٽ لاءِ ٿي سوچي: ڪير آهي منهنجي پٽ سڌير جو رام کان سواءِ هن دنيا ۾؟ نه ناناڻا پنهنجو سمجهنس، نه ڏاڏاڻا...

شيلا چانهه جي ٽري کڻي ڪمري ۾ گهڙي. آرتيءَ ٽيسين پاڻ سنڀالي ورتو آهي. هن چانهه پيئندي شيلا کي چيو، "هتان ستين بجي کان نڪرنديس. هاسپيٽل ۾ رام کي ڏسي پوءِ نيو بامبي هلي وينديس."

"چاهين ته رات رهي سگهين ٿي."

"نه - گهر وڃڻ ضروري آهي."

"نيڪ آهي — پر هتي تون ڪيڏيءَ مهل به اچي سگهين ٿي، اڌ رات جو به...."

"اڌ رات جو به؟ نه ڙي بابا، اڄ پيٽوئي صاحب کي دکي ڪيو اٿم. صبح کان هتي بيڊروم ۾ نه آيو آهي، رات جو هن کي دکي ڪرڻ

جو پاپ نہ ڪنديس مان.“ آرتيءَ اک ڀيٽي.

شيلا چيو. ”سني تي لڳين، ڪلين ڳالهائين تي تہ آرتي تي لڳين، پنويل واري....“

اڄ پرشانت جي ماءُ وملا هونءَ ڪان سويل ننڊ مان اٿي آهي. جاڳ ٿيڻ سان هن کي ڀهرين اها ڳالهہ خيال ۾ آئي تہ اڄ پٽس دبئيءَ وڃي رهيو آهي. شام جو انين بجي هنجي فلائيٽ آهي، هوءَ سوچي ٿي، جيڪڏهن هن موڪل ۾ پٽس جو مڱڻو ٿي وڃي ها تہ پاڻ اڄ ڪيڏي نہ خوش هجي ها؟ ڏيڍ سال پٽ جي شاديءَ جي تياري ڪندي جهٽ گذري وڃي ها. ڇهن بارهن مهنن اندر ڪين نئينءَ جاءِ جو قبضو بہ ملي ويندو. پرشانت جيئن ئي ٻيءَ موڪل تي لهي ها تيئن يڪدم سندس شادي ڪرائي ڇڏي ها. نئين ڪنوار نئين گهر ۾ آڻي ها!

پر پرشانت جو مڱڻو هن موڪل ۾ نہ ٿي سگهيو. نومبر جي مهيني ۾ ٻن هنڌن تان مائٽي هلي، پر ڪٿي بہ قصو نہ ٺهيو. وملا کي ڌڪ تي پيو آهي. پٽس جي وهي پيئي وڃي. هو ٻئي دفعي موڪل تي تہ ٺيهہ بہ پار ڪري ويندو.

وملا پاسو ورائي سامهون واريءَ سيٽيءَ تي سمهيل مڙس ڏانهن ٿي نهاري. مڙسس هيرو بہ ننڊ مان جاڳي چڪو آهي. هو بہ پٽ جي باري ۾ سوچي رهيو آهي. هيري کي هڪ ڳالهہ سمجهہ ۾ نہ آئي آهي تہ اڳئين هفتي جيڪا گهاٽڪوپر مان مائٽي آئي، اها ڇوڪري ڏسڻ پرشانت ڇو نہ ويو. ائين تہ ڪونهي تہ هن کي ڪا دبئيءَ جي ڇوڪري خيال ۾ آهي؟ مڃاڻ ڪنهن سان پيار هجيس.

هيري زال سان اها ڳالهہ ڪئي تہ هوءَ ڪاوڙجي پيئي. چيائين، ”منهنجو پٽ اهڙو ڪونهي جو ڪنهن سان پيار هجيس ۽ مون کي نہ ٻڌائي. ائين هجي تہ مان ڪيئن بہ ڪري ڪيس ان ڇوڪريءَ سان پرڻايان جنهن کي چاهيندو هجي.“

ماءُ جي ڳالهہ ٻڌي پرشانت ڪان ڇرڪ نڪري ويو هو. پر واري ڪمري ۾ بستري تي ليٽئي ماءُ پيءُ جي گفتگو ٻڌي رهيو آهي. هنجي ماءُ کي ڪيڏو وشواس آهي تہ جيڪڏهن هن جو ڪنهن ڇوڪريءَ

سان پيار هوندو، تہ اوس ڪيس ٻڌائيندو.

پرشانت جي انتر آتما ٻولي ٿي:

*امڙ! پيار منهنجو آهي شالوءَ سان*
*پر توکي ڪيئن ٻڌايان؟*
*ڇا ٻڌائي ڪريان*
*توکي ڇوان مون کي شالوءَ سان شادي ڪراءِ*
*اهو تہ ائين ٿيندو*
*جيئن رام ڇيو ڪوشليا ماتا کي*
*مون کي چنڊ کپي*
*ويچاري ڪوشليا ماتا ڇا ڪيو؟*
*امڙ! تون بہ ڇا ڪندينءَ؟*
*دل تي وس ڪونهي منهنجو*
*جو پيار ڪرڻ کان جهليانس*
*پر مان چنڊ نہ گهرندس*
*مان ڪيتو نہ ڪندس رام وانگر!*

پرشانت ماءُ پيءُ کي ڪهڙو سبب ٻڌائي تہ هو گهاٽڪوپر واري ڇوڪري جو نہ ڏسڻ ويو. پيڻس بہ چيو پرشو! ڇوڪري ڏسڻ بنا انڪار ڇو ٿو ڪرين؟

پرشانت سيني کي ائين ئي چيو تہ هاڻي دبئيءَ وڃڻ ۾ باقي هفتو پيو آهي. تڙ تڪڙ ۾ فيصلو نہ ڪري سگهندس.

موڪل جي ان پوئين هفتي ۾ پرشانت جي من جي دنيا ئي بدلجي ويئي آهي!

اڄ وملا جنهن سان ڳالهائي ٿي تنهن سان پٽ جي دبئيءَ وڃڻ جو ذڪر ٿي ڪري. ڪير واري کي در کولڻ سان چوي ٿي سياڻي کان اڌ لٽَرِ ڪير ڏجانءِ، ڇوڪرو اڄ خير سان دبئيءَ روانو ٿيندو.

ٿوريءَ دير بعد ڪم واري مائي آئي. وملا هن کي يو، "سياڻي کان هڪ دفعو ئي صبح جو رڳو اڇجانءِ، پرشانت اڄ وڃي ٿو دبئيءَ. ڪهڙو ڪم ٿيندو جو توکي بہ دفعا گهرايان."

بيدن واري در جي گهنٽي وڄائي. ان مهل وملا پٽ لاءِ سنڌيل

آچار تيلهي ۾ بند ڪري رهي هئي. مڙسس در کوليو. اندران ڪمري مان ئي چيائين، "چئي ڇڏيوس ته سياڻي کان بيدا نه ڪين."

منجهند جو ٻارهين بجي پرشانت جا پيڻ پيٽيويو آشا ۽ آشوڪ به اچي ويا. هو هر دفعي ڪيس ايئرپورٽ اماڻڻ لاءِ ويندا آهن. الهاس نگر ۽ سهار ايئربورٽ وچ ۾ اوت موٽ ٽئڪسي ڀاڙي تي بولي ڇڏيندا آهن.

رڌڻي مان ڪڙهيءَ جو خوشبوءِ اچي رهي آهي. وملا پوئين ويلي تي پٽ کي ڪڙهي چانور توڪ پٽاٽا کارائيندي آهي. پرشانت جي دلپسند ماني آهي. وملا جو وس هلي ته هوءَ جيڪر هر روز اهڙيءَ مانيءَ جو ٽفن پري دبئيءَ ويندڙ ڪنهن هوائي جهاز رستي پٽ کي موڪلي. هوءَ ڏاڍي چاه مان ماني رڌي رهي آهي. رڌڻي جي دريءَ تي ڪانو کي لونڊو ڏسي ڏانهس ويلڻ اولاري چوي ٿي، "ماريا ا بتو چاول آهين چا ـ چوڪرو تو اڄ روانو ٿئي ۽ تون پيو سندس اچڻ جو سنيهو ڏين."

پرشانت الجهن ۾ آهي. هن جو اڄ ڪڙهي چانور کائڻ ۾ چاهه ڪونهي. هو دل من پيو هٺي ته شالوءَ کي فون ڪريان يا نه ـ ڪالهه ٻه دفعا فون ڪري ڪانئس موڪلايو اٿم. اڄ فون ڪرڻ جي ضرورت ڪانهي...

پرشانت پاڻ کي روڪي نه تو سگهي. سوچي تو هڪ الوداعي فون ڪري ونان. دبئيءَ مان فون ڪرڻ مهانگو آهي... هن شالوءَ جي گهر جو فون نمبر ملايو.

رگهوءَ فون کنيو. پرشانت کي سڃاڻندي رگهو روئڻ ۾ اچي ڇڻڪيو. چيائين:"پٽ. توکي ڇا ٻڌايان ته اسان تي کهڙي آفت اچي ڪڙڪي آهي:"وڏي مالڪ جي هارٽ اٽئڪ جي ڳالهه ڪرڻ کان پوءِ رگهوءَ جو روئڻ بند ٿي ويو. هن سرهي آواز ۾ چيو،"ننڍي مالڪ جي گهر نياڻيءَ جو جنم ٿيو آهي."

پرشانت رسيور رکڻ سان يڪدم فيصلو ڪيو ته هو ايئرپورٽ وڃن کان اڳ بريچ ڪئنڊي هاسپيٽل ويندو. سوچي تو شالو ۽ ٻيا سڀ ڪيڏا پريشان هوندا، تنهن سواءِ مامو ٻٽيو آهيان پاڻيجي ٻه ڏسان...

هن جهڙي تهڙي ماني کائي ماءُ پيءُ کان موڪلايو. پيڻ پيٽيوئي کي چيائين، "لاچاري آهي. بريچ ڪئنڊي هاسپيٽل وڃڻ

ضروري آهي. منهنجي هڪ جهوني ڪاليج جي متر جي ياءُ ڪي دل جو دؤرو پيو آهي. توهين سامان ڪٽي سڌو ايئرپورٽ اچجو. مان بہ پنجين، ساڍي پنجين تائين ايئرپورٽ پهچي ويندس.“

رام دادا ڪوما مان سجاڳ ٿيو تہ ذهن وجي شالو بہ سرت ۾ آئي. نہ تہ ڪلهہ رات جو پوڻي نوين ڪان وٺي اڄ منجهند جو پوڻي ٽين بجي تائين. سترهن ڪلاڪ هن ڪئين وقت گذاريو آهي تنهن جو ڪيس پتو ڪونهي. هاڻي ڪيس ياد آيو آهي تہ اڄ 26 ڊسمبر آهي. آرتوار جو ڏينهن آهي. اڄ پرشانت دبئيءَ وجي رهيو آهي.

شالو ڪيتريءَ دير ڪان ڪاريدار جي بينچ تي اڪيلي ويٺي آهي. هڪ ڳالهہ سندس دل کي ڏکوئي رهي آهي. رام دادا سجاڳ ٿيڻ سان وصيعت ڪرڻ جي ڳالهہ ڇو ڪئي؟ چيائين، ”منهنجي جيئري، پنهنجو پيسو، پنهنجو ڏنڊو ۽ پاڻ کي سنڀاليو تہ ڏسان.“

”هن کي ڳالهائڻ جي منع آهي تہ بہ سندر ۽ ارميلا کي جهيڻي آواز ۾ چيائين تہ،“ ائڊووڪيٽ مٽيءَ کي فون ڪريو. مون کي جلد از جلد وصيعت ڪرڻ آهي.“ ڇا رام دادا جلد ان ڪري ٿو ڪرڻ چاهي... سندس پنهنجيءَ زندگيءَ تان وشواس کڄي ويو آهي؟ شالو گهري ويچار ۾ ٻڏي تي وجي. اندر مان آواز ٿو اچيس تہ هونءَ بہ ڪنهن جي بہ زندگيءَ جو ڪهڙو ڀروسو آهي؟ ڪهڙو اعتبار زندگيءَ تي؟ ڪي دردناڪ حادثا ٿا ٿين. ڪيترا ننڍي عمر جا ماڻهو بہ مري ٿا وڃن. جيئن ڪجهہ سال اڳ هتي بم وسقوٽ ۾ ٿيو... جيڪي ماڻهو ان حادثي ۾ مئا تن مان ڪنهن کي خبر هئي تہ موت جي هيترو نزديڪ آهن؟

ائين ٿي سگهي ٿو ڇا، تہ هڪ ڏينهن اهڙو اچي جو رام دادا هن جهان ۾ نہ هجي؟

شالو جي اکين ۾ آنسو تري آيا.

ڪيئن لڳندو اهو جهان؟ سُنسو سُنسو گهر جي ڇت اڏامي....

هوءَ بينچ تان اٿي ڪاريدار جا ڏاڪا لهي ڪمپائونڊ ۾ پنڌ ڪرڻ تي شروع ڪري. سياري جي اس سندس بدن کي چنبڙي رهي آهي. اس ۾ هٽ مهٽينديءَ هن جون اکيون آسمان طرف کڄي ٿيون وڃن. پنڌ ڪندي بريڪ ڪئندي هاسپيٽل جي پٺ ۾ اچي پهتي آهي. سامهون

نظر ايندڙ سمندر هزارها سالن کان آهي. ڪڏهن گجندڙ ۽ ڦوڪيل، تہ ڪڏهن شانت. سمنڊ لاءِ وقت جي سيما ڪانهي. انسان جي حياتي سيمت آهي. ٿوري، مختصر، محدود.

هڪ عجب ٿي گذريو!

شالوءَ ڏنو. هاسپيٽل جي گيٽ مان پرشانت اندر گهڙي رهيو آهي. هوءَ اڏامي وڃي وٽس پهتي. پڇي ٿي، "اڙي، تون هتي ڪيئن؟ انين بجي تہ تنهنجي فلائيٽ آهي."

پرشانت هتي ڪيئن آيو آهي اهو هو شالوءَ کي پوءِ ٿو ٻڌائي. پهرين ڪانئس پڇي ٿو، "ڪيئن آهي ... رام دادا؟

"بهتر آهي، " شالوءَ وراڻيو.

"شڪر آهي. رگهو فون تي ايترو روئي رهيو هو مان دهلجي ويو هوس. رام دادا جي باري ۾ ههڙي ڳالهہ ٻڌي ائين ئي هليو وڃان دبئيءَ، اهو دل نہ مڃيو. سوچيم، ٻہ منٽ ئي سهين...."

"تون ڪڏهن مليو آهين رام دادا سان؟" شالوءَ پڇيو.

"نہ... پر ان سان ڪهڙو ٿو فرق پوي؟ هو تنهنجو پاءُ آهي، هل، وٺي هل مون کي."

شالو کيس I.C.U. ۾ وٺي ويئي. پرشانت جي واقفيت ارميلا ۽ رام سان ڪرائيندي چيائين، "هي منهنجو ڪاليج جي زماني جو متر آهي، پرشانت. ڪجهہ سالن کان دبئيءَ ۾ نوڪري ڪندو آهي. هتي موڪل تي آيل آهي. اڄ واپس دبئيءَ ٿو وڃي. توهان سان گڏجڻ آيو آهي."

پرشانت بيحد فضيلت سان رام ۽ ارميلا کي نمسڪار ڪيو. رام کي ڳالهائڻ جي منع هئي. هن هٿ مٿي ڪري کيس موٽ ڏني.

I.C.U. مان نڪرڻ مهل پرشانت، ارميلا کي چيو، "دادا جلد نوبنو ٿي ويندو. ڏٽي مهربان آهي. وشواس رکو." ارميلا اکين سان سندس شڪر گذاري مڃي.

ان بعد شالو، پرشانت کي مئٽرنٽي وارڊ ۾ وٺي آئي. سريتا ۽ سندر، بيبيءَ سوڏو I.C.U. ۾ رام دادا وٽ وڃڻ لاءِ تيار بينا هئا. هو وارڊ بواءِ جو انتظار ڪري رهيا هئا. سريتا ويل چيئر

۾ ويني هئي.

پرشانت، سريتا جي ٻنهي ڪلهن کي ڇهي چيو، ”پيڻ! تو ته مون کي وڏو خطاب عطا ڪيو آهي. مان مامو ٻٽيو آهيان.“ ائين چئي هزار روپيه ٻيبيءَ کي خرچي ڏنائين. سندر هڪ سؤ رکي نوَ سؤ ڪيس موٽائڻ چاهيا ته گهٽا آهن... پر پرشانت هڪ پير تي بيهي ڦيري پائي چيو، ”ڏسو ڀائي مامو دبئيءَ ۾ تو ڪمائي. هي دبئيءَ جا هڪ سؤ ئي آهن. هڪ سؤ درهم.“

اوچتو پرشانت جو سندر جي ٽڪل ڇهري ڏانهن ڌيان ويو. هن ڪيس چيو، ”توهين ڏاڍا ٽڪل ٿا لڳو. مان توهان جي ڪنهن ڪم اچي سگهان ٿو؟“

”تون ته هينئر دبئي وڃي رهيو آهين.“ سندر مرڪي چيو.

”وڃڻ مهمل به ڪري سگهان ٿو. آفيس ۾ فون ڪري چوان ته منهنجي هڪ دوست جو ڀاءُ اسپتال ۾ زير علاج آهي. مان به ٿي ڏينهن ترسي ٿو اچان.“

شالوءَ جي اندر ۾ پڙاڏو گونجي اٿيو. هوبهو اهي ساڳيا لفظ سريتا سال اڳ ڪيس چيا هئا، جڏهن هوءَ اپينڊڪس جو آپريشن ڪرائڻ لاءِ ٻڇاز نرسنگ هوم ۾ داخل ٿي هئي. سريتا جا اهي لفظ وقت جي ڇنانن سان ٽڪرائجي شالوءَ جي ڪنن ۾ وڄڻ لڳا. سريتا چيو هو، ”مان پنهنجي ڀاءُ ڀاڄائيءَ کي سمجهائيندس ته منهنجيءَ هڪ ساهيڙيءَ آپريشن ڪرايو آهي. مان به ٿي راتيون هن وٽ نرسنگ هوم ۾ رهنديس.“

شالو ماضيءَ مان موٽي آئي. سريتا جو آواز ڪنن تي پيس. سريتا، پرشانت کان موڪلائي رهي هئي. ڪيس چيائين ”تنهنجو منهن چو هپاٽل ٿو لڳي.؟ آهين ته ٺيڪ نه؟“

پرشانت ڪلي چيو، ”بلڪل ٺيڪ آهيان بس تو پيڻ جي دعائن جي درڪار آهي.“

سريتا هن جي هٿ متان ٿڦڪي هٽي چيو، ”پيڻ سدائين دعائون ڪندي ته منهنجو ڀائڙو خوش رهي.“

شالو، پرشانت کي ٽئڪسيءَ تائين اماڻڻ لاءِ هاسپيٽل کان ٻاهر آئي. پرشانت ٽئڪسي بيهاري. هن ٽئڪسيءَ جو در کوليو. اوچتو شالو سندس هٿ ٽئڪسيءَ جي هئنڊل تان ڇڪي پنهنجي هٿ ۾

جهلي چيو، ”ٽئڪسي ڇڏي ڏي. مان ڪار تي ڪٽي اچان.“

پوءِ آهستگيءَ پرشانت جو هٿ ڇڏي هوءَ ٽڪڙي ٽڪڙي پنهنجي ڪار ڪڍڻ لاءِ هلي ويئي. پرشانت جي زبان تي آيو: شالو، توکي تڪليف ٿيندي. بريچ ڪئنڊي هاسپٽل کان سهار ايئرپورٽ هيڏي لنبي ڊرائيو توکي ٿڪائي ڇڏيندي. پر ڪنهن کي چوي؟ شالو ڪجهه ٻڌڻ لاءِ ترسي ئي ڪا نه...

ڪار حاجي علي تان لنگهي رهي آهي. رستن تي، فٽ پاٿن تي، ماڻهن جي اچ وڃ. ڊرائيو ڪري رهي آهي شالو... سندس پرسان وينو آهي، پرشانت. شالوءَ کي ڪنهن مهل اوچتو بريڪ ڏيڻي ٿي پوي ته پرشانت جو ڪلهو وڃيو شالوءَ جي ڪلهي سان لڳي.

رستي جي موٽر گاڏين جي وچ ۾ لنگهي رهي آهي شالوءَ جي ڪار. يا پرشانت جي سنسان دل مان لنگهي رهي آهي شالو.؟

شالو، پرشانت ۽ڪاليج جا ڏينهن.... جئه هند ڪاليج جي بلڊنگ مان نڪري شاگردن جو اٿالو مرين ڊرائيور جي ٿلهي تي وڃي ٿو سهڙي. ٿلهي کي ڇهندڙ سمنڊ جون لهرون جنهن جون ڦينگون ڪين پڄائي رهيون آهن ۽ انهن آلن ڪپڙن ۽ سمنڊ کان ايندڙ هوائن سبب هڪ هلڪي سيتلتا.

اڄ به اها سيتلتا ايري آهي من ۾... ۽ هلڪي ڇهاءُ لاءِ سڪندڙ من ۾ اٿندڙ اروڪ ويچارن جون لهرون... جن تي ڪنهن جو وس نه ٿي هلي.

اوچتو شالوءَ بريڪ ڏني. ڪار چيچاٽ ڪري رڪجي پيئي. اسڪوٽر تي وينل هڪ سوار جيڪو موٽرن جي وچ ۾ ڦاسي، هڪ قطار کان ٻئي طرف اچي رهيو هو، تنهن پنيان نهاريو.

ان وقت شالوءَ پڇيو، ”ڇا پيو سوچين، پرشانت.“

پرشانت شالوءَ ڏانهن نهاريو.

شالوءَ وري پڇيو. ”ڇا پيو سوچين؟“

”اهو ئي، ته موڪل جي هي پويون هفتو ڪيئن گذريو.“

”ڪيئن گذريو؟“ شالو ڪار کي وري گيئر ۾ آندو.

”اسان جو هيئن اوچتو گڏجڻ..“

”ها. اسان جو اوچتو گڏجڻ ۽ وري رام داد جو اوچتو بيمار ٿيڻ، تنهنجو اچ هاسپيٽل اچڻ. سڀ عجيب ٿو لڳي.“

ڪار مهيم ڪريڪ تان اوپر طرف وري. بس ڏهن پندرهن منٽن جي ڊرائيو ڪان پوءِ سهار ايئرپورٽ...

ٻئي چپ وينا آهن!

ڪڏهن ڪڏهن من اهڙو بيوس ڇو ٿي پوندو آهي جو جيڪي چوڻ چاهجي، سو چئي نه سگهجي. اظهار لاءِ لفظ اڌورا لڳن يا نڙيءَ ۾ اٽڪي پون.

موٽرن جون قطارون... قطارن سان گڏوگڏ هلندڙ شالوءَ جي ڪار... ڪار ۾ سندس پرسان ويٺل پرشانت... ۽ ٻنهي جي وچ ۾ هڪ پل.... اوچتو ٻنهي کي لڳو ته هڪ پل تي هڪ ٻئي جي آمهون سامهون بيٺا هئا... نه ماڻهن جو شورغل هو.. نه موٽرن جون قطارون هيون... پل جي هيٺ رستي جي ٻنهي طرفن اوچن وڻن جي پنن جي سرسراهٽ هئي... ڪي سنگيت ميں لاتيون هيون، جيڪي من جي تارن کي ڇيڙي رهيون هيون.

ڪار جي رفتار ڍري ٿي ويئي. پنيان ايندڙ موٽرن ۽ بسن شالوءَ جي ڪار ڪان اڳيان ٿي، رستو ورتو.

اوچتو شانت کي پنگ ڪيو. شالوءَ جي آواز:

”وري ڪڏهن ايندين؟“

پرشانت ڌيمي آواز ۾ چيو. ”مان اجان ويو ئي ڪٿي آهيان شالو!“

نرواڪ نيٽن سان هن شالوءَ ڏانهن نهاريو. جنهن جي اکين ۾ ڳوڙهن جو لڙهون جهلڪي رهيون هيون.

”تہ پوءِ نه وڃ“. شالوءَ جو آواز.

پرشانت کي لڳو ته من جي ستار مان ڪا اڻ ٻڌي مڌر راڳڻي گذري ويئي.

هن ڪابي طرف پنهنجو ڳل وڌائي شالوءَ جي ڳل سان لڳايو.

# سنگم پبليڪيشنس جا ڇپايل ڪتاب

1. آرزو ( مختلف ليکڪن جون ڪهاڻيون ) ختم
2. سپنا ( مختلف ليکڪن جون ڪهاڻيون ) ختم
3. اسڪاءِ ليب ( مختلف ليکڪن جون ڪهاڻيون ) ختم
4. سنگم ( مختلف ليکڪن جون ڪهاڻيون ) ختم
5. ماڻڪ موتي ( مختلف ليکڪن جون ڪهاڻيون ) ختم
6. صبح ازل ( مختلف ليکڪن جون ڪهاڻيون ) ختم
7. امنگ ( مختلف ليکڪن جون ڪهاڻيون ) ختم
8. تخليق جو موت ( مختلف ليکڪن جون ڪهاڻيون ) ختم
9. ليڊر جو عشق ( مختلف ليکڪن جون ڪهاڻيون ) ختم
10. آب حيات (مختلف ليکڪن جون ڪهاڻيون ) ختم
11. مامتا ( مختلف ليکڪن جون ڪهاڻيون ) ختم
12. سالگرهه نمبر ( مختلف ليکڪن جون ڪهاڻيون ) ختم
13. من تنها، منزل دور ( مختلف ليکڪن جون ڪهاڻيون ) ختم
14. سندري اتمچنداڻي جون شاهڪار ڪهاڻيون ختم
15. قمر شهباز جون چونڊ ڪهاڻيون ختم
16. سنڌو (انڊيا جي برک سنڌي ليکڪن جون ڪهاڻيون) ختم
17. ڄڏهن پونءِ ٻئي (شاعري) تاجل بيوس ختم
18. انبن جهليو بور (نثري نظمون) تاجل بيوس ختم
19. سنڌ جي سياسي جدوجهد (تاريخ) ڊاڪٽر محمد لائق زرداري ختم
20. حمل فقير (چونڊ مضمون) ختم
21. ڪنواري ڌرتي (يادگيريون) ليکڪ: ليونڊ بريزنيف ختم
    سنڌيڪار: منير چانڊيو
22. هر دل اندر هڪ ڪربلا (ڪهاڻيون) خالد سنڌي ختم
23. سگهارو هماليه هيٺا ماڻهو (نيپال جو سفر نامو) ف – م لاشاري ختم
24. نه مرڻ جو ڏک (ڪهاڻيون) ايشور چندر ختم

| | |
|---|---|
| 25. سرجيندڙ ساٿيھ جا (بيت) تاجل بيوس | ختم |
| 26. ترقي پسند ادب جا معيار (تحقيق) خاڪي جويو | ختم |
| 27. واچوڙن ۾ لاٽ (ريڊيو ۽ ٽي وي ڊراما) قمر شهباز | ختم |
| 28. ڪاڪ محل (ٽيليويزن ڊرامو) شمشير الحيدري | ختم |
| 29. رند ۽ پنڌ (تاريخي ڪالم) پير علي محمد راشدي | ختم |
| 30. چنڊ رهين ٿو دور (شاعري) قمر شهباز | 100.00 |
| 31. سنڌ منهنجي امان (شاعري) تاجل بيوس | ختم |
| 32. انون گهر (مزاحيه – طنزيه ڪهاڻيون) قمر شهباز | 60.00 |
| 33. يوناني ڏند ڪٿائون (تحقيق) يوسف شاهين | 36.00 |
| 34. رني ڪوٽ (تحقيق) بدر ابڙو | ختم |
| 35. ڪاڇي مٿان ڪونج (نثري نظمون) تاجل بيوس | 30.00 |
| 36. هنگلاج ۽ لاهوت (تحقيق) بدر ابڙو | ختم |
| 37. ڪنڌيءَ ڪوئر ترن (شاعري) تاجل بيوس | 50.00 |
| 38. فاتحن جي دنيا (تاريخ) يوسف شاهين | 60.00 |
| 39. ضمير جو موت (50 ڪالم ڪهاڻيون) قمر شهباز | 70.00 |
| 40. رياست جهنگل جي آڪاڻي (ڪهاڻيون) بدر ابڙو | 40.00 |
| 41. The Temple of Sun god (*AliAhmed K.Brohi*) *(Relics of the past)* | 300.00 |
| 42. پڪن جي پريت ۽ پيار (ٻه ناول) ڪلا پرڪاش | 100.00 |

## جلد شايع ٿيندڙ ڪتاب

- هنگلاج ۽ لاهوت (تحقيق) بدر ابڙو
  (سڌاريل ۽ وڌايل)
- ڪهاڻي هر دؤر جي چونڊ ۽ ترتيب: پروفيسر سيلم ميمڻ
  (ڊاڪٽر اياز قادريءَ جون چونڊ ڪهاڻيون)
- ڊاڪٽر پروفيسر فهميدا حسين جون چونڊ ڪهاڻيون
- سونهن نگر جا سرجڻهار (مهاڳ / خاڪا) تاجل بيوس

## سنڌ پبليڪيشنس جا سول ايجنٽ

- شاهہ لطيف ڪتاب گهر

  گاڏي کاتو، حيدرآباد

- ڪانياواڙ بوڪ اسٽور

  اردو بازار، ڪراچي

- عزيز ڪتاب گهر

  بئراج روڊ، سکر

- ڪتاب سپر مارڪيٽ، فرسٽ فلور،

  اصغر پلازه، پاڪستان چوڪ، لاڙڪاڻو

- لطيف پيرزادو،

  مارئي ڪتاب گهر، سڪرنڊ

- رزاق ڪٽي بوڪ اسٽال

  نزد پريس ڪلب، بدين

- عامر چنا، نيوز پيپر ايجنٽ، گهوٽڪي
- علي محمد، نيوز پيپر ايجنٽ، ڪنڊيارو
- علوي ڪتاب گهر، هاٿي در، شڪارپور



پکن جي پريت ۽ پيار

ڪلا پرڪاش

سنگم پبليڪيشنس

# PAKHAN JI PREET & PIYAR

*By*

## Kala Parkash



Kala was born at Karachi on 2nd January 1934, and is the proud author of eight novels, two collection of Short stories, one collection of Poetry and a travelogue. Widely acclaimed as the best fiction writer in Sindhi, Kala lives in Dubai with her family. Her husband Moti Parkash and son, Shrikant are also outstanding writers.

You can write her:

- Dubai: P.O. Box. 2481 DUBAI (UAE)
- Mumbai: B-33, Aaram Coop. Housing Society, Vokola, Santacruz (E) Mubmbai: 400 055 India.
- Adipur: 9 Maleer, Ward No. 4A, Adipur 370 205 India.



**SANGAM PUBLICATIONS, KARACHI.**

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياچوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪارِي تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوا ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.
شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄ ڪلهہ نيلا پيلا آهن:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ
اِن حسابَ سان اٽجاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناданيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڪاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽڪر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)